(1)

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | حليم لکيو |
| مرتب | : | نور جوٽيجو |
| ڇاپو | : | پهريون 2011ع |
| ٽائيٽل ڊزائين | : | ٽانيا |
| ڇپيندڙ | : | فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد. |
| ڇپرائيندڙ | : | ينگ لٽرري سوسائٽي، حيدرآباد |

قيمت: -/150

# سٽاءُ

# ”مهاڳ“

ڪجهہ عرصو اڳ، اسان جي سنڌي چئنل ڪي.ٽي.اين ٽي، سنڌس حياتيءَ ۾ حليم بروهي صاحب پاران ڏنل هڪ انٽرويوءَ ۾ ڪانئس جڏهن اهو سوال ڪيو ويو تہ هو ”موجوده وقت“ ۾ ڪنهن جي مدد وٺڻ گهرندو، ۽ ٻين اديبن سان گڏ جڏهن منهنجو نالو ورتو ويو ڪانئس پڇا ڪئي وئي، تہ پاڻ وڏي چاهہ ۽ پيار سان چيائون تہ ”فقط ابراهيم جويو!“ ۽ اهو پڻ چيائون تہ ”مان ڪڏهن بہ سنڌس رَوَيي ڪان رنج نہ ٿيس ۽ ساڻس هميشہ پيار ۽ محبت سان پيش آيس، جنهن لاءِ هو منهنجو ٿورائتو آهي!“

حليم بروهي (جنم 5 آگسٽ 1935، وفات 28 جولاءِ 2010) ڪليل طبع ۽ پنهنجيءَ تي پورو رهندڙ، خاص طرح جو هڪ مانائتو ۽ عزت دار ماڻهو هو. خود دار، ارڏو، بحثي شخص، پنهنجي گهر وارن لاءِ بہ ۽ يارن دوستن ۽ عام ٻين ماڻهن لاءِ بہ هردم هڪ ڏارئي.ماڻهوءَ طور.

سنڌس مضمونن جو هيءُ مجموعو پڙهندڙن لاءِ دلچسپ، معنيٰ دار، ۽ سنڌس اُن پيار پريءَ انوکي شخصيت جي لکٽين کي سمجهڻ لاءِ شاهد چئي سگهجي ٿو. ائين آءُ ايتري پروسي سان ان لاءِ چئي سگهان ٿو، جو حليم بروهي ۽ آءُ عمر جو ڪافي حصو پاڙيسري رهي چڪا هئاسين. سنڌن گهر ۽ منهنجن ساهرن جو گهر حيدرآباد جي سولجر بازار واري رستي تي آمهون سامهون تہ نہ پر رستي جي ٻنهي پاسي، فقط وچ ۾ هڪ گهٽي پريرو هئا. مون کي ياد آهي تہ 1943ع ۾ منهنجي شاديءَ جي مجلس ۾ حليم بروهيءَ جو پيءُ سائين عبدالعزيز بروهي صاحب جن بہ اچي شرڪت ڪئي هئي.

حليم بروهي هڪ خودشناس شخص هو. خود شناسي ۽ خود اعتمادي سنڌس شخصيت جو خاص گڻ هو، ۽ سڄي عمر، آخر تائين پاڻ ان ئي طرح رهيا.

هاڻي، جو آءُ سندس ڪتاب تي ٻه لفظ لکڻ ويٺو آهيان، ته ائين ٿو محسوس ڪريان ڇڻ ته آئون سندن اُن ٿوري جي مڃتا ڪري رهيو آهيان جنهن ڏانهن پنهنجي دليرانه طبع طور نالو ونئي، ڪي ٿي اين تي پنهنجي آخري انٽرويو ۾ مون ڏي اشارو ڪيو اٿن.

حليم بروهيءَ ۾ ٻيون به به خوبيون هيون، جي آهن ته هڪ سڪي وانگر ٿي هڪ خوبيءَ جا ٻه پاسا اُهي آهن سندس وطن دوستي ۽ قومي فدائيت. هن ڪتاب جي شروع ٿي ۾ "هٽلر لکيو- هٽلر جي پارٽيءَ جا پنجويهه نقطا" جي عنوان هيٺ سورهن صفحن ۾ پڙهندڙن کي سندن ٻن خوبين جي ڄاڻ ملي ويندي، البت هٽلر جي انهن پنجويهن نقطن ۾ به ٿي نقطا عالمي پسند جا ٻنهه نه به آهن.

حليم بروهيءَ جون چار نياڻيون، چار ئي حال حيات آهن. ٻه ته ثنا بيبي ۽ رابعا بيبي گڏ ڪئناڊا ۾ رهن ٿيون، هڪ ارمغان بيبي آمريڪا ۾ مقيم آهي، ۽ چوٿين بيبي رومانا شيخ صاحبه هتي حيدرآباد ۾ ئي رهي ٿي، سندن محترمه ماءُ صاحبه بيبي به حيدرآباد ۾ پنهنجي اصلوڪي گهر ۾ رهنديون اچن ٿيون. شال هي سڀئي سدا خوش ۽ آباد رهن ۽ وڏيون عمريون ماڻين (آمين). محترمه رومانا صاحبه جو پنهنجي هڪ ساهه کان پياري جوان جماڻ پٽ عبير جي 10 آگسٽ 2008ع تي اندوهناڪ حادثي ۾ گذاري وڃڻ تي هڪ دردانگيز ورلاپ انگريزي اخبار "ڊان" ۾ شايع ٿيو، مرحوم جي والد مسٽر ذوالفقار شيخ جي چوڻ تي مون ان جو سنڌي ترجمو ڪيو هو: جو سنڌي اخبار روزانه عبرت (6 نومبر 2008) ۾ ڇپيو. ڏٺي تعاليٰ شل هر والدين کي اهڙي ڏک ڏسڻ کان بچائي رکي!

حليم بروهيءَ جون لکڻيون هوُ بهو سندس طبيعت جون ئي ترجمان لڳنديون هيون، ۽ پڻ عام جام ۽ وڏي چاهه سان پڙهيون وينديون هيون. هن ڪتاب ۾ اهڙيون پنجاهه کن لکڻون، روزنامه "ڪاوش" مان ڪٽي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ٽن لائق شاگردن، (1) نور جوٽيجو (2) تصنيف جتوئي ۽ (3) ديوداس گڏجي، ڪتابي صورت ۾ پڌريون ڪيون آهن. هنن علم دوست ۽ سليم طبع شاگردن کي هن سندن قدردانيءَ ۾ اهڙي تعميري جذبن لاءِ آفرين

چوان ٿو، سندن پختو ارادو آهي تہ حليم بروهي جي سڄيءَ لکت کي سوڏي سموهي ڪتابي صورت ۾ پڌرو ڪندا. مرحوم حليم بروهي پنهنجي هن لڳاتار لکندي رهڻ ۾ خاص طرح سندن ايتري قدر الڳ الڳ عنوانن جي انتخاب تي اسان سيني جي دلي خلوصن، دعائن جو ۽ احسان شناسيءَ ۾ پوري جَسَ جو حقدار آهي. شاهہ لطيف جو هڪ امر بيت آهي تہ:-

آڏو جواثبات کي سو شرڪ لاهي شَڪُ
هُئي جنهن ۾ حق، تنهن نفيءَ جهڙو ناهہ ڪي.

فلسفي جو اصول آهي، ۽ اڪثر حالتن ۾ واقعي ائين سچ بہ آهي تہ هر ڳالهہ ۾ اثبات سان نفي بہ آهي. انگريزيءَ ۾ ان طرز تحقيق ۽ تنقيد کي ٽن اصطلاحن ۾ آندل آهي. Thesis، Anti-thesis ۽ Synthesis. شاهہ سائينءَ جي بيت کي سمجهڻ لاءِ پيچجي تہ ڳالهہ کلندي تہ "اثبات" معنيٰ بهتر سچ، "شرڪ" معنيٰ تہ مجيل سچ ۾ شڪ، ۽ "نفيءَ جو حق" معنيٰ تہ شڪ واري سچ کان انڪار ۽ بهتر سچ کي مڃڻ. مطلب تہ مجيل سچ ۾ شڪ ڪبو تہ بهتر سچ ليندو يا بهتر طور تي مجيل سچ کي سمجهبو. هيءَ ڳالهہ بہ لتي پتي اُتي ئي اچي تي بيهي تہ "هائو"، "هائو" ڪبي رهبي ۽ "نہ"، "نہ" بنهہ نہ ڪبي، تہ اصل سچ يا نئين ڪا ڳالهہ يا حقيقت ماڻي نہ سگهبي. اسان جي ڪلمي شريف ۾ بہ اثبات سان نفي بہ آهي، ۽ اثبات واري حق جي خبر "محمد الرسول الله" چئي ۽ مڃي الله جي وحدانيت ۾ ايمان پختو ٿو ڪرڻو پوي ۽ اها تہ ڳالهہ تي مذهب ۽ ايمان (Faith)، پر دنيوي معاملن ۾ جيستائين موجود حالات کان انڪار نٿو ٿئي، تہ اُنهن کي بهتر حالات ۾ تبديل لاءِ ڪو جواز ڪونہ ٿو ملي. حليم بروهي صاحب دُنيوي حالت کي بهتر حالات ۾ تبديل آڻڻ لاءِ ضروري ٿي ڄاتو تہ پهريان موجود حالت کان انڪار يا بغاوت لازم ٿي ٿئي ۽ پوءِ بهتر حالت ڏانهن وڌڻ يعني ترقيءَ، سڌاري يا واڌاري Development, Improvement, Progress بہ ممڪن ٿي ٿئي.

حليم بروهي صاحب جن ان پڪي خيال جا بہ هئا تہ سنڌي ٻولي رومن رسم الخط ۾ لکجي. ان ۾ پاڻ ترڪيءَ جي حڪمران ڪمال

پاشا جو مثال ڏيندا هئا تہ اُتي نہ صرف مذهبي اصلاح پسندي ڪان ڪم ورتو ويو، پر ترڪيءَ ٻوليءَ جو رسم الخط بہ بدلائي رومن ڪيو ويو هو. حليم بروهيءَ جي ان خيال مان ٿي تہ سمجهي ٿو سگهجي تہ ٻنهي ترڪيءَ وانگر هتي بہ مذهبي اصلاح لاءِ هلچل شروع ٿئي، جنهن سان مذهبي ڳالهين ۾ گهڙي آيل انڌو وسواس ۽ ڪريا ڪرمي ملائيت ۽ پيريءَ مريديءَ آڏو احتجاج. جيئن يورپ ۾ Priesthood آڏو احتجاجيت (Protestantism) جي تحريڪ اُتي هئي ۽ ڪامياب ٿي هئي. تيئن سنڌيءَ جي رسم الخط ۾ تبديل لاءِ سندس خيال آراين جي تور تڪ ان حوالي سان بہ ٿي سگهي ٿي. هونئن بہ هو پاڪستان جي پايي وجهندڙ مسٽر محمد علي جناح جيان پاڪستان ۾، ٻئي گهٽيءَ عام راءِ وانگر حليم بروهي Theoeracy جي بہ بلڪل خلاف هو. ان خيال ڪان هو خاص طرح جدت (Modernism) لاءِ انتهائيت جا شائق ۽ ان ڏانهن مائل رهندا هئا.

حليم بروهي صاحب جي سڄي علمي جدوجهد ڪي ان معنيٰ ۾ ۽ ان حد تائين پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ٿيندي رهي تہ اُن لاءِ اسان جي دنيا ۾ ممڪنات ڪيتري قدر موجود هئا يا آهن. تہ ڳالهہ ڪجهہ موجود حالات ۾ تبديليءَ جي، ڪجهہ معقوليت جي دائري ۾ بہ زير ويچار اچي سگهي ٿي يا آڻي سگهجي ٿي، ۽ ڪنهن آئنده دور ۾ ٿي سهي اهڙي سوچ ويچار ۾ اچي سگهي يا آڻائي سگهجي ٿي. اُن لاءِ علامہ اقبال جو هينيون شعر بہ هن ڪتاب جي پڙهندڙن جي ويچار لاءِ بہ پيش خدمت آهي:

يقين محکم، عمل پیہم، محبت فاتح عالم
جہاد زندگانی میں ہیں مردوں کی شمشیریں

**محمد ابراهيم جويو**
حيدرآباد سنڌ
10-01-2011ع

# ”پہ اکر“

ضد ڪرڻ انسان لاءِ ضروري پر اديب لاءِ نهايت ئي لازم عمل آهي، فقط اهو انسان ئي جٽادار احتجاج برپا ڪري سگهي ٿو جنهن جي تنقيد جو محور اول سندس وجود هوندو آهي.

فلسفي اصولن موجب ”نہ“ ڪرڻ اشد لازم آهي يعنيٰ ”نہ“ ڪرڻ صحتمند فرد جي ذهني، منطقي ۽ عقلي اوٿر جو ڪارائتو ڪارڻ هوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو کي هن حياتي ۾ ڪو تضاد، ڪو تحرڪ ئي نظر نہ اچي ۽ جيڪو حوس جي عيوض سچ کي ڪوڙ ۾ تبديل ڪري وجهندو هجي، اهڙو ماڻهو ضد ڪين ڪري سگهندو آهي. ضد ڪرڻ معنيٰ شين جي بناوٽي تصور سان ٽڪرائو ۾ اچڻ. ليڪڪ کي پنهنجي ورتاءُ ۾ ضدي هئڻ گهرجي پر گڏوگڏ اهو ورتائو عقلي ۽ شعوري دليلن جو امتياز هئڻ گهرجي. تڏهن ئي حليم بروهي چئي وينو هو تہ:

> گهٽن ئي ضدي ماڻهن جو مجموعو- مون اهو ماڻهون ڏٺو آهي. اهو مان آهيان!!

مان پنهنجو پاڻ کي نهايت ننڍڙو محسوس ڪري رهيو آهيان پر اهيو احساس نهايت اعليٰ واقع آهي. پنهنجي لڪٽي تي هر ڪو ڳيچ ڳائيندو وتندو آهي پر مان سمجهان ٿو تہ ڪنهن مانائتي، ڏاهي، ۽ خودار تخليقار جي سرُ جي پرچار ڪرڻ ۾ جو چاهہ ۽ مناسب آهي، سو ممڪن آهي تہ ڪائنات جي ڪنهن ٻيءَ شيءِ ۾ موجود هجي! لکيو تہ ڪجهہ مون بہ آهي پر سچ پچ تہ مون لکيو ئي ڇاهي!!

مهان قوين جا شاهاڻا انداز، نوس فلسفي مزاج سان سرشار لکتون، هر ڪهاڻي پنهنجي خمير ۾ ڪا جلوي گري، هر سٽ ۾ حوصلي ۽ جوش جي لهر، هر هرف ۾ چي جيان ڇاتي ۾ ڪپي حوس ۽ ڪروڌ کي چيريو ڇڏي.

سچ تہ اتي اسان مفروضي لکي بہ ڇا لکنداسين! تنهنڪري اهيو فيصلو ورتو ويو تہ اجائي پٽ راڙ ڪرڻ کان پرين جي ئي پچار ڪرڻ، وقت جي ضرورت آهي.

”انهن ماڻهن کان پري رهڻ گهرجي جيڪي اوهانجي نيڪ مقصدن کي هلڪو يا هيچ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، ڪن ماڻهن جي اهيا عادت ٿيندي آهي. پر عظيم انسان اوهان کي اتساهيندو تہ اوهين پڻ عظيم ٿي سگهو ٿا“. (مارڪ ٽوئن)

اهڙو ئي استاهہ محترم سائين ابراهيم جويو اسان جي ڇاتين ۾ ڦوڪيو آهي؛ انهن سان گڏ مان سندن (حليم بروهي) جي نياڻي، ثنا حيات بروهي، مرڪن سان جذبو وڪيريندڙ ديوداس ۽ ڪڪرن جيان حساسيت رکندڙ تصنيف جتوئي جو بي حد ٿورائتو آهيان، جن نہ صرف معاشي پر اخلاقي ڪردار نڀائيندي ادبي اوٿر جي واٽ ورتي آهي.

سـوڍا شـرم تنهنجـو بـي عقلـن عقـل،
آهـي انـگ امـل، مـاٺ تنهنجـي مينـڌرا.

نور جوڻيجو
حيدرآباد، سنڌ
11-01-2011ع

**"انتساب"**

انهن لاءِ جن حليمر بروهي سان نفرت

ڪئي . . . . . . . . .

# هٽلر لکيو

## هٽلر جي پارٽيءَ جا پنجويهہ نقطا

هٽلر جي پارٽيءَ جي پنجويهہ نقطن جو ترجمو ڪرڻ وقت فقط اهو خيال رکيو ويو آهي تہ اُهي بہ سمجهي سگهن جيڪي تمام ٿوري ڄاڻ رکندڙآهن.

اسان تواريخ جو رخ نٿا ڦيرائي سگهون، ۽ اسان تواريخ کان منهن بہ نٿا ڦيرائي سگهون. اسان ايندڙ حالتن کي فقط ملتوي ڪري سگهون ٿا، اسان ايندڙ حالتن کي رد نٿا ڪري سگهون. اها تواريخ آهي، اهو تواريخ جو سبق آهي.

# هٽلر لکيو

”عوام ايجاد نہ ڪندو آهي، ۽ گهٽائيءَ وارن لاءِ سوچ ڪان ڪم وٺڻ ۽ منظم ٿيڻ ناممڪن آهي. اهو فقط فرد آهي. اڪيلو شخص آهي.جيڪو ايجاد بہ ڪري ٿو، سوچ ڪان ڪم بہ وٺي ٿو، ۽ (سوچ ڪان ڪم وٺي) پنهنجو پاڻ کي منظم بہ ڪري ٿو.“

”اها سوچ- تہ ڪنهن نيگرو يا ڪنهن چيني جو جرمن ٻولي سکي وجڻ ۽ سندس واعدو ڪرڻ تہ هو سدائين جرمن ٻولي ڳالهائيندو ۽ ڪنهن جرمن سياسي پارٽي کي ووٽ ڏيندو، کيس جرمن قوميت جو حقدار بنائي سگهي ٿو، غلط سوچ آهي. اهڙو عمل قوميت ۾ حرامڪاري جي بنياد رکندو، ۽ جرمن قوم وڏيڪ قومي ٿيڻ بدران تباهہ ٿي ويندي.“

”ڪا بہ قوم پنهنجي قومي ملڪ جي هڪ چورس وال تي بہ پنهنجو قبضو قائم رکڻ لاءِ الله کي وچ ۾ آڻي نٿي سگهي. سرحدن جي نهڻ ۽ ڊهڻ لاءِ انسان (قوم) پاڻ جوابدار آهي.“

”ويانا واري ڪانگريس وارو زمانو گذري ويو. اهو زمانو گذري ويو، جڏهن شهزادا ۽ سندن داشتائون جوئا ۾ صوبن کي داءُ تي لڳائيندا هئا. اڄ اهو زمانو آهي جڏهن بي رحم عالمي يهودي ذهنيت قومي ملڪن تي پنهنجو قبضو ڄمائڻ لاءِ وڙهي رهي آهي.“

”جيڪڏهن اسان پنهنجي قومي رياست وجود ۾ آڻڻ چاهيون ٿا، تہ اسان کي گهرجي تہ انهن حالتن، طاقتن ۽ ڪشش ڏانهن توجہ نہ ڏيون جن ۾ اسان جي قوم جو سماجي، اخلاقي، اقتصادي، ۽ سياسي ڪردار تباهہ ۽ برباد ٿيو آهي. اسان کي گهرجي تہ جواب ۾ ڪا اهڙي طاقتور قوت پيدا ڪريون جيڪا آزادي ۾ پختي هجي

۽ جنهن ۾ اسان جي جدوجهد کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ لياقت به هجي. اڳتي سخت جدوجهد اٿو، چو ته قومي رياست وجود ۾ آڻڻ لاءِ پهرين يهودي ذهنيت جو خاتمو آڻڻو آهي.“

”قومي نظريو سوشلسٽ نظريي کان بلڪل مختلف آهي. قوم ۽ ليڊر، قومي نظريي جا ٿنيا آهن، ۽ انهن ٻن بنيادي حقيقتن تي (قوم ۽ ليڊر تي) ئي سڄي قومي تحريڪ جي قائم رهڻ، هلڻ، ۽ اڳتي وڌڻ جو دارومدار آهي.“

”تحريڪ برداشت نه ڪندي، ۽ تحريڪ سياسي جماعتن جي وچ ۾ هڪ سياسي جماعت ٿي نه ويهندي. تحريڪ پنهنجي حيثيت مڃرائڻ لاءِ هروقت ۽ هر گهڙيءَ عمل ۾ رهندي، ۽ ماڻهن جو ذهن تحريڪ جي رنگ ۾ رڱڻ لاءِ هر وقت هر گهڙيءَ عمل ۾ رهندي. تحريڪ ڪنهن به اهڙي نظام کي برداشت نه ڪندي جنهن ۾ تحريڪ کي هڪ سياسي جماعت جو روپ ڌارڻ تي مجبور ڪيو وڃي.“

”سياسي جماعتن جي وچ ۾ ناهه به ٿيندو آهي، پر تحريڪ ناهه نه ڪندي آهي. سياسي جماعتون پنهنجن مخالفن سان سودي بازي ڪنديون آهن، پر تحريڪ پنهنجي اٽل هئڻ جو اعلان ڪندي آهي.“

”اسان کي اسان جي تحريڪ لاءِ هڪ يا ٻه سئو سازشين جي ضرورت نه هئي، ۽ نه آهي. اسان کي اسان جي تحريڪ لاءِ هڪ لک، يا اڃان به ڏهه لک جنوني جوڌن جي ضرورت هئي، ۽ هن وقت به آهي. اهو تحريڪ وارو ڪم لِڪ، ڇپ ۾ نه ڪبو آهي. اهو تحريڪ وارو ڪم کليل نموني ۾ طاقتور ڏکن سان ڪبو آهي. تحريڪ لاءِ رستو ناهڻ، خنجر يا زهر يا پستول جي وس ڪونهي. عام ماڻهوءَ ۾ تحريڪ لاءِ جنون پيدا ڪرڻ سان ئي تحريڪ لاءِ رستو ٺهندو آهي. ڪميونسٽن ۽ سوشلزم کي تباهه ڪرڻ ضروري آهي، ته جيئن گهٽين ۽ رستن تي قوم پرستن جو راڄ هجي. اهو هن وقت ڪرڻ ضروري آهي، جيئن اهو هر وقت ضروري رهندو.“

جرمنيءَ ۾ عام طرح اهو سمجهيو ٿو وڃي ته جرمني جي تباهي جو اصل ڪارڻ فقط اقتصادي بدحالي ۽ ان جا نتيجا آهن. گهڻو ڪري هر ڪو ذاتي طرح متاثر ٿيو آهي. جيڪو هر هڪ

شخص لاءِ تباهي محسوس ڪرڻ جو چڱو سبب ثابت ٿيو آهي.
عام طرح ماڻهو انهيءَ تباهيءَ جو ذڪر ڪندي اسان جي سياسي،
ثقافتي ۽ اخلاقي تباهي جو ذڪر ڪندا آهن. گهڻيئي اهڙا به آهن
جن وٽ انهن ڳالهين لاءِ جذبو ۽ سمجهه بئي ڪينهن.

عام ماڻهن جو ته اهو خيال آهي، تنهن تي بحث نٿو ڪجي،
پر اسان جا سمجهو طبقا به اسان جي اقتصادي بدحالي کي ئي اسان
جي تباهي جو سبب تا سمجهن، ۽ سمجهن ٿا ته پهرين اقتصادي
بدحالي جو علاج ڪجي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ تائين اسان جي
تباهي جو ڪو به علاج نه ٿي سگهيو آهي. جيستائين اهو چڱي
طرح محسوس نه ڪيو ويو آهي ته اقتصاديات ٻئي يا ٽئين نمبر تي
آهي، ۽ جيستائين اهو چڱي طرح محسوس نه ڪيو ويو آهي ته
پهريون نمبر اخلاقيات ۽ قوميت جو آهي، تيستائين اسان جي
موجوده بدحالي جو علاج ڳولهڻ ناممڪن آهي.“

”اسان کي، اسان جي ملڪ ۾ به اسان جي قوم جي دشمنن جي
مرڪروهه بڪواس جو مقابلو ڪرڻو پوندو. اسان قومپرستن کي
اها ڳالهه ذهن نشين ڪري ڇڏڻ گهرجي ته ائين ضرور ٿيڻو آهي،
جو ته اسان پنهنجي قوميت جي ايمان ۽ عقيدي کي حق تي
سمجهون ٿا. اسان کي انهن غلط خيالن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار
ٿي وڃڻ گهرجي جيڪي يهودي ذهنيت جي علمبردارن، اسان جي
قوم کي لُٽڻ ۽ ڦرڻ لاءِ اسان جي ماڻهن ۾ عام ڪيا آهن. اڄ اسان
نديءَ ۾ پيل هڪ پٿر آهيون، پر ٿورن سالن ۾ اسان هن نديءَ
اڳيان ٻڌل هڪ بند هونداسين، جنهن تي نديءَ جون ڇوليون
ٽڪرائجي نئين ڪنواري زمين آباد ڪنديون.“

”هر ڪا سنگت، هر ڪا جماعت، هرڪو ننڍڙو گروهه، ۽ هر ڪا
نام نهاد سياسي جماعت هاڻ قوم پرست هئڻ جي دعويٰ ڪري رهي
آهي. اها اسان جي قوم پرست تحريڪ جي ڪاميابي جي نشاني آهي.“

”جلسا ضروري آهن. اهڙو شخص، جيڪو تحريڪ ۾ شامل
ٿيڻ لاءِ ڪشش محسوس به ڪري ٿو، پر اڪيلو هئڻ ڪري (يا
اڪيلائي محسوس ڪرڻ ڪري) تحريڪ کان ٿهندو ٿو رهي، سو

جلسي ۾ پاڻ کي هڪ وڏي ڪٽنب جو فرد محسوس ڪري ٿو، ۽ پاڻ ۾ طاقت ۽ قوت محسوس ڪري ٿو. هو جلسي جو اثر قبول ڪري ٿو. جلسي ۾ گڏ ٿيل هزار ماڻهن جون خواهشون، امنگون، ۽ قوت، جلسي ۾ شامل هر هڪ شخص جي اندر گڏ ٿيو وڃن ٿيون. اهو شخص، جنهن کي جلسي ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ پاڻ پنهنجي باري ۾ شڪ شبهات هوندا آهن ۽ تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ کان ڪيٻائيندو رهندو آهي، سو جلسي ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي اندر پختو يقين ۽ اعتماد محسوس ڪندو آهي، ڇو ته هو هاڻ (جلسي ۾) هڪ وڏي ڪٽنب جو ڀاتي آهي."

"ماڻهن جي ڪنهن به وڏي ميڙ ۾ اُهو مقرر سڀ کان وڌيڪ اثرائتو آهي جيڪو اهڙي ڳالهه (برملا ۽ برمهل- وقتائتي) ڪري جيڪا ماڻهن جي دل وٽان آهي، ۽ نه اهو مقرر جيڪو(ان ميڙ جي) پڙهيل طبقي جهڙن مان آهي."

"اسان جي ميٽنگن ۾ اسان جي تحريڪ جا ڇپايل اشتهار، اخبارون، ۽ رسالا ٽيبلن تي پيا هوندا هئا، پر اسان گهٽو ڪري ڳالهائڻ (تقريرون) کان ڪم وٺندا هئاسون. اها نفسياتي حقيقت آهي ته دنيا جا وڏا انقلاب آڻيندڙ جذبات فقط ڳالهائڻ (تقريرون) ڪري پيدا ٿيا آهن."

"مان چاٽان ٿو ته ماڻهن جي دلين تي لکيل لفظن کان وڌيڪ ڳالهايل لفظ اثر ڪن ٿا، ۽ مان اهو به چاٽان ٿو ته هن ڌرتيءَ تي سيئي عظيم تحريڪون عظيم مقررن جي انداز مخاطب ٿي جي ڪري اڳتي وڌيون آهن، ۽ نه عظيم ليکڪن جي تحريرن جي ڪري."

"تقرير ڪندڙ کي ٻڌندڙن جي چهرن مان رهنمائي ملندي آهي، جنهن مان هو (تقرير ڪندڙ) هر وقت اندازو ڪندو رهندو آهي ته ٻڌندڙ ڪيس سمجهي رهيا آهن يا نه، ۽ هن جا اُچاريل لفظ اهو اثر پيدا ڪري رهيا آهن يا نه جيڪو هو چاهي ٿو. تنهنڪري تقرير ڪندڙ پنهنجي تقرير انهن لاءِ نٽو ٺاهي جيڪي سندس اڳيان وينا آهن، پر عام لفظن جي استعمال سان ڳالهه سمجهائيندو آهي.

جيڪڏهن تقرير ڪندڙ ڏسي ٿو ته ٻڌندڙ ڪيس نٿا سمجهن، ته هو پنهنجي سمجهاڻي اهڙي ته سادي ۽ عام فهم ڪندو جو ٻڌندڙن مان هر هڪ شخص سندس ڳالهه سمجهي وڃي. جيڪڏهن تقرير ڪندڙ محسوس ڪري ته ماڻهو سندس ڳالهه نٿا سمجهن، ته پوءِ هو پنهنجو مقصد اهڙين ننڍڙين ڳالهين ذريعي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو جو سڀ ڪان گهٽ سمجهه رکندڙ ماڻهو به سندس مقصد سمجهي وڃي. جيڪڏهن هو سمجهي ته ماڻهو سندس ڳالهه سان متفق نه آهن، ته پوءِ هو پنهنجي ڳالهه نون مثالن سان ورجائيندو، ۽ سندن اعتراض سندن پاران پاڻ اٿاريندو ۽ انهن جا جواب ڏيندو. هو ائين ڪندو هلندو جيستائين مجموعي مان هر هڪ پنهنجي رويي سان ڪيس سمجهڻ جو اظهار نه ڪيو آهي.

گهٽ ڪري تعصب جا جزا آهن جيڪي تقرير ڪندڙ ۽ سندس ٻڌندڙن جي وچ ۾ ديوار بڻجي ويندا آهن. جهالت ۽ غلط خيالن جو علاج ڪرڻ سولو آهي پر جذباتي نفرت، جذباتي ڌڪار، ۽ نفسياتي تعصب تي حاوي ٿيڻ هزار دفعا وڌيڪ ڏکيو آهي. جهالت ۽ غلط خيالات مٽائڻ لاءِ سڪيا هڪ سنو ذريعو آهي. پر جذباتي هوڏ کي مٽائڻ لاءِ اندروني جذبات جاڳائڻ ضروري آهي، ۽ اهو ڪم ليکڪ ڪڏهن به نٿو ڪري سگهي. اهو ڪم فقط تقرير ڪندڙ ئي ڪري سگهي ٿو، ۽ ڪو به ٻيو نه."

"اها عجيب جادوئي ڪشش جنهن ماڻهن کي مقناطيس وانگي سوشلزم ڏانهن ڇڪيو، سا يهودي دانشورن جي لکيل ڪتابن جي ڪري نه هئي. انهيءَ ڪشش جو سبب اهي تقريرون هيون جيڪي سالن جا سال ماڻهن کي ٻڌايون ويون. هڪ لک جرمن مزورن مان شايد ڪي هڪ سئو اهڙا هجن جن کي مارڪس جي ڪتاب جي خبر هجي، جيڪو فقط يهودي ذهنيت وارا دانشور پڙهندا آهن. اهو ڪتاب عام ماڻهن لاءِ نه لکيو ويو هو، فقط يهودي دانشورن کي اهو سمجهائڻ لاءِ لکيو ويو هو ته دنيا تي يهوديت جو غلبو ڪيئن ڪرڻو آهي.

اهو تفاوت اخبارن جي تفاوت مان ظاهر آهي. سوشلسٽ اخبارون ڪڏئي ماڻهو لکندا هئا، جڏهن وچولي طبقي وارن جون اخبارون ليکڪن کي ترجيح ڏينديون رهيون.

اسان جي جرمن قوم جا عقلمند به هن جهالت ۾ قائل آهن ته ليکڪ ذهني طرح مقرر کان بهتر آهي."

"مان وڌيڪ فقط انهيءَ لاءِ سگهان ٿو جنهن کي پيار ڪريان ٿو، پيار فقط انهيءَ کي ڪري سگهان ٿو جنهن جي مان عزت ڪريان ٿو، ۽ عزت فقط انهيءَ جي ڪري سگهان ٿو. جنهن لاءِ ڄاڻ اٿم ته واقعي عزت جي قابل آهي."

"ڪا به تحريڪ تيستائين ڪاميابي حاصل نٿي ڪري سگهي جيستائين ان تحريڪ پنهنجي اندر بهادر ۽ مضبوط ماڻهن جي هڪ ويڙهاڪ تنظيم نه ٺاهي آهي."

"تنظيم ٺهڻ کان گهڻو اڳ زوردار پروپيگنڊا ٿيڻ گهرجي جيڪا ماڻهن کي ان تنظيم ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ ڇڪ ڪري. مان هميشه اهڙين تحريڪن جو دشمن رهيو آهيان جيڪي تڪڙ ۾ ٺهنديون آهن ۽ جيڪي پنهنجي تنظيمي ڍانچي کي تمام گهڻي اهميت ڏينديون آهن، جو ته اهڙيون تنظيمون اڳتي هلي بيهي رهنديون آهن.

تنهنڪري اهو تمام ضروري آهي ته تنظيم ٺاهڻ جيءَ خيال کي پهرين پروپيگنڊا ذريعي هر هر ورجايو وڃي، ۽ پوءِ جيڪي ماڻهو انهيءَ پروپيگنڊا جي ڪري گڏ ٿين، تن مان گهڻي خيال سان ليڊر چونڊيا وڃن. گهڻو ڪري ثابت ٿيندو ته اهي جن ۾ ظاهري طرح ڪا لياقت نه هوندي، سي قدرتي ليڊر ثابت ٿيندا.

اهو صفا غلط خيال آهي ته گهڻي علم جو هئڻ سٺي ۽ اندروني طرح طاقتور ليڊر جي ضروري نشانين مان هڪ آهي. گهڻو ڪري ان جو ابتڙ ئي حقيقت آهي. وڏو دانشور شايد ئي عظيم ليڊر به ٿيو آهي. اهي ليڊر ٿيڻ سان ملي وينديون. اهي ليڊر ٿيڻ واريون لياقتون ڪڏئين مان ڪنهن ڪڏئي ۾ سولائي سان ملي وينديون. ڪو اهڙو ڪڏئي، جيڪو پنهنجا خيالات ماڻهن کي ذهن نشين ڪرائڻ جي لياقت به رکي ٿو، تنهن وٽ ماڻهن کي سمجهڻ

جي ٿوري نفسياتي سمجهه ضروري آهي، پوءِ پل ته هُو عام قسم جومقرر هجي. اهڙو شخص بهتر ليڊر ثابت ٿيندو، ۽ نه اهو دانشور جيڪو ماڻهن کان پري ٿو رهي. نوان خيال پيدا ڪرڻ جي لياقت جو ليڊر ٿيڻ جي لياقت سان ڪوبه واسطو ڪونهي، پر جتي دانشوري، تنظيم ناهڻ، ۽ ليڊر ٿيڻ جون لياقتون ڪنهن هڪڙي شخص ۾ گڏ هجن، ته اهو قدرت جو بي بها مثال آهي. اها ان شخص جي عظمت آهي."

"جڏهن پوئلڳن جو تعداد وڌي، تڏهن هر هڪ پارٽي ۾ ننڍڙا گروهه ناهجن، جيڪي اڳتي هلي سياسي تنظيم جي جزن جي حيثيت وٺندا."

"تنظيم ۾ ڪو به فيصلو اڪثريت جي بنياد تي نه ٿيڻ گهرجي، ۽ صلاحڪار جو ڪم فقط صلاح ڏيڻ هجي. هرڪو ماڻهون پنهنجا صلاحڪار رکندو، پرفيصلو سدائين پاڻ (ليڊر) ڪندو."

"تنظيم جي هر هڪ ويڙهاڪ لاءِ انهن سمورين ڳالهين جي ڄاڻ ضروري ڪونهي. جيڪي ڳالهيون تحريڪ جي ليڊرن کي خبر آهن.

اها فوج ڪا خاص چڱي نه هوندي جنهن ۾ هرڪو فرد جنرل هجي، ۽ اها تحريڪ ڪا خاص چڱي نه چئبي جنهن ۾ هرڪو فرد دانشور هجي. تحريڪ کي گهٽ ڄاڻ رکندڙ سادن ويڙهاڪن جي به ضرورت آهي، ته جيئن تحريڪ ۾ نظم و ضبط رهي.

تنظيم جي ڪاميابي لاءِ اهو ضروري آهي ته جذباتي ماڻهن جو هڪ انبوهه ڪن سٺن دانشورن جي چئي ۾ هجي. جنهن فوج ۾ به سئو ماڻهو هجن، ۽ انهن ين سون مان هرڪو دانشور هجي، تنهن فوج ۾ نظم و ضبط جو قائم رهڻ تمام ڏکيو آهي. نظم و ضبط فقط تڏهن قائم رکي سگهجي ٿو جڏهن ين سون جي فوج مان هڪ سئو نوي ماڻهو سادي ڄاڻ رکندڙ ويڙهاڪ هجن ۽ فقط ڏهه اهڙا هجن جيڪي سٺي ڄاڻ رکندڙ دانشور هجن."

"جڏهن قوم پرست تحريڪ جو ڪو مضبوط مخالف، قوم پرستي جو ويس ڌاري، قوم پرستن کان ڪو اهڙو فيصلو ڪرائي ويندو آهي. جنهن ۾ ڪي نقطا فقط ظاهري طرح قوم پرستن جي

حق ۾ هوندا آهن، تڏهن قوم پرست تحريڪ جا ڪچا جوانڙا پنهنجا جذبات قابو ۾ رکي نہ سگهندا آهن، ۽ اهو سمجهي تہ اهو فيصلو سندن حق ۾ آهي، ان فيصلي جو آڌر ڀاءُ ڪرڻ لاءِ رستن تي نعرا هڻندا آهن. اهو قدرتي آهي.

مون اهڙا گهٽيئي واقعا ڏٺا آهن جڏهن ڪوڙن ۽ فريبي طريقن سان قوم پرستن کي پنيلايو ويو، ۽ ماڻهن جي جذباتي انبوهہ کي پنيلجڻ کان روڪڻ لاءِ تمام گهٽي قوت استعمال ڪرڻي پئي."

"جيتوڻيڪ هن حڪومت جا جج اسان جي اقدامات کي نندڻ ۾ خوشي محسوس ڪري رهيا هجن ، پر تواريخ جيڪا حق ۽ حق جي اصولن جي ديوتا آهي، ان وقت مُرڪندي جنهن وقت هُو هي فتويٰ ڦاڙي ڦٽي ڪندي، ۽ اعلان ڪندي تہ اسان معصوم آهيون ۽ اسان کو بہ ڏوهہ نہ ڪيو آهي."

"اهو دنيا جي تواريخ ۾ اڪثر ڪري ٿيو آهي تہ اهو ڏهڪاءُ جو عرصو، جيڪو ڪنهن تحريڪ جي هلڻ تي شروع ٿيو آهي، سو حڪومت جي لڪيل قانونن ۽ حڪمن سان ختم نہ ٿيو آهي، ۽ اٽلندو اهڙي ڪنهن بي ۽ نئين تحريڪ ۾ بدلجي ويو آهي جيڪا پهرين تحريڪ جهڙي ئي بهادر ۽ ضدي آهي. اها ڳالهہ شايد سرڪاري آفيسرن کي خراب لڳي، پر حقيقتن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي."

"يهودي ذهنيت وارين هڪ هزار اخبارن جي نعرن کان وڌيڪ طاقتور اهو آواز آهي جيڪو هڪڙو ٿيهہ سينٽي ميٽر وارو معمولي دستي بم ڦاٽڻ وقت ڪندو آهي، تنهنڪري هنن يهودي ذهنيت واري اخبارن کي بڪڻ ڏيو."

"ساڳئي رت جي ماڻهن کي پنهنجي حڪومت هيٺ هئڻ گهرجي. جرمن قوم کي ٻاهرين ملڪن تي حڪومت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ جو تيستائين ڪو حق ڪونهي جيستائين جرمن قوم جا پنهنجا سپوت هڪ حڪومت هيٺ گڏ نہ ٿيا آهن. جيستائين هر هڪ جرمن پنهنجي جرمن قوم جي حڪومت ۾ نہ آيو آهي، جيستائين جرمن

حڪومت هر هڪ جرمن کي پالي نٿي سگهي، ۽ جيستائين جرمن حڪومت پنهنجي ماڻهن جون ضرورتون پوريون نٿي ڪري سگهي، تيستائين جرمن ديش کي ٻاهر ملڪن تي قبضو ڪرڻ جو ڪو به اخلاقي حق ڪونهي.“

”جواني جي شروعات ۾ مون کي، هڪ ڀيري، آسٽريا ۾ قومي تحريڪ جي جدوجهد ۾ حصو وٺڻ جو موقعو مليو هو. اسان جي اسڪول ۾ اسان جي پنهنجي هڪ سوسائٽي هئي، ۽ اسان پنهنجو جذبو جرمن قوم جي قومي گل ۽ جرمن قوم جي قومي رنگن، ڪاري، ڳاڙهي، ۽ سنهري رنگن ذريعي ظاهر ڪندا هئاسون، ۽ پوءِ تمام گهٽي واهه ۽اهه ٿيندي هئي، ۽ اسان آسٽريا حڪومت جو ملڪي گانو ڳائڻ بدران، جرمن قوم جو قومي گانو ڳائيندا هئاسون، جيتوڻيڪ اسان کي ڪيترائي دفعا دڙڪا به مليا ۽ سزائون به مليون. اهڙي طرح نوجوان طبقي کي اهڙي زماني ۾ قوميت جي سياسي پرک جي تعليم ملي رهي هئي جنهن زماني ۾ آسٽريا جي نام نهاد ملڪ ۾ عام جرمن فقط جرمن ٻولي ڳالهائڻ کي ئي جرمن قوميت سمجهندو هو، مان ان زماني ۾ به قوميت جي مسئلي تي برداشت ڪندڙن مان نه هوس. تمام جلد مان انتها پسند جرمن قوم پرست ٿي ويس.“

”اهي خيال مون ۾ تڪڙو ترقي ڪرڻ لڳا، ۽ جڏهن مان پندرنهن سالن جو ٿيس تڏهن مان وطن پرستي ۽ قوم پرستي ۾ تفاوت سمجهڻ لڳس. مان قوم پرستي کي وڌيڪ چاهڻ لڳس.“

”اسان جرمن قوم جي ٻارن کي اڳيئي اهو محسوس نه ٿيندو هو ڇا ته آسٽريا حڪومت اسان جي جرمن قوميت کي پيار ڪري ئي نٿي سگهي؟“

”هن ڪتاب ۾، اڳتي، مان هن مسئلي تي چڱي طرح بحث ڪندس. هن وقت فقط اهو ٻڌائڻ ڪافي آهي ته مان جوانيءَ جي شروعات ۾ ئي هن خيال جو هوس ته جرمن قوم جي بقاءَ لاءِ

آسٽريا کي تباھ ۽ برباد ڪرڻ ضروري ھو، ۽ مان شروعات کان ئي سمجھندو ھوس تہ جرمن قوميت جو جذبو ۽ آسٽريا حڪومت سان وفاداري ڪنھن بہ صورت ۾ ساڳي ڳالھہ نہ ھئي، ۽ مون کي يقين ھو تہ آسٽريا حڪومت جي نالي ھيٺ ھئبسبرگ جو حڪمران گھراڻو جرمن قوم کي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪو آھي.“

”انھيءَ وقت بہ نتيجي ۾ مون ۾ بہ ڳالھيون ظاھر ٿيون. ھڪڙو تہ پنھنجي انھيءَ جرمن وطن لاءِ بي انتھا پيار جيڪو وطن آسٽريا جي نالي ھيٺ جرمن قوم کان ڇنل ھو، ۽ ٻيو تہ آسٽريا حڪومت لاءِ بي انتھا نفرت چو تہ آسٽريا حڪومت جي نالي ھيٺ جرمن قوم تي ڏاريا وسي رھيا ھئا.“

”سيني قومن کي گڏ رکڻ جو اھو ھڪڙو ئي طريقو ھو. نتيجو اھو ھو جو حڪومت جي تختگاھ ۾ اختيارات جو ڳتيل ميڙ ھو.“
”قدرت جي توجھہ نئين شئي پيدا ڪرڻ طرف ھوندي آھي، ۽ نہ انھيءَ شئي تي جيڪا اڳيئي پيدا ٿيل آھي. انساني زندگي ۾ اڳيئي پيدا ٿيل براين کي اسان شايد ختم ڪري نہ سگھون، چو تہ انسان جي فطرت اھڙي آھي جو سؤ مان نوانوي ماڻھن لاءِ پنھنجون برايون ختم ڪرڻ ناممڪن آھي، پر اسان يقيناً ايندڙ زماني لاءِ نون طريقن تي عمل ڪرڻ جي شروعات ڪري سگھون ٿا.“
”مان پڇڻ ٿوچاھيان تہ ڇا اسان جي وچولي طبقي جي ماڻھن کي تڏھن افسوس ۽ ڏک نہ ٿيندو آھي جڏھن ھو ڪنھن رولاڪ کي اھو چوندو ٻڌندا آھن تہ ھن لاءِ جرمن قوم جو فرد ھئڻ يا نہ ھئڻ تيستائين ڪا بہ اھميت نٿو رکي جيستائين ھن وقت پيٽ پرڻ لاءِ ماني آھي؟ وچولي طبقي جا ماڻھو رولاڪ واتان اھڙي ڳالھہ ٻڌڻ تي ھڪدم رڙ ڪري چوندا آھن تہ ھي رولاڪ قومي عزت جي جذبي کان محروم آھي، ۽ پوءِ وچولي طبقي جا ماڻھون پنھنجي جذبي جو اظھار ڪندا آھن.

پر مان پڇان ٿو تہ وچولي طبقي جي ماڻهن مان ڪيترا ماڻهو پنهنجو پاڻ کان پڇندا آهن تہ هنن جو جذبو هن رولاڪ کان بهتر چو آهي؟ مان پڇان ٿو تہ وچولي طبقي جي ماڻهن مان اهڙا ماڻهو ڪيترا آهن جيڪي پنهنجي قوم جي وطن ۽ پنهنجي قوم جي تهذيب ۽ تمدن جي عظمت جي صحيح ڄاڻ رکندڙ آهن؟ مان پڇان ٿو تہ اهي ماڻهو ڪيترا آهن جيڪي ڄاڻن ٿا تہ قوم ۽ قوم جي وطن جي عظمت محسوس ڪرڻ لاءِ قوم ۽ وطن جي تهذيب ۽ تمدن جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي؟"

"پوءِ مون اهو جلد سمجهي ورتو جنهن جي مون کي اڳ ڄاڻ نہ هئي، تہ سڀ کان پهرين قوم کي قوميائڻ ضروري آهي، تہ جيئن قوم جي فردن کي سڌارڻ لاءِ صحيح ماحول پيدا ٿئي، چو تہ جڏهن قوم جو فرد پنهنجي قوم ۽ پنهنجي قوم جي وطن جي تهذيب ۽ تمدن ۽ سياسي تواريخ جي عظمت جي ڄاڻ رکندو تڏهن هن ۾ پنهنجي اندر قوم جو فرد هئڻ تي ايترو فخر پيدا ٿيندو جو هو قوم جو فرد سڏجڻ ۽ سڏائڻ جي قابل ٿيندو."

"عوام اهڙي ڪنهن بہ ڳالهہ کي قبول نہ ڪندو آهي جيڪا اڌوري هجي ۽ جنهن مان ڪمزوري ظاهر ٿئي."

"جيئن عورت جو ذهن عقل جي ڳالهہ کان وڌيڪ جذباتي ڳالهہ جلد قبول ڪندو آهي، ۽ جيئن عورت جو ذهن ڪنهن نفيس شخص تي پنهنجو حڪم هلائڻ کان پاڻ کي ڪنهن مضبوط مرد جي حڪم هيٺ رکڻ کي سولائي سان قبول ڪندو آهي، تيئن عوام بہ طاقتور حاڪم کي ڪمزور حاڪم تي ترجيح ڏيندو آهي."

"عوام اهڙي ڳالهہ کي دل سان قبول ڪندو آهي جنهن جي مقابلي ۾ ڪا بي ڳالهہ بيهي نہ سگهي، نہ مڪمل آزادي کي. عوام کي خبر نہ پوندي آهي تہ مڪمل آزادي جو استعمال ڪهڙو آهي ۽

مڪمل آزادي ڪيئن استعمال ڪجي، تنهنڪري مڪمل آزادي ۾عوام جلد ائين محسوس ڪرڻ لڳندو آهي تہ سندن سار لهڻ وارو ڪو بہ ڪونهي. عوام پنهنجي آزادي جي حقن سان هٿ چراند تي بہ، ۽ ڏهڪاءُ تي بہ، پنهنجي اهڙي بيعزتي محسوس نہ ڪندو آهي جو بغاوت ڪري. جڏهن عوام کي سندن آزادي جي حقن سان ٿيل هٿ چراند ۽ ڏهڪاءُ محسوس ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي، تڏهن عوام سمجهي نہ سگهندو آهي تہ آزادي جي حقن سان هٿ چراند ۽ ڏهڪاءُ ڇو خراب آهن. عوام کي فقط اگهاڙي قوت ۽ ان اگهاڙي قوت جون بيرحم ڳالهيون نظر اينديون آهن جن اڳيان هو آخرجهڪندو آهي."

"ڪمزور فطرتن کي بڌي چڏڻ گهرجي تہ هي اهڙو معاملو آهي جنهن ۾ جيئرو رهڻ ۽ جيئرو نہ رهڻ جو فيصلو ڪرڻو آهي."

"دڙڪو داٻ، جيڪو فيڪٽرين ۽ ڪارخانن ۾ ميٽنگون ۽ احتجاج ڪري ڏنو ويندو آهي، سو تيستائين هميشه ڪامياب ٿيندو رهندو جيستائين ان دڙڪي داٻ جي مقابلي ۾ بہ ساڳي قوت جو دڙڪو داٻ استعمال نہ ڪيو ويندو."

"مزدوريونين جون اهي حرڪتون هيون جن ماڻهن ۾ عوامي راڄ کان نفرت پيدا ڪئي، جن ماڻهن ۾ لفظ عوامي راڄ کان بيزاري پيدا ڪئي، جن عوامي آزادي کي شرمسار ڪيو، ۽ جن انسانيت تي چٽرون ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي دڙڪا ڏيڻ شروع ڪيا تہ "جيڪڏهن اوهان اسان سان شامل نہ ٿيندا تہ اسان اوهان جون کوپڙيون ڀڃي ڇڏينداسين."

"اهي جيڪي هن تحريڪ ۾ نوان آهن، تن کي مان هر هر آگاهہ ڪرڻ ٿو چاهيان تہ انهن جي چار ۾ نہ ڦاسن جيڪي پنهنجو پاڻ کي 'خاموش ورڪر' چوندا آهن (جيڪي چوندا آهن تہ 'اسان اندروني طرح ڪم پيا ڪريون') اهي نہ فقط ڏجڻا آهن، پر بيڪار ۽ سست بہ آهن. اهو، جيڪو ڳالهہ سمجهي ٿو، اڳتي خطرو بہ ڏسي

تو ۽ ڄاڻي ٿو ته انهيءَ خطري جو علاج ڪهڙو آهي، تنهن تي فرض آهي ته 'اندروني طرح ڪم ڪرڻ' جو بهانو ڇڏي ان خطري خلاف اتي ڪليل نموني ۾ ڪم ڪري جيڪڏهن هو ائين نٿو ڪري، ته هو بد بختيءَ جي حد تائين ڪمزور به آهي، فرض شناس به ڪونهي، ۽ يا ته ڊڄڻو آهي، يا سستيءَ آهي، يا قابليت ئي ڪانهيس. پر هنن 'اندروني طرح ڪم ڪندڙن' جو طريقو ئي اهڙو آهي ته جيئن هو اهو سڀ ڪي ڄاڻن ٿا جيڪي الله ڄاڻي ٿو. هنن ۾ ڪا لياقت ئي ڪانهي، پر تنهن هوندي به هو پنهنجي فريب سان سڄي دنيا کي بيوقوف بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هي سست آهن، پر ڏيکاري اهڙي طرح ڏيندا آهن ته جيئن هو پنهنجي 'اندروني ڪم' سان وڏا وڏا ميدان پيا مارين. تورن لفظن ۾ چئبو ته هو ننگ آهن، سياسي منافع خور آهن، ۽ ديانت واري ڪم کان نفرت ڪندڙ آهن. ڪو به هڪڙو ڦڏئي، جيڪو ڪنهن ننڍڙي هوٽل ۾ اتي بيهي پنهنجي خيالن جي اظهار ڪرڻ جي جرئت رکي ٿو، سو هڪ هزار 'اندروني ڪم ڪندڙ' ميسٽن لڪل نگن کان وڌيڪ اثرائتو آهي."

## هٽلر جي پارٽي جا 25 نقطا

1- اسان چاهيون ٿا ته، 'هر ڪنهن قوم کي پنهنجي مستقبل بابت پاڻ فيصلو ڪرڻ جو حق آهي' جي بنياد تي، سڀ جرمن گڏجي هڪ عظيم جرمن ديش ناهين.

2- اسان چاهيون ٿا ته جرمن قوم کي، ٻين قومن سان ڏيتي ليتي ۽ وهنوار ۾، برابري جا حق هجن، ۽ سينٽ جرمين ۽ ورسيلز وارا صلح ناما ختم ڪيا وڃن.

3- اسان چاهيون ٿا ته اسان جي قوم جي روزي ۽ روزگار لاءِ ۽ اسان جي قوم کي آباد ڪرڻ لاءِ اسان کي ڌرتيءَ تي پنهنجو ٽڪر هجي.

4- اسان جي جرمن ديش ۾ شهريت جا حق فقط جرمن قوم جي فردن کي هوندا. فقط جرمن قوم جا فرد جرمن قومي ملڪ جا ميمبر ٿي سگهندا، پوءِ ڪٿي هو ڪهڙي بہ مذهب ۾ يقين رکندڙ هجن.

5- جيڪو جرمن قوم مان نہ هئڻ ڪري جرمن ديش جو شهري نہ آهي، سو جرمن ديش ۾ فقط مهمان جي حيثيت سان رهندو، ۽ هن تي اُهي قانون لڳندا جيڪي ڌارين لاءِ آهن.

6- جرمن ديش ۾ ووٽ ڏيڻ ۽ ونڻ جو حق فقط جرمن قوم جي فردن کي هوندو. تنهن ڪري اسان گهُر ٿا ڪريون تہ جرمن ديش ۾، هر هڪ سرڪاري نوڪريءَ تي، پوءِ اُها نوڪري ڪهڙي بہ قسم جي هجي، فقط جرمن قوم جي فردن کي مقرر ڪيو وڃي، ۽ هر ڪا سرڪاري نوڪري فقط جرمن قوم جي فردن کي ڏني وڃي.

جنهن طريقي سان پارليامينٽ وارا فقط سياسي پارٽي جي مفادن کي مدنظر رکي نوڪريون ورهائي رهيا آهن، ان طريقي کي اسان ننديون ٿا، ڇو تہ هي اخلاق ۽ لياقت صفا ڪو نہ ٿا ڏسن.

7- اسان چاهيون ٿا تہ اسان جي حڪومت جرمن قوم جي هر هڪ فرد کي روزگار مهيا ڪري ڏئي. جيڪڏهن جرمن قوم جي هر هڪ فرد کي روزگار مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ ڌارين کي ڪڍڻو پوي، تہ ڌارين کي جرمن ديش کان ٻاهر ڪڍيو وڃي.

8- ڌارين جو جرمن ديش ۾ داخل ٿيڻ بند ڪيو وڃي. اُهي هڙيئي ڌاريا جيڪي 2 آگسٽ 1914ع کان وٺي جرمن ديش ۾ ايندا رهيا آهن، تن کي چيو وڃي تہ هڪدم جرمن ديش مان هليا وڃن.

9- جرمن ديش ۾ جرمن قوم جي سپوتن کي برابري جا حق هوندا.

10- جرمن ديش ۾ هر هڪ جرمن قومي سپوت جو فرض هوندو تہ پنهنجي جسم يا ذهن کي ڪم آڻي. ڪنهن بہ فرد جي ڪا بہ حرڪت قومي مفادن خلاف نہ هئڻ گهرجي، پر هر هڪ فرد جي هر ڪا حرڪت قوم جي بهتري ۽ بهبودي لاءِ هئڻ گهرجي.

اسان تنهنڪريون چاهيون ٿا تہ:-

11- اُها ڪمائي ۽ اهي ڪمائيءَ جا ذريعا، جن ۾ محنت شامل نہ آهي، ختم ڪيا وڃن.

**وياج جي غلامي کان نجات**

12- لڙائي ۾ وڏي جاني ۽ مالي قرباني ڏيڻي پوندي آهي، تنهن ڪري، لڙائيءَ ۾ ذاتي ملڪيت ناهڻ ۽ ذاتي ڪمائي وڌائڻ کي بڇڙو گناهہ سمجهيو ويندو. تنهنڪري اسان چاهيون ٿا تہ اهڙي ملڪيت ۽ ڪمائي، جيڪا لڙائيءَ جي آڌار تي ٺاهي وڃي، تنهن کي ختم ڪيو وڃي.

13- اسان چاهيون ٿا تہ جيڪو ڪاروبار ڪمپنين جي نالن سان هلي رهيو آهي، تنهن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو وڃي.

14- اسان چاهيون ٿا تہ ٻڌي واپار يا ڪميشن مان حاصل ڪيل فائدو انهن ۾ ورهايو وڃي جن ماڻهن اهو مال ٻڌي واپاري يا ڪميشن ايجنٽ وٽ آندو.

15- اسان چاهيون ٿا تہ پوڙهن کي گذارڻ لاءِ گهٽو گهٽ ڪجهہ ڏنو وڃي.

16- اسان چاهيون ٿا تہ اسان جي سماج ۾ وچولي طبقي کي همٿائي سنو طاقتور وچولو طبقو پيدا ڪيو وڃي، ۽ وڏن واپارين جي وڏين واپاري عمارتن ۾ وچولي طبقي جي واپارين کي مسواڙ تي آباد ڪيو وڃي، ۽ ننڍن واپارين کان ٿوري مسواڙ ورتي وڃي، ۽ انهن سان خاص رعايتون ڪيون وڃن جن جو ڪم حڪومت يا ضلعي حڪام يا ننڍڙن پاڙن کي ڪاڏي جون شيون پهچائڻ آهي.

17- اسان چاهيون ٿا تہ اهڙا زرعي سڌارا آندا وڃن جيڪي قوم جي بهتري لاءِ هجن، قومي ڪمن لاءِ جيڪا زمين ورتي وڃي، تنهن جي قيمت نہ ڏني وڃي. جيڪڏهن زمين جو مالڪ ڌاريو آهي يا زمين چڱي استعمال ۾ نہ آڻيندڙ آهي. زمين تي ورتل قرض تان وياج ختم ڪيو وڃي، ۽ زمين جي خريدي ۽ وڪري واري واپار کي بند ڪيو وڃي.

18- انهن ماڻهن کي سخت سزائون ڏنيون وڃن جن جون حرڪتون قومي مفادن خلاف آهن. قوم جا ڏوهي، قورو، ۽ منافع خور ڦاسيءَ تي لٽڪايا وڃن، پوءِ ڪٽي هُو ڪهڙي به مذهب يا قوم جا هجن.

19- اسان چاهيون ٿا تہ رومن قانوني نظام، جنهن جو مقصد ملڪيت وارن جي ملڪيت بچائڻ آهي، سو ختم ڪري جرمنيءَ ۾ اهڙو قانوني نظام قائم ڪجي، جنهن جو مقصد جرمن قومي مفادن جي حفاظت ڪرڻ هجي.

20- هر هڪ لياقت پرئي ۽ محنتي جرمن لاءِ ترقي ڪرڻ ۽ وڌيڪ تعليم پرائڻ جا رستا کولڻ لاءِ تعليمي نظام کي نئين سر ٺاهيو وڃي. تعليم جو نصاب زندگي جي حقيقتن مطابق هجي. اسڪولي تعليم جو مقصد قومي حڪومت جو نصب العين سمجهائڻ هجي، ۽ ننڍڙن ٻارن ۾ سمجهہ اچڻ تي ئي ڪين اِهو سيکاريو وڃي. غريب ماڻهن جي لياقت واري ٻارن کي قومي حڪومت پاڻ پنهنجي خرچ تي پڙهائي، پوءِ ڪٽي اُهي مائٽ سماجي حيثيت ۾ ڪيئن بہ هجن ۽ سندن ڌنڌو ڪٽي ڪهڙو بہ هجي.

21- قومي حڪومت، قوم کي صحتمند بنائڻ لاءِ مائرن ۽ ننڍڙن ٻالڪن جي سار لهي، ٻارن جي محنت ڪرڻ تي بندش وجهي، جسماني عضون کي تندرست بنائڻ لاءِ آکاڙن ۽ راندين ۾ شرڪت لازمي ڪري، ۽ آکاڙن ۽ رانديگرن جي تنظيمن جي مدد ڪري.

22- پگهار دار فوج ختم ڪري قومي فوج ٺاهي وڃي.

23- سياسي ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ سياسي ڪوڙ شايع ڪرڻ خلاف قانوني جنگ ڪئي وڃي، ۽ پريس کي قومي بنائڻ لاءِ:-

(الف) جرمن ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ اخبارن جا ايڊيٽر ۽ ماتحت ايڊيٽر فقط جرمن قوم جا فرد هئڻ گهرجن.

(ب) ڌارين کي اخبارون ڪيڻ لاءِ، پوءِ ڪٽي اُهي اخبارون جرمن ٻوليءَ ۾ هجن، حڪومت کان خاص اجازت وٺڻ ضروري هئڻ گهرجي.

(ب) ڌارين کي اخبارن ۽ اخباري ادارن ۾ پئسو سيڙائڻ کان منع هئڻ گهرجي. هن قانون جي انحرافي جي سزا اخبار جي ضبطي هئڻ گهرجي، ۽ هن ڌاريي کي جرمن ديش کان ٻاهر ڪڍي ڇڏجي.

اهڙين اخبارن ڪڍڻ جي اجازت ئي نه هئڻ گهرجي جن جو مقصد قومي مفاد نه هجي، فن ۽ ادب جي انهن رجحانن خلاف قانوني ڪارروائي ڪئي وڃي. جيڪي رجحان اسان جي قومي زندگي کي ناپاڪ ڪري سگهن ٿا، ۽ انهن ادارن تي بندش وڌي وڃي جيڪي اهڙي فن ۽ ادب جي همت افزائي ۽ پنيرائي ڪن ٿا.

24- مذهب جي مڪمل آزادي هئڻ گهرجي، پر ڪنهن به اهڙي مذهب جي نه جيڪو جرمن قوميت سان ٽڪرائي يا جرمن قوم جي دل آزاري ڪري. فقط قومي مفاد کي ذاتي مفاد تي ترجيح ڏيڻ واري اصول تي عمل ڪرڻ سان اسان روحاني طرح مضبوط ٿي سگهون ٿا.

25- مٿي ڄاڻايل ڳالهيون حاصل ڪرڻ لاءِ قومي حڪومت جو مرڪزي طرح مضبوط هئڻ ضروري آهي. قومي اسيمبلي جي فيصلي کي ريٽي نه سگهجي، ۽ هر هڪ طبقي ۽ ڌنڌي لاءِ ڌار ادارو هجي، جيڪو قومي حڪومت جي مرضي مطابق عمل ڪري.

اسان جي پارٽي جا اڳواڻ قسم کڻي چون ٿا ته هُو تحريڪ کي کڻي سڌو اڳتي وڌندا، ۽ جيڪڏهن تحريڪ جي ڪاميابي لاءِ ضرورت پئي ته پنهنجي حياتيءَ تان به هٿ کڻندا.

## نقطو

پنجابي ذهنيت سمجهڻ لاءِ فقط ايترو ڄاڻڻ ڪافي آهي ته پنجابي شادي ڪرڻ لاءِ پنجاب وينڊو آهي ۽ مرڻ کانپوءِ پنهنجو لاش به پنجاب ڪٽائي وينڊو آهي. پنجابي سنڌ جي زمين تي قبضو ڪري سگهي ٿو، سنڌ تي حڪومت به ڪري سگهي ٿو، پر سنڌي نٿو ٿي سگهي.

**نقطا**

نواب مظفر ڏاريو آهي، ۽ ڪنهن بہ ڏاريي کي سنڌ جي جيل ۾ بہ رهڻ جو حق ڪونهي. نواب مظفر کي سنڌ جي حد کان ٻاهر هئڻ گهرجي.

جيڪڏهن نواب مظفر سنڌي ٻولي سکي وٺي ۽ جيڪي هُو اڄ تائين اردو ۾ چوندو رهيو آهي سو سنڌي ٻولي ۾ چوڻ لڳي، تہ ڇا نواب مظفر سنڌي سڏبو؟

جن مِلن، فيڪٽرين، اسڪولن، ڪاليجن ۽ ادارنِ ۾ سنڌي پنجاهہ سيڪڙو کان وڌيڪ آهن، تن مان بہ ڏارين کي ڪڍي سنڌين کي آندو وڃي، تہ جيئن هر هنڌ سنڌي سؤ سيڪڙو ٿين.

اُهي فيڪٽريون، مِلون، اسڪول، آفيسون، ڪاليج، ۽ ادارا بند ڪري ڇڏجن جن ۾ سنڌي پنجاهہ سيڪڙو کان گهٽ آهن، اهي فيڪٽريون مِلون، اسڪول، ڪاليج، آفيسون ۽ ادارا وري تڏهن کولجن جڏهن سنڌين جي ايندڙ نسلن کي روزي ۽ روزگار لاءِ انهن جي ضرورت پوي.

سنڌ ۾ ڪا بہ فيڪٽري يا مِل تيستائين نہ لڳائي وڃي جيستائين سنڌين کي مزوري ۽ روزگار لاءِ بہ انهن جي ضرورت ڪانهي.

ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪو بہ نئون اسڪول يا ڪاليج تيستائين نہ کوليو وڃي جيستائين سنڌين جي گهٽائي نہ ٿي آهي.

هر ڪا قوم پنهنجي قوميتِ جون حدون پاڻ مقرر ڪندي آهي.

هر ڪا قوم پنهنجي قوميت جون دائرو پاڻ مقرر ڪندي آهي.

سنڌي قوم لاءِ سنڌي اهو آهي جنهن جي ذهنيت سنڌي آهي.

اهو ڏاريو، جيڪو سنڌي نٿو ڄاڻي، سو خطرناڪ آهي. پر اهو ڏاريو، جيڪو سنڌي ٻولي ڄاڻي ٿو، سو وڌيڪ خطرناڪ آهي، ڇو تہ هوُ سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي ڏاري ذهنيت جو پرچار ڪري سنڌين کي پاڻ ۾ ويڙهايو ڇڏي.

# تواريخي ڳالهيون

ياد رکڻ گهرجي تہ عربي ٻوليءَ ۾ "ڄ" جو اچار بہ ڪونهي ۽ "ڄ" جو اکر بہ ڪونهي، تنهن ڪري اهو ممڪن ئي ناهي تہ عربي ٻوليءَ ۾ ڪو اهڙو ڪتاب هجي، جنهن جو نالو "چچنامو" هجي، هاڻ ٿارزن حضرات بنا ڪنهن سبب جي بحث ڪندا تہ حليم غلط ٿو چوي، عربن جي خوشامد ۾ سنڌي تواريخ نويس راجا ڏاهر تي غليظ ۽ ڪنا بهتان هڻندا رهيا آهن. ثابتيءَ لاءِ هو غئبي ڪتاب "چچنامي " ڏانهن اشارو ڪندا آهن، جنهن جو وجود ئي ناممڪن آهي، مان ورجايان ٿو تہ جنهن سنڌ تي محمد بن قاسم حملو ڪري آيو هو تنهنجو حاڪم گهراڻو بروهي هو، جيتوڻيڪ ماڻهن جي گهڻائي بلوچ نسل جي هئي.

ياد رکڻ گهرجي تہ عربي ٻوليءَ ۾ "گ" جو اکر بہ ناهي ۽ اچار بہ ناهي ۽ تنهن ڪري عرب ماڻهو "آگور" کي الور لکندا هئا. اهو "آگور" راجا ڏاهر جي گادي جو هنڌ هو، جيڪو ڪراچيءَ کان گوادر ويندي رستي تي ايندو آهي. اها فقط چرياڻپ جي سوچ تي سگهي ٿي تہ محمد بن قاسم واري منجنيق گوادر ويجهو جيوڻي وٽ بندر تي لڳي هجي ۽ سوين ڪوهہ ڪري سکر ضلعي ۾ الور پهتي هجي. انهن سنڌي تواريخ نويسن مون کي بہ توائي.ڪري ڇڏيو هو ۽ پاڻ بہ سکر واري الور راجا ڏاهر جي راڄڌاني سمجهڻ لڳو هوس. مان تہ توائي ليڪڪ رهيو آهيان، پر مون وٽ ڪوڙ ڪونهي. غلطي تہ ڪو بہ ڪري سگهي ٿو. سنڌي پڙهندڙن کي سنڌي تواريخ نويسن هندستان ۽ سنڌ جي تواريخ ابتي پڙهائي، ايتري قدر جو سنڌي پڙهندڙن جي ذهنن تي اهڙي ڪٽ چڙهي وئي، جو ڪا بہ نئين سوچ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن. هنن جڏهن

به ڪا تواريخ لکي ته ان جو نالو سدائين ”سنڌ جي مختصر تاريخ“ يا ”سنڌي ادب جي مختصر تاريخ“ رکندا رهيا آهن، تواريخ پڙهڻ ۽ سمجهڻ آرٽ آهي، جنهن کان هي ڪورا رهيا آهن. اوهان کي پڙهايو ويو ته هندستان جا اصلوڪا رهاڪو اڻ آريا هئا. جيڪي اڻ سڌريل هئا جن کي آريا ماڻهن اچي سڌاريو، اها ڳالهه غلط آهي. هندستان جا اصلوڪا رهاڪو اڻ آريا سڌريل ماڻهو هئا. جن وٽ ٻني ٻاري واريون بينڪون هيون، اڻ سڌريل دراصل اهي آريا هئا. جيڪي اتر اولهه ۽ اولهه پاسي کان گهوڙن تي چڙهي هندستان ۾ داخل ٿيا. هي رولو قوم هئا ۽ هنن وٽ ڪو به گهر گهاٽ نه هو پر تمام گهڻو دير سان آيا. ضروري ڪونهي ته اهو خيال صحيح هجي ته هندو ڌرم جا چار ويد آريا ماڻهن سنڌو نديءَ جي ڪپ تي لکيا هئا. هندو ڌرمي ڪتاب ۽ ويد ايترا ته آڳاٽا آهن جو اهي فقط هندستان جي اصلوڪن رهاڪن آڻ آريا جا ئي لکيل ٿي سگهن ٿا ۽ ائين بلڪل آهي، سوال هيءُ آهي ته سنسڪرت ٻولي هندستان مان نڪري اولهه ڏانهن وڌي ويئي هئي يا اولهه پاسي کان اچي هندستان ۾ داخل ٿي هئي؟ ورجايان ٿو ته آريا ماڻهو گهڻو دير سان آيا هئا.

ڏهه پندرهن هزار ورهه اڳ ايشيا ۾ ماڻهن جي وسندي فقط ڏاکڻي هندستان ۾ هئي، باقي سمورو هندستان خالي هو، جيڪي ماڻهو ڏاکڻي هندستان ۾ ويٺل هئا، سي آهستي آهستي هوريان هوريان اتر طرف وڌڻ لڳا. ڏهه هزار ورهيه اڳ تائين ماڻهو هندستان جي اڄوڪي ڪرناٽڪا رياست واري ايراضي ۾ داخل ٿيڻ لڳا. جتي ”هالار“ نالي جي آڳاٽي بينڪ اڄ به موجود آهي. انهيءَ هالار واري ايراضيءَ کان ماڻهو مختلف وهڪرن ۾ مختلف طرف ڦهلجڻ لڳا. ٻين وهڪرن سان پنهنجو واسطو ڪونهي، پر جيڪو وهڪرو هندستان جي اولاهين ساموندي ڪناري سان هلندو آيو سو پاڻ لاءِ اهم آهي. ماڻهن جي قدرتي لڏپلاڻ ۽ سندن ڦهلجڻ وقت وٺندڙ سلسلو آهي. صديون به وٺيو وڃي ۽ هزارين سال به وٺيو وڃي. اهي هالاري ماڻهو جن جي واڌ هزارين ورهيه اڳ ڪرناٽڪا

جي هالار کان شروع ٿي هئي تن اهو هالا جوڙيو جيڪو سنڌ ۾ آهي، اڄ به سنڌ ۾ هالاري ميمڻ موجود آهن. مطلب ته جيڪي ماڻهو ڏهه پندرنهن هزار ورهيه اڳ ڏکڻ هندوستان ۾ رهيل هئا. اهي وقت گذرڻ سان اتر ڏانهن واڌ ڪندا هليا، جيڪي ماڻهو ڪرناٽڪا ۾ داخل ٿيا، سي هالار مان لنگهندي گجرات ۽ ڪانيا واڙ تائين ڦهلجي ويا. جن مان هڪڙو وهڪرو سامونڊي ڪناري سان گڏ هلندي سورت وٽ لوئل ۾ پهتو، اهو لوئل واري آڳاٽي بينڪ موهن جي دڙي واري بينڪ کان تمام گهڻو آڳاٽي آهي. اهي ڏاکڻي هندستان جا ماڻهو هئا، جيڪي هزارين ورهين ۾ وڌندي سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويا، ماڻهن جو جيڪو وهڪرو هالار کان لوئل پهتو، سو مارواڙ کان راجستان ۾ داخل ٿي ڦهلجڻ لڳو، جتان گهڻو پوءِ اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضي ۾ داخل ٿيڻ لڳا، اهي سميجا، ڪوريجا، ڏاريجا، ناريجا ۽ جوڻيجا سڀئي راجستاني راجپوت ذاتيون آهن. هنن جي اصلوڪي ٻولي مارواڙي آهي، جنهن تان هي ورهين کان هٿ ڪنيو وينا آهن. انهن قومن جي جوانن کي جيڪڏهن خاطري گهرجي ته پنهنجن وڏن کان پڇن مون عبدالقادر جوڻيجو کان به پڇيو هو ۽ پنهنجن سميجا دوستن کان به پڇيو هو.

هالار ۽ لوئل کان هليل ماڻهن جي هڪ شاخ سڌو اتر ڏانهن وئي، اها شاخ جو ته گجرات ۽ ڪانيا واڙ مان لنگهي هئي، تنهن ڪري ڪانياواڙي ثقافت ۾ شاهوڪار هئي، اها ئي شاخ هئي، جنهن ڪيئي صديون پوءِ موهن جي دڙي واري ثقافت جو بنياد رکيو، موهن جي دڙي جو نڪ نقشو اهو ساڳيو آهي، جيڪو لوئل واري بينڪ جو آهي. اهو غلط آهي ته موهن جي دڙي جو اثر لوئل تي هو، حقيقت اها آهي ته موهن جو دڙو لوئل ۽ ڪانيا واڙ جي اثر هيٺ هو، ثقافتي لحاظ کان موهن جو درو ڪانياواڙ جي ثقافت جي ماتحت هو، هاٿي ڪانيا واڙ ۾ هو، جنهن جون ٽڪيون موهن جي دڙي وٽ سڪي وانگي هلنديون هيون. اهو ياد رکڻ گهرجي ته موهن جي دڙي جو ڪو به واسطو يا تعلق انهيءَ آڳاٽي سنڌ سان نه هو، جنهن تي محمد بن قاسم ڪاهه ڪري آيو هو، موهن جي دڙي

جي اسڪرپٽ جي ڇاپي سوراشتره ۾ ملندي، آڳاٽي سنڌ جو به پنهنجو اسڪرپٽ هو، اهو ناممڪن آهي ته ايڏي وڏي حاڪميت وٽ لک پڙهه لاءِ ڪو اسڪرپٽ ئي نه هجي.

جيئن ته مون موهن جو دڙو به نه ڏٺو آهي، تيئن مون گوادر به نه ڏٺو آهي، مان نٽو سمجهان ته مان اهي بئي هنڌ ڏسي سگهندس. جيئن عظيم چانڊيي مون کي يقين ڏياريو هو ته موهن جي دڙي بابت منهنجيون ڳالهيون درست آهن، تيئن مون کي جڳديش به يقين ڏياريو آهي ته گوادر واري ايراضي بابت منهنجي ڳالهين ۾ وزن آهي، منهنجو چوڻ آهي ته اها گوادر واري ايراضي هئي، جتي ديبل بندر هو جو اتي پهاڙن جي اوٽ ۾ عربن جا باد بان ٻڌل ٻيڙا سولائيءَ سان لنگر انداز ٿي آرام سان بيهي سگهندا هئا. عربن جا بادبان ٻڌل سامونڊي ٻيڙا، جڏهن گوادر (جيوٽي) واري ايراضي ڇڏيندا هئا ته سڌو سورت ۾ لنگر انداز ٿيندا هئا. ڪراچي وغيره سان هنن جو واسطو نه هوندو هو، جو اتي هوائن جي زور کان بچڻ لاءِ ڪنهن به پهاڙ جي اوٽ نه هئي. اُهو زمانو بادبان ٻڌل سامونڊي ٻيڙن جو هو. آڳاٽي سنڌ جنهن تي محمد بن قاسم حملو ڪيو هو، سا هندو ڌرم سان وابسته (لاڳاپيل) هئي ۽ موهن جي دڙي جا ماڻهو ٻڌ مت جا پوڄاري هئا. منهنجو خيال آهي ته مان گهٽي ڪوٽ ڪري ويو آهيان. منهنجي مرضي آهي ته هاڻي مان ڪنهن بادشاهه جي ڳالهه ڪريان، ڪنهن زماني ۾ ڪنهن ملڪ تي ڪو بادشاهه حڪومت ڪندو هو. نالو ته بادشاهه جو هو پر حڪم دراصل سندس زال جو هلندو هو، جنهن کي ملڪ جي رعايا راڻي چوندي هئي، جنهن تان بادشاهه کي چڙ لڳندي هئي، پر ڪجهه نٿي سگهيو، جو راڻي سندس حقو پاڻي بند ڪري ڇڏي ها، في الحال اها آکاڻي ايتري ڪافي آهي. مرڻ وقت اوهان کي پلاٽو، ساڪريٽس، ڪارل مارڪس وغيره ياد نه ايندا ۽ نه وري هسٽري يا جاگرافي ياد ايندي، مرڻ وقت اوهان فقط ساهه جهلي انتظار ڪندا ته هاڻ ڇا ٿئي؟ جڏهن مان انهن ٺنهي مرحلن مان لنگهي پار ٿيندس ته منهنجي انهن ڪالمن ۾ جان اچي ويندي جو مان آسماني راز

سپيئي انهن ڪالمن ۾ لکي ٻڌائيندس تہ مون سان ڪهڙي ويڌن تي، الائجي ڇو ليکڪن جو خيال هوندو آهي تہ سندن موت ڪي ڪا خاص اهميت هوندي ۽ هنن جي موت ڪي عام ماڻهن جي موت وانگي در گذر نہ ڪيو ويندو. اها غلط فهمي ختم ٿيڻ گهرجي، موت وٽ وڏي ننڍي يا ليکڪ ۽ تيس مار خان جو تفاوت ناهي ڪندو، جڏهن موت جي ڳالهہ ايندي آهي، مون کي عمر خيام ياد ايندو آهي. مون وٽ پنهنجي ڇپايل ڪتاب جي بہ ڪاپي ناهي. مون جڳديش کان گهري آهي، جيڪڏهن مون کي ملي وئي تہ ان ڪتاب جو سنڌي ترجمو انهن ڪالمن ۾ ڏيندس. دراصل مون وٽ لکڻ لاءِ ڪجهہ رهيو ناهي. تنهنڪري ماضي ۾ لکيل ڳالهيون ياد پيون اچن جڏهن مون ۾ نواڻ هئي. جيڪڏهن اهي ڪالم ڪنهن صاحب وٽ هجن تہ مون تائين پهچائي. انگريزي جو پروفيسر منو هالاڻي زماني کان مون سان نہ مليو آهي. مان نٿو سمجهان تہ مون ڪيس ڏکويو آهي، مون کان جا وڏي غلطي ٿي وئي سا هي هئي تہ مون پنهنجن انگريزي ڪتابن جون ڪاپيون ولي رام وليپ تائين نہ پهچايون هيون، منهنجا سپيئي ڪم آڏا ابتا هئا.

# اھو سادو ماڻھو!

سنڌالاجي ۾ محمد قاسم ماڪا مون کي الائجي ڪھڙي ڳالھ تان دٻايو ھو، مون کي گھٽا دڙڪا ڏنائين جيڪڏھن مان جسماني طرح مئل نہ ھجان ھا تہ شايد ڏڪ بہ ھڻتي ھا، مون سمجھيو تہ ماڪا مون کي ڊائريڪٽر مئڊم مھتاب راشديءَ جي چئي تي دٻايو آھي ۽ مون سڌو وڃي ميڊم کي چيو، ميڊم چيو تہ سندس ڪو بہ واسطو انھيءَ ڳالھ سان نہ ھو، نتيجو ڇا ٿيو؟ نتيجو اھو ٿيو تہ مان ميڊم مھتاب جي نظرن ۾ ڪري پيس. ائين مان پنھنجن افعالن سان اھي سڀيئي وڻ ساڙيندو آيو آھيان. جن جي ڇانءَ ۾ مان اُس کان بچندو ھوس. گھٽو پوءِ جڏھن مون کي ماڪا مليو تڏھن تمام سٺي نموني مليو ۽ مان خوش ٿي ويس، ڪم تہ منھنجا آڏا ابتا ھئا پر مون ميڊم کي ڪلايو بہ گھٽو ھو: ميڊم جيڪا مدد منھنجي ٻارن جي ڪئي، سا اسان کي اجا تائين ياد آھي.

شيطان ۽ آدم وارو معاملو معمولي ڳالھ ناھي، حضرت آدم عليہ السلام بہ الله تعاليٰ جو چيو نہ مڃيو ھو، پر ھن پنھنجي غلطي محسوس ڪئي ۽ معافي گھري، شيطان جي انڪار ۾ تڪبر ۽ غرور ھو. مون جيڪي غلط ڪم ڪيا، تن ۾ منھنجو غرور ۽ تڪبر شامل ھو، مون کي منھنجو ڪو بہ اھڙو ڪم ياد نٿو اچي، جنھن ۾ منھنجي ترڙائپ شامل نہ ھجي. الله تعاليٰ جي حڪم تي سڀيئي فرشتا حضرت آدم عليہ السلام اڳيان سجدي ۾ ڪري پيا سواءِ شيطان جي. آدم اڳيان نہ جھڪڻ اھو ڏوھ آھي، جيڪو ابليس ڪيو. مون ڪافي ڪتاب پاڻ ڇپرايا، پر مون ڪنھن بہ ڪتاب لاءِ ڪو بہ ديپاچو ڪنھن وڏي حيثيت واري ڪان نہ

لکرايو. فقط هڪڙو ڪتاب جنهن جو نالو ياد نہ آهي، تنهن لاءِ مون ميڊم مهتاب کان ديباچو لکرايو هو.

اهو پلا ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ پنجاب صوبو ڪالاباغ ڊيم تان هٿ ڪڍي ويو هجي؟ منهنجو خيال آهي تہ منهنجي نظربندي ڪئي وئي آهي، جيئن سنڌ صوبي کي ٿر آباد ڪرڻ جو فڪر آهي، تيئن پنجاب صوبي کي چولستان آباد ڪرڻ جو فڪر آهي، مان سياستدان ڪڏهن کان ٿيون آهيان، جو ڪالاباغ ڊيم جي ڳالهہ پيو ڪريان؟ مون هڪڙو خواب ڏٺو آهي. مون ڏٺو آهي تہ بياس ندي ڦري گهري راجستان کي آباد ڪندي ٿر کي آباد ڪري ننگرپارڪر مان لنگهندي سمنڊ ۾ وڃي چوڙ ڪندي. هن خواب جي تعبير اوهان ڏسندا، بياس نديءَ کي سنڌي تاريخ نويس وياس لکندا هئا. اوهان ننگرپارڪر کي غور سان ڏسو، ڪنهن زماني ۾ اتان بياس ندي لنگهندي هئي. دراصل بياس نالو غلط آهي، حقيقي اصل اچار وياس آهي. منهنجون ڳالهيون آسماني ناهن. مون سنڌ جي تاريخ کي چڱي طرح اتلايو پٽلايو آهي.

منهنجي هڪڙي دوست قمر سميجو جي بدلي ڪراچي کان حيدرآباد فقط ان ڪري ٿي هئي تہ جيئن هو صاحب مون کي عمرو بہ ڪرائي، منهنجو علاج بہ ڪرائي، منهنجي دل جي آپريشن بہ ڪرائي، مون کي سنڌي واٽ تي بہ بيهاري جڏهن هن اهي سيئي ڪم ڪري ڇڏيا. تڏهن هن جي بدلي وري ڪراچي ٿي وئي. هن کي ڄاڻ ناهي تہ مان سنڌي واٽ تان وري بہ ٿڙي ويو آهيان. منهنجو ڇا ٿيندو؟ پوٽيون ڻهنديون يا منهنجو قيمو ٿيندو؟ فقط رب ٿو ڄاڻي تہ منهجو ڇا ٿيندو. جيڪڏهن مون فارسي شاعر حافظ جي شاعري جو بہ ترجمو ڪيو هجي ها تہ مان اڄ امن ۽ شانتي ۾ هجان ها. شاعريءَ ۾ فارسي شاعري جو جواب ناهي..شاهہ لطيف جا شعر جي پڙهڻا هجن تہ سوجهري کان پڙهو، هڪڙو هڪڙو لفظ مڪمل زيرن زبرن سان اچاريندو آهي. شاهہ لطيف بابت منهنجو دماغ سوجهري نڪاٽي آندو آهي. ولي رام ولڀ کان مون ڪنهن زماني ۾ پڇيو هو تہ اهو ولڀ ڇا آهي؟ هن صاحب چيو هو تہ سندس وڏا بہ

پنهنجن نالن سان ولپ لکندا هئا. گهڻو پوءِ جڏهن مون هندستان جي تاريخ پڙهندي ڪاٺياواڙ جي تاريخ پڙهي ته مون کي ڄاڻ پئي ته ولپ گهراڻو سوراشٽر جي حاڪم گهراڻن ۾ وڏو نالو هو، پاڻ ڪاٺيا واڙ چوندا آهيون پر اصل ۾ نالو ان ايراضيءَ جو سوراشٽر آهي، ولي رام جهڙو تڏو ۽ سمجهو ماڻهو مون کو بيو ناهي ڏٺو. ڪتابن جا ترجما ڪرڻ لاءِ بي انتها صبر کپي، ولي رام گهٽ ۾ گهٽ به پنجاهه سٺ ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن. هندي تي سٺي مهارت اٿس پر مجيندو نه. مان پاڻ ٿورڙي هندي سکي ويو هوس، جا مون کان وسري وئي.

جڏهن ڪو بروهي ڳالهائيندڙ ملندو آهي ته مان شرمسار ٿيندو آهيان، جو مون کي بروهي ٻولي ڳالهائڻ نٿي اچي. ”ارغ ڪنيس“ معنيٰ ماني کائيندي ۽ ”ڪان بروهي بفق“ معنيٰ مون کي بروهي نٿي اچي. ”مونو“ چئبو آهي پئسي کي ۽ ”باسونو دير“ چئبو آهي گرم پاڻي کي. بس ائين به چار لفظ سکي ويو آهيان. زمانو بدلجي ويندو آهي، دنيا بدلجي ويندي آهي، هي ڪالم لکندي لکندي مون کي ياد ڪرڻو پوندو آهي ته مان ڇا اڳي چپائي چڪو آهيان ته جيئن ورجاءُ نه ڪريان. پر ته به ورجاءَ ٿي ويندو آهي. جنهن کي عام طرح ميوزڪ جو سرگم چئبو آهي، سو به بروهي اکرن سان جڙيل آهي. اوهان ڪنهن به پوڙهي بروهيءَ کان پڇو ته ”ساري، گاما، پا، دا، ني سا“ جو مطلب ڇا آهي ته هو صاحب پهرين ته ڪنفيوزڊ ٿي ويندو، پر جڏهن اوهان چوندا ته ”ساري، گا، ما، پا، ني، دا، سا“ جو مطلب ڇا آهي ته هو صاحب اوهان کي ٻڌائيندو ته ان جو مطلب آهي ته“ منهنجا پيارا تون منهنجي پويان ائين چوندو اچ، جيئن مان پيون چوان“ ماڊرن بروهي جو رنگ ڍنگ ڪجهه بدليل آهي.

آمريڪي ڪتابي دنيا ۾ جيمس مچنر جو نالو تمام وڏو آهي، اسي پنجاسي ورهين جي ڄمار تائين باقائده تحقيقاتي قسم جا تاريخي ڪتاب لکندو رهيو. نوي ورهين جي عمر ۾ هن چار ڪتاب لکڻ جو پروگرام ناهيو، جنهن مان پهرين ڪتاب جو ديباچو

ڪجهہ هن ريت آهي: ”اسان ٻار هئاسين جڏهن اسان جي گهرن
ويجهو هڪڙو تمام گهڻو پراڻوصوف جو وڻ هو. جيڪو صوف
ڏيڻ بند ڪري سڪي پوڻو ٿي ويو هو. هڪڙي ڏينهن اسان ڏٺو تہ
هڪڙو پوڙهو انهيءَ پوڻي وڻ ۾ ٻاڙ وٽ پراڻا ۽ زنگ ڪاڌل وڏا
ڪوڪا پيو هڻي، اسان پڇيو تہ هو ڇا پيو ڪري؟ هن جواب ڏنو تہ
مان هن وڻ ڏانهن نياپو پيو موڪليان. پوءِ انهيءَ سال اسان ڏٺو تہ
انهيءَ سڪل پوڻو ٿيل وڻ تمام گهڻا سنا ۽ منا صوف جهليا. مان
پاڻ بہ پنجاسي ورهين جي ڄمار ۾ سڪل ۽ پوڻو ٿيل صوف جي
وڻ وانگي آهيان ۽ منهنجي جسم ۾ پڳل يا ڪسڪيل هڏن جي جاءِ
تي ڌاتوئي اوزار لڳل آهن ۽ منهنجن ڏندن مان بہ ڪن جي جاءِ تي
ڌاتوئي ڏند لڳل آهن، تنهن ڪري مان بہ پنهنجي عمر جي آخري
حصي ۾ سنا ڪتاب ڏيندس“. اها مٿي لکيل ڳالهہ جيمس مجنر جي
آهي. مان جيمس مجنر نہ آهيان ۽ نہ مان ايترو گهڻو پوڙهو آهيان.
مون کي فقط زماني جي گردش ماري اپاهج ڪري ڇڏيو آهي، پر
منهنجو خيال آهي تہ مان شايد ڪجهہ سٺو لکي وڃان.

هڪڙي ننڍڙي آکاڻي آهي، آسڪروائلڊ جي، جيڪا ڪجهہ
شعر وانگي آهي، پاڪ صاف ستري ڳالهہ آهي، اها عجيب ڳالهہ
آهي، پاڪ صاف ۽ ستري لکڻين باوجود بہ آسڪر وائلڊ پنهنجي
حياتي جي آخري دور ۾ ذليل ۽ خوار ٿي جيل ويو ۽ ستن سالن
کانپوءِ جڏهن جيل مان نڪتو تہ جيل جي در تي ڪو بہ ماڻهو ڪيس
وٺڻ بہ نہ آيو ۽ ها جيڪڏهن اوهان مارڪ ٽئن جي ڊگهي آکاڻي ”دَ
مستيريس استرينجر“ نہ پڙهي آهي تہ پڙهي وٺو، اها آکاڻي بہ مان
اوهان لاءِ ترجمو ڪندس.

# قبوليت

اوهان اهو ماڻهو ڏٺو آهي، جيڪو گهٽن ئي ضدي ماڻهن جو مجموعو آهي؟ مون اهو ماڻهو ڏٺو آهي، اهو مان آهيان ۽ مان انهيءَ عذاب ۾ آهيان جيڪو ان ماڻهوءَ لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي.

مان ضدي هوس، منهنجو دماغ خراب هو، جنهن ڪي هَٺ چئبو آهي، سو منهنجي رڳ رڳ ۾ سمايل هو، پنهنجي ليکي مان وڏو داناءُ، عقلمند، فلسفي، سمجهو ۽ وڏو ليکڪ هوس. اڄ مان ڄاڻان ٿو ته مان بنهه چسُ، ٺرڙو ۽ بيوقوف هوس. مون وٽ ته نالي ماتر به صبر نه هو، پاڻ لاءِ ته گڏهه فقط هڪڙو جانور آهي، پر اڄ مان انهيءَ صبر لاءِ واجهايان ٿو، جيڪو گڏهه جو ورثو آهي.

منهنجو ذهن غلط هو، ماڻهن جي واهه واهه منهنجو ذهن وڏيڪ خراب ڪيو، مان آپي کان نڪرندو ويس. جنهن کي مزاح جي رڳ چئبو آهي، سا منحوسيت جي پهرين ۽ مڪمل نشاني آهي. اڄ مان سوچيان ٿو ته ڪاش مون وٽ مزاح جي رڳ نه هجي ها، ڪاش مون کي مزاح جي سمجهه نه هجي ها، ڪاش مان ڪند ذهن هجان ها، ڪاش مان چوپڙيون به پڙهيل نه هجان ها، ڪاش مان نپٽ جاهل هجان ها، ڪاش مان ليکڪ بدران موچي يا ڀاريدار هجان ها ۽ ڪاش مان ذهن ۽ زبان هلائڻ بدران هٿ جو پورهيو ڪندڙ هجان ها.

جنهن کي عقل چئبو آهي، سو اها ڇُري ۽ چاقو آهي، جنهن سان پنهنجو ئي هٿ وڍبو آهي، مون پنهنجي عقل سان پنهنجو تن ۽ من وڍي ذرا ذرا ڪري ڇڏيو ۽ هاڻ مان مٽي کي هٿ ڏيو ويٺو آهيان، مون کي ته پينون فقير ٿيڻ جي وات به نٿي سجهي. جن پنهنجي مائرن ۽ پيئرن کي پيار ڏنو ۽ هنن جي عزت ڪئي، سي سوچي به نه

سگهندا تہ مون پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ کي ڪيترو عذاب ڏنو، مون ٻنهي جي بيعزتي ڪئي، جو مان ٽرڙو هوس ۽ سدائين آپي کان ٻاهر هوندو هوس. مون ٻنهي کي ڏک ڏنا، پنهنجن پائرن ۽ پيٽن لاءِ بہ مان عذاب هوس. ماڻهن ليکي مان مان وارو ليکڪ آهيان.

اوهان چوڏاري نظر ڦيرايو سکيا سنهنجا فقط اهي آهن جن ماءُ پيءُ ۽ مٽن مائٽن کي مان ڏنو، چو تہ مان پنهنجي ليکي وڏي شيءِ هوس، تنهن ڪري مون وٽ انهن لاءِ وقت نہ هو، جن کي پنهنجو چئبو آهي.

منهنجي اندر ۾ منهنجي هنيانءُ تي هڪڙو ڊپ وينل آهي، خوفناڪ ۽ هئبتناڪ ڊپ اهڙو ڊپ جنهن جو اوهان اندازو بہ نٿا ڪري سگهو.

منهنجي گهر جي ڳالهين سان اوهان جو واسطو ناهي، جيڪڏهن منهنجو اولاد منهنجو هوندي بہ مون سان گڏ ناهي تہ اها ڪا خاص حيرت جي ڳالهہ ناهي، چو تہ مان بہ تہ پنهنجي پيءُ سان سندس موت وقت بہ گڏ نہ هوس. پليتائپ جي حد هوندي آهي، پر مان سيئي ليڪا لنگهي ويو هوس.

پر ڳالهہ آهي دنيا داريءَ جي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر سائين رشيد احمد شاهہ ۽ رجسٽرار صالح راڄڙ جو ڪو بہ ڏوهہ نہ هو، منهنجو دماغ خراب هو، منهنجا ڏينهن خراب هئا، منهنجو نصيب خراب هو، اڄ مان چاڻان ٿو تہ هو ٻئي صاحب سنا هئا ۽ مان پنهنجي ڪل کان ٻاهر نڪري ويو هوس. ٽرڙائپ جي بہ حد هوندي آهي، پر مان ناز نخرن جو پاليل هوس. جنهن کي اک جو شرم يا حيا چئبو آهي، تنهن کان مان ڪورو هوس، نئڙت منهنجي فطرت ۾ ئي نہ هئي. جڏهن مظهر الحق صديقي صاحب مون کي چيو تہ مان سندس سيڪريٽري ٿيان تڏهن مون بيشرميءَ سان ائين انڪار ڪيو، جيئن مان ڪو گورنر هوس. اها ڳالهہ تڏهن جي آهي، جڏهن هو صاحب پهريون پيرو وي سي ٿي آيو هو، اڄ جي مان پڇتايان ٿو تہ اهو پڇتاءُ منهنجي ڪهڙي ڪم جو، منهنجو اندر ٿو ڦاٽي.

لکڻ ۾ چيچڙ ٻئي غلط ڪم آهن جو ليڪڪ کي غلط فهميءَ ۾ وجهيو ڇڏين ته هو ڪا تمام وڏي شيءِ آهي، پنهنجو نالو اخبار ۾ ڏسي مان سمجهندو هوس ته مان ڪو تمام وڏو ماڻهو آهيان، جڏهن مان سسپيند ٿيو هوس، تڏهن مون مسعود لوهار کان پڇيو هو ته منهنجو سسپيند ٿيڻ اخبار لاءِ نيوز ٿي سگهي ٿو؟ مسعود ان زماني ۾ هڪ سنڌي اخبار سان لاڳاپيل هو، هن چيو ته ”ها“ ۽ پوءِ منهنجو دماغ خراب ٿيندو ويو.

اهي ۽ اهڙيون هزارين ڳالهيون منهنجي دل تي نانگن وانگي چڙهيل آهن. مون تمام گهٽيون زيادتيون ڪيون. لڪان ان ڪري پيو ته جيئن ڪو ٻيو ليکڪ ڪنهن غلط فهميءَ ۾ نه پئي. منهنجو وس پڄي ته مان اهو قلم ئي ٽوڙي ڇڏيان جنهن سان مون پهريون اکر لکيو هو.

# پئسو

مون وٽ پئسو ڪونهي، ڇو تہ مون ڪڏهن بہ پئسي جو قدر نہ ڪيو، مون وٽ فقط منهنجيون لکيتون هونديون هيون، جيڪي مان پاڻ پنهنجن پئسن سان ڇپائي ورهائي ڇڏيندو هوس.

پئسا وٺڻ مون کي اوپرو لڳندو هو، منهنجي دماغ جي خرابي هئي جو مان پاڻ کي پئسي کان مٿانهون سمجهندو هوس. هاڻ ٻڍاپي ۾ مان ڄاڻان ٿو تہ بچاءُ ۽ بقا جو پڻ بنياد پئسو آهي. بجلي جو بل ايندو آهي تہ مان ڏکيو وڃان. جڏهن بل نہ آندو آهي تہ مان ڏکيو وڃان تہ ڇو بل اڃا نہ آيو آهي. بجليءَ جو ڪنجي وڃڻ وڏي ۾ وڏي سزا آهي، مون اونده ڏني آهي. تنهن ڪري مان اونده کان ڊڄان ٿو.

منهنجيون جنگهون ۽ اکيون جواب ڏيئي رهيون آهن. تنهن ڪري مون لاءِ پئسي جي اهميت وڌندي پئي وڃي. مان هيسجي ويو آهيان ۽ بي انتها ڊنل آهيان. جيڪي چوندا آهن تہ پئسو هٿ جي مير آهي تن غربت ناهي ڏٺي، جيڪي چوندا آهن تہ پئسو تہ خراب عورتن وٽ بہ هوندو آهي، تن پئسو نہ ڏٺو آهي. مون وٽ ڪيئي ڀيرا پئسو آيو ۽ ڪافي مقدار ۾ آيو، پر مان بدافعالو هوس، منهنجي ذهن ۾ فقط لکڻ ۽ ڇپائڻ جو فتور هو، هي اکر بہ مان ڇيڇڻ لاءِ لکان تہ پيو پر اوهان يقين ڪريو تہ مان لکڻ ۽ ڇيڇڻ کان بي انتها ڊڄان ٿو، اصل شيءِ پئسو آهي. ڪارل مارڪس گهٽو پوءِ آيو هو، هن کان گهٽو اڳ، عيسوي سن جي شروعات کان بہ گهٽو اڳ، ڪنهن گريڪ چيو هو تہ دنيا جو بنياد پيسي تي رکيل آهي.

اڄ سوجهري فون تي ٻڌايو تہ هن کي منهنجو لکيل ڪتاب سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهت هٿ لڳو آهي، منهنجو ذهن

هڪدم هن ڳالهه ڏانهن ڪجي ويو تہ مون پنهنجي سڄي ماهوار پگهار اهو ڪتاب ڇپائڻ تي برباد ڪئي هئي. اهو ڪتاب ٻن حصن ۾ ڇپايل هو ۽ مون پنهنجون ٻہ پگهارون انهن ٻن ڪتابن تي ضايع ڪيون هيون ۽ مون کي مليو ڇا؟ ان زماني ۾ تہ مون کي ٿلهي واهہ واهہ بہ نہ ملي هئي.

مان سمجهي ويو آهيان تہ مون ۾ وڏون کهڙيون هيون، جو اڄ مان ڊنل ۽ هيسيل آهيان، هڪڙي وڏ اها هئي تہ مون پئسو ضايع ڪيو ۽ ٻي وڏ اها هئي تہ مون ڪڏهن بہ خيرات نہ ڏني. شايد ئي ڪو هجي، جنهن کي مون ڪڏهن ڪو ٽڪو آنو ڏنو هجي، وسڪي ۽ بيئر تي مون گهڻو پئسو وڃايو، پر جنهن منهنجو خانو خراب ڪيو، سو هو لکڻ ۽ ڇپائڻ.

ليکڪ فقط مان اڪيلو ئي نہ هوس گهٽيئي هئا ۽ اڃا بہ آهن، جيڪي پئسن جي معاملي ۾ هوش ۾ رهندا هئا. مان ڪاوش ۾ لکندو هوس تہ مون کي پئسا ملندا هئا، جيڪي مان ضايع ڪري ڇڏيندو هوس، پر ڪاوش واري معاملي ۾ مون کي پيسن کان وڌيڪ پنهنجي اهميت جتائڻ جو شوق هوندو هو، مان ليکڪ تہ هوس، پر مان نالائق ليکڪ هوس، اڄ مون وٽ فقط پئسن جو احساس آهي، ليکڪ هجڻ جو قدر مون وٽ ٽڪي جو بہ ڪونهي. جڳديش رسالو ڪڍندو هو تہ مون کي هزار رپيا مهينو ڏيڻ لڳو، مان ڪيس چوندو آيس تہ اهو رسالو گهٽا ڏينهن نہ هلندو پر هو ضد تي هو، ٻن ٽن مهينن ۾ اهو رسالو بند ٿي ويو.

غريب، مسڪين، محتاج ۽ ضرورتمند کي جا اوهان خيرات ڏيو ٿا، سو اوهان الله جي راهہ ۾ خرچ ڪريو ٿا، جيڪو اوهان کي ڏهوڻ تي ملندو، پر اها ڳالهہ مون هاڻي سمجهي آهي. جڏهن سيئي بسون روانيون ٿي ويون آهن، پئسي جي گهٽتائي تہ آهي، پر مون وٽ ايمان جي گهٽتائي تمام گهٽي آهي. مان پهرئين نمبر جو ڊڄڻو آهيان، ظاهري طرح تمام گهڻو ٻڙ ٻڙيو آهيان. ڪنهن ٻئي جي عزت ڪرڻ مان سکيو ئي نہ هوس. مون وٽ هڪڙو لفظ هو، ”مان“، اڄ مان انهيءَ ”مان“ ۾ ئي قاتل آهيان.

مون ڪڏهن پنهنجي پيءُ جو چيو ٻہ نہ مڃيو هو تہ الله جو چيو مان ڇا مڃان ها، جن الله کي خوش رکيو، تن کي الله بہ خوش رکيو، مون کي منهنجي ڪنهن دوست ٻڌايو هو تہ ”تون ماءُ کان پيسا وٺندو هئين، تنهن ڪري تون ڪمائڻ نہ سگهئين، جيڪڏهن تون پيءُ کان پئسا وٺندو هجين ها تہ تون ڪمائڻ بہ سگهين ها، هجين ها،“ مان هاڻ ڄاڻان ٿو تہ منهنجي دوست بلڪل سچ چيو هو، مان پڙهندڙن کي چوان ٿو تہ جيڪڏهن پئسا گهرو تہ پيءُ کان گهرو تہ جيئن پئسا ڪمائڻ سکي وٺو. ماءُ تہ بنا حساب ڪتاب ڏيندي آهي، پر پيءُ حساب ڪتاب پڇندو آهي. ماءُ تہ گشن پٽن تي هلي ويندي آهي، پر پيءُ آڏي پڇا ڪندو آهي. پر منهنجو پيءُ تہ چوندو هو تہ پئسا ماءُ کان وٺ، سو مان ڇا پئي ڪري سگهيس!

مستقبل جو سوچي مان ڏکيو وڃان. سياڻي ڇا ٿيندو؟ جو سوچي مان دهلجيو وڃان منهنجو وس پڄي تہ مان سياڻي ٿيڻ ئي نہ ڏيان، پر ايندڙ سياڻي جو دڳ بند ڪرڻ منهنجي وس ۾ ناهي، مان ڇا ٿو ڪري سگهان. مون ۾ ايمان جي گهٽتائي آهي.

# ڏچو

* اوهان جو حق اهو ئي آهي، جيڪو اوهان کي ملي، جيڪو اوهان کي نہ ملي، سو اوهان جو حق ناهي، منطق تمام سولي ۽ سڌي آهي، اهو چوڻ تہ اوهان کي حق نہ مليو، هڪڙي بي معنيٰ سٺ آهي، جي اوهان جو حق هجي ها تہ اوهان کي ضرور مليو هجي ها. صاف ظاهر آهي تہ اوهان جو حق نہ هو جو اوهان کي نہ مليو آهي اها آهي لاجڪ، جنهن کي سنڌي، اردو، فارسي ۽ ڪجهہ ٻين ٻولين ۾ منطق چئبو آهي، جنهن کي لاجڪ جا بنيادي اصول بہ سمجهہ ۾ نٿا اچن تنهن سان ڳالهائڻ وقت ضايع ڪرڻ آهي.

* نظام جا ڪيئي قسم آهن، تعليمي نظام، پوليس جو نظام، روينيو جو نظام، صحت کاتي جو نظام، ٽپال جو نظام وغيره پرسپ تي حاوي جيڪو نظام آهي، سو آهي رشوت جو نظام. اهو نظام اهڙو حاوي آهي، جو بنان ڪنهن کاتي يا ڊپارٽمينٽ جي پيو هلي. اوهان ڪو بہ نظام بند ڪري سگهو ٿا، اوهان هڙيئي نظام بند ڪري سگهو ٿا، پر اوهان جو رشوت نظام بند نٿا ڪري سگهو، جي اوهان رشوت جو نظام بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي يا ارادو ڏيکاريو تہ اوهان کي تڏي ٻاهر ڪڍيو ويندو. صاف ظاهر آهي تہ مان رشوت جي نظام جي پاسي آهيان، ان نظام جو بند ٿيڻ بہ ناممڪن آهي ۽ ان کي بند ڪرڻ بہ ناممڪن آهي، سو ان کي آرام سان هلڻ ڏيو.

* مون کي اها ڄاڻ نہ هئي تہ هر هڪ ماڻهوءَ لاءِ لازمي آهي تہ هو ڪنهن لابي سان وابستہ هجي. مان پاڻ ڪنهن بہ لابي سان وابستہ نہ رهيو آهيان ۽ اهو ئي سبب آهي جو مان مارجي ويس. مون کي هاڻ سمجهہ ۾ پيو اچي تہ منهنجو پيءُ نذير صاحب ۽ آوان صاحب

جي لابي جو ماڻھو ھو، جيڪي ايوب خان جي لابي جا ماڻھو ھئا، جام صادق علي بہ انھيءَ لابي جو ماڻھو ھو، مون پاڻ انھيءَ لابي جي ھنج ۾ رھندي ان کي چيھو رسايو، اھي ڳالھيون مون کي ھاڻ سمجھہ ۾ پيون اچن جڏھن منھنجي سڄي حياتي منھنجو ماضي بنجي وئي آھي. ڪالھہ مشتاق قريشيءَ سان ڳالھائيندي جاڻ پيئي تہ جيڪو جتي وينو آھي، سو ڪنھن لابيءَ ڪري وينو آھي. اھو مشتاق قريشي نوابشاھہ ۾ رھندو آھي ۽ ڪاوش ۾ منھنجو مضمون / ليک ڏسندي ئي مون کي فون ڪندو آھي.

* ڪو زمانو ھو، جڏھن وڏن کان سکبو ھو، گذريل ڏھن سالن کان مان تہ ننڍن کان سکندو رھيو آھيان، خاص ڪري پنھنجن ٻارن کان. منھنجو تجربو آھي تہ پنھنجو پاڻ کي ڪا شي سمجھڻ ۽ اصولن وغيرہ کي اھميت ڏيڻ انتھائي خطرناڪ آھي ۽ زندگي تباھہ ڪريو ڇڏي. ڇگي طرح پنھنجي زندگي خراب ڪري ۽ ٻارن کي ڏکي زندگيءَ ۾ پالي ھاڻ مان ٽيليفون ڏانھن نھاريندو رھندو آھيان تہ ڪڏھن تہ ڪھڙو ٻار ڳالھائي مون سان.

* مان تہ بيوقوف ھوس، پر قدرت بہ ڪجھہ ناانصافي ڪئي مون سان مان جيڪڏھن ذھني ۽ جسماني مريض نہ ھجان ھا تہ تفاوت فقط اھو ئي ٿئي ھا تہ مان ليکڪ نہ ھجان ھا. اھي ذھني ۽ جسماني بيماريون آھن. جيڪي ماڻھو کي ليکڪ ٿيڻ ڏانھن گھليو وڃن.

* اڄ ڪنھن شاگرد مون کي ٻڌايو تہ مان قوم جو سرمايو آھيان، ڪالھہ ڪنھن استاد مون کي ٻڌايو ھو تہ مان قوم جو اثاثو آھيان، اھو ڪھڙو چرچو آھي؟ اھو ڪھڙو تماشو آھي؟ مون لکڻ شروع ڪيو ھو پنھنجو پاڻ کي خوش ڪرڻ لاءِ قوم جو يا ڪنھن ٻئي جو اثاثو يا سرمايو ٻڻجڻ لاءِ نہ. ٻي تھمت جا مون تي لڳندي آھي سا آھي تہ مون سنڌ ۽ سنڌين جي خدمت ڪئي آھي. اھا لفاظي مون کي سمجھہ ۾ نہ ايندي آھي.

* اڳي پيءُ پنھنجي پٽ لاءِ چوندو ھو تہ ھي بي اي يا بي ايس سي جي پھرئين يا ٻئي سال جو شاگرد آھي، پر اڄ پيءُ بہ پنھنجي پٽ لاءِ چئي ٿو تہ ھي فلاڻي شاگرد تنظيم جو فلاڻو عھديدار آھي،

ڪهڙي ڪلاس ۾ آهي ۽ ڇا ٿو پڙهي، سان واسطو نہ پيءُ جو رهيو آهي، نہ پٽ جو.

* غريب جو ٻار هجڻ ۾ فائدو هي آهي تہ اوهان جي نظر سدائين پئسي ۽ پوسٽنگ تي هوندي، وڏي ماڻهو جو ٻار هجڻ ۾ نقصان هي آهي تہ اوهان پئسي ۽ پوسٽنگ کي تڇ سمجهي پاڻ پنهنجي تباهي جو ڪارڻ ٿيندا. مثالن لاءِ مان هيڏي هوڏي نہ نهاريندو آهيان. مان پاڻ هرڳالهہ جو زنده مثال آهيان.

* بلڪل هينئر تيرٿ آيو هو، فقط اهو پڇڻ لاءِ تہ، مون کو ڏچو لڳيو آهي يا نہ؟ منهنجو هر هڪ ليک هڪ ڏچو آهي، اهو اڪر ڏچو سنڌي ڊڪشنري مان ذري گهٽ غائب ٿي ويو آهي ۽ پاڻ هر هڪ معاملي کي ڦڏي جي ليول تي جهليو ونون. اها ڳالهہ غلط آهي، جا ڳالهہ ڏچو آهي، تنهن کي ڏچي جي اهميت ڏيڻ گهرجي. مثال طور سرڪاري تعليمي نظام بابت سوچ هڪ عاليشان ڏچو آهي، اوهان منجهي پوندا تہ ڪتان شروع ڪري ڪٿي ختم ڪجي، محمود سومرو صاحب جڏهن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو چيئرمين مقرر ٿيو هو تہ هن صاحب مون کي چيو تہ مان درسي ڪتابن کي بهتر ڪرڻ ۾ سندس مدد ڪريان. مون کيس چيو تہ اها ڳالهہ ذهن مان ڪڍي ڇڏي تہ درسي ڪتابن ۾ سڌارآڻي سگهجن ٿا. مون کيس چيو تہ اهو نظام تبديل نہ ٿيندو ۽ توکي ئي تبديل ڪيو ويندو. هو صاحب نہ مڙيو تنهن ڪري تبديل ٿي ويو.

# ڀراڙيون ۽ انگريزي اکر

دل جي بيماري هارٽ.اسپيشلسٽ ٻڌائيندو آهي، پر دل جي آپريشن هارٽ سرجن ڪندو آهي، ايئن ئي منهنجو ڪم آهي، نقص ٻڌائڻ پر انهن نقصن کي قبول ڪري ان تي عمل ڪرڻ سنڌي صورتخطي جيٰ ٺارزنن جو ڪم آهي.

سنڌي اکرڻن طريقن سان لکي سگهجن ٿا، ڀهريون تہ اهي عربي، فارسي ۽ ڳاڏڙ وارا اکر جيڪي انگريزن جي جوڙيل ڪاميٽي 1845 ۾ سنڌي ماڻهن کي ڏنا، ٻيو اهو ديوناگري وارو هندي سسٽم جيڪو هندستان ۾ صدين کان رائج رهيو، جنهن ۾ سنڌي اچارن لاءِ الڳ اکر ٽنبيا(ٽنمبيا) ويا ۽ ٽيون آهي رومن اسڪرپٽ، جنهن ۾ انگريزي جي 26 اکرن مان سنڌي اچار پئدا ڪرڻ جي ڪوشش کي باقائدگي سان نظر انداز ڪيو ويو. هندستان ۾ هلندڙ ديوناگري اکرن مان سنڌي اکر مڪمل طرح غائب ٿي چڪا آهن ۽ اتي ديوناگري اکرن ۾ ڪو بہ سنڌي ليک وغيره نٿو ڇپجي، سنڌ صوبي ۾ هلندڙ عربي، فارسي ۽ ڳاڏڙ وارا اکر اهڙي حالت کي پهتا آهن جو بحث پيو هلي تہ ان کي ڪيئن سڌارجي جوان جا پڙهندڙ ڏينهون ڏينهن گهٽبا پيا وڃن، اها معمولي حقيقت بہ سنڌ ۾ سنڌي پڙهندڙ.قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن.

مان سمجهي نٿو سگهان تہ انب کي امب لکڻ سان يا ڪنب کي ڪمب لکڻ سان ڪهڙو نقصان ٿيندو؟ اهڙا سوين اکر آهن، جن ۾ ن خوامخواه ٽنبيل آهي، پوءِ صورتخطي ڇو لکجي؟ ڇو تہ ان کي صورتختي لکجي؟ طوطي کي هرڪو توتو چوندو آهي پر لکبو وري بہ طوطو آهي ڇو؟ قوفتي کي هرڪو ڪوفتو چوندو آهي پر لکبو وري بہ خوامخواه قوفتو يا قفطو آهي، اهي اجايا چرچا آهن. ن ۽ ط سان.

اوهان جي گھر اڳيان يا ويجھو بہ اسڪول ھجن، ھڪڙو سنڌي ٻيو انگريزي، اوھان پنھنجا ٻار ڪھڙي اسڪول ۾ داخل ڪرڻ چاھيندا؟ ڳوٺن ۾ رھندڙ سڪيا ماڻھون ۽ زميندار ڇو پنھنجا ٻار شھرن جي انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ داخل ڪرائيندا آھن؟ ھڪڙا بہ ماستر ھجن، ھڪڙو سنڌي پڙھائيندڙ ۽ ٻيو انگريزي سيکاريندڙ، اوھان پنھنجن ٻارن کي ڪھڙي ماستر کان ٽيوشن ڏياريندا؟ ھڪڙو آھي ضد ۽ ٻيو آھي ڪوڙ، جن جي وچ ۾ اوھان گھڙيال جي پينڊيولم جيان اڳتي پوئتي پيا ٿيو.

اوھان ڇو ضد ڪندا آھيو تہ ٻھراڙين ۾ سنڌي پرائمري اسڪول ھجن، جڏھن ھر ھڪ سکيو خاندان پنھنجا ٻار انگريزي پرائمري اسڪولن ۾ داخل ڪرڻ لاءِ شھرن ڏانھن موڪليندا آھن؟ ڇو نٿا ڳوٺن جي غريب ٻارن کي بہ انگريزي ميڊيم ۾ پڙھڻ جو موقعو ڏيو؟ ڳوٺن ۾ جيڪي ننڍڙا سنڌي ميڊيم اسڪول آھن، تن ۾ ڇو نٿا انگريزي پرائمري ڪلاس بہ شروع ڪرايو؟ اوھان کي ڄاڻ نٿي پئي تہ اوھان ڪيئن ننڍڙن ڳوٺن جي ننڍڙن معصوم ٻارن جي مستقبل ۾ ترقيءَ کان روڪي رھيا آھيو. اوھان کي ۽ اوھان جي ٻارن کان سنڌي ڳالھائڻ کو بہ ڪسي نٿو سگھي. پر ٻارن جو مستقبل خاطري وارو ڪرڻ لاءِ ڪين انگريزي پرائمري اسڪول مھيا ڪريو. اوھان سنڌي ماسترن کان پڇو تہ سندن ٻار ڇو انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙھندا آھن؟ ھن سوال جو جواب ھنن وٽ ڪونھي.

مون ۾ ھاڻ سگھہ ناھي جو وڏيڪ لکي سگھان. مان 37 سالن جو ھوس، جڏھن مون پنھنجو پھريون ڪتابڙو انگريزي ۾ لکيو ھو ۽ مان 40 ورھين جو ھوس جو مون پنھنجو پھريون سنڌي ڪتابڙو لکيو ھو، عمر جي لحاظ کان مان تمام وڏو 75 سالن جو آھيان، پر تجربي جي لحاظ سان مان تمام ننڍڙو آھيان. جيڪي مون کي ڪرڻو ھو، سو مون ڪري ڇڏيو، يا مون کان ٿي ويو. ڳالھائڻ ۾ جيڪو مون کي ڳالھائڻو ھو، سو مون ڳالھائي ڇڏيو يا منھنجي واتان نڪري ويو ۽ لکڻ لاءِ جيڪي ڪجھہ ھوم، سو

گھڻي ڳڍر پاڻمرادو لکجي ويو، هاڻ مون وٽ ڪجهہ ناهي، سواءِ ماڻهن جي خراقات ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي. ”صديون“ اڳ ڊاڪٽر آر اي شاهہ واري معاملي ۾ امر جليل بلڪل ڪليل لفظن ۾ شاهہ صاحب کي سمجهايو هو تہ حليم سان زيادتي نہ ڪر. امر جو اهو مضمون اڄ بہ پڙهڻ جهڙو آهي. مون امر کي ”مهرباني“ جو خط بہ نہ اماڻيو هو. ”امر مجهي ياد هي و ذره ذره تمهين ياد هو کہ نہ ياد هو.“ ان کان بہ ڪيئي صديون اڳ جڏهن امر جليل ريڊيو حيدرآباد ۾ آفيسر هو، تڏهن منهنجا مضمون بنان پڙهڻ يا غور سان ڏسڻ جي او ڪي ڪري ڇڏيندو هو، ڪمال جو اعتماد هو، هن جو مون ۾.

۽ هاڻ آهي ڪي ٽي اين. مون کي افسوس آهي تہ مون پنهنجو ڪتاب SEEDS امر جليل ڏانهن نہ اماڻيو. اسان حياتي ۾ شايد ٽي يا چار ڀيرا مليا آهيون ۽ هر ڀيري 5 يا 6 منٽ.

# عمر خيام جي منيءَ مان ٺهيل ماڻهو

* مون ڪاوش ۾ گل محمد عمراڻي جو لکيل ڪالم پڙهيو، جنهن جي پڇاڙي ۾ سندس اي ميل ائڊريس يا موبائيل نمبر نہ ڏسي مان منجهي پيس، مون لاءِ گل محمد صاحب ايترو ئي اهم آهي، جيترو بين سنڌي پڙهندڙن لاءِ هو غير اهم آهي. سنڌي پڙهندڙ ۽ سنڌي لکندڙ فطرتن غير سنڌي ليڪڪن ڪان پڙي رهڻ لاءِ فقط اهو سبب ئي ڪافي سمجهندا آهن تہ هو غير سنڌي آهن. مون انگريزي اکرن ۾ عمر خيام جون 235 رباعيون اردو ۾ ترجمو ڪيون ۽ فقط چار سئو ڪاپيون ڇپائي سگهيس. سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ اجايو هو، جو سنڌي پڙهندڙ انگريزي اکرن جو استعمال بہ قبول نہ ڪن ها ۽ عمر خيام جو مقابلو شاهہ عبداللطيف رحہ سان ڪري عمر خيام جون رباعيون پڙهڻ بنائي منهنجي محنت گٽر ۾ ڦٽي ڪري ڇڏين ها. گل محمد عمراڻي جو ڪالم مون سميت وڌ ۾ وڌ فقط پنجاهہ ماڻهن پڙهيو هوندو ۽ اهي سڀيئي عمراڻي صاحب کي ذاتي طرح سڃاڻندڙ هوندا. سڄي سنڌ صوبيہ وڌ ۾ وڌ ڏهہ سنڌي پڙهندڙ هوندا جن ان ڪالم ۾ ڪتب آندل لفظن ۽ سوچ کي سمجهيو هوندو. ڪئين ورهيہ اڳ عمراڻي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي ڊپارٽمينٽ جي رسالي ايريل Arial۾ منهنجيون لکڻيون ڇاپيندو هو Quotations ڪري. گذريل پنجن ڇهن ورهين ۾ عمر خيام جي معاملي ۾ مون کي جڳديش آهوجا، سندس بيگم ۽ سنگيتا ۽ سندن خاندان ۾ مون وانگي ئي عمر خيام مليو آهي ۽ هاڻ گل محمد عمراڻي صاحب مليو آهي. عمر خيام صوفي نہ هو، هو سئون سڌو فلاسافر هو، هن جون رباعيون هڪ مڪمل فلسفلو آهي، جنهن ۾ هو سڌو خالق سان ڳالهائي ٿو، هن سان ڳالهائي ٿو،

جيڪو اهڙو ڪنير آهي، جنهن نڪر ۽ ٿانءُ ناهيا ۽ ڊاهيا آهن ۽ جنهن نقصن وارا نڪر ۽ ٿانءُ به ناهيا آهن. گل محمد صاحب، پاڻ ڪي جلد ملڻ گهرجي جو مان جي هاڻ ڪٽ يا پٽ تي ڪريس ته اٿي نه سگهندس منهنجو فون نمبر 2781193022 آهي.

* ڪجهه هفتا اڳ بي بي سي ورلڊ تان عمر خيام بابت وڏو پروگرام هليو هو ۽ ريپيٽ به ڪيو ويو هو. يورپ جا وڏا ريسرچ اسڪالر عمر خيام جي مزار تي گڏ ٿيا هئا. عمر خيام ان زماني ۾ لکيو، جڏهن اڃا خلافت جي جهيڙي/ڦڏي جي ڪا به ڳالهه شروع به نه ٿي هئي، پر هندستان ۾ (پاڪستان ۾ نه) حڪيم عمر خيام جي نالي سان ٿي عداوت رهي آهي، اٽڪل چاليهه ورهيه ٿيا جو منهنجي زال ايران وڃڻ وقت مون کان پڇيو ته اتان مون لاءِ ڇا آڻي، مون جواب ڏنو ته، ”مون کي ڪجهه به نه کپي پر تون اتي عمر خيام جي قبر تي ضرور وڃجئين ۽ اتي دعا گهرجئين“. هن موٽي اچي ٻڌايو ته هن اتي نماز به پڙهي ۽ دعا به گهري. هن اهو به ٻڌايو ته عمر خيام جي قبر تي ڪو به ماڻهو نه هو ۽ مان ان وقت به ڄاڻندو هوس ته وڏن ماڻهن جي چاپلوسن جي چوڌاري چاپلوس صفت گڏ ٿيندا ۽ رهندا آهن. جڏهن ته عمر خيام اهڙن ماڻهن مان نه هو ۽ مون کي فردوسي جي نالي کان ٿي نفرت هئي، جنهن پنهنجي شاعري ٽڪن (پئسن) تي توري هئي. عمر خيام جو تعلق فقط مٽي سان هو ۽ انهيءَ ڪنير سان هو جيڪو مٽيءَ کي نهايت مهارت سان شڪلون ۽ شبيهون ڏيندي غلطيون به ڪري ويندو هو ۽ عمر خيام انتهائي سهڻن لفظن ۾ انهيءَ ڪنير جو ڌيان انهن غلطين ڏانهن ڇڪائيندو هو. عمر خيام فلاسافر هو ۽ هن جي فلسفي جو پڻ بنياد اهو ڪنير هو جيڪو مٽيءَ جا ٿانءُ ناهڻ ۽ جوڙڻ ۾ محو هو.

* عمرخيام جو رباعيون فقط انهن کي ٿي جاڳائينديون، جن ۾ عمر خيام جي فلاسافي جا جزا هوندا. ڪاوش ۾ ٿي مون پنجاهه کان مٿي اهڙا ڪالم لکيا، جن ۾ عمر خيام جو ذڪر هو، پر هڪڙو ته مان ننڍڙو ماڻهو هوس ۽ ٻيو ته اهي ماڻهو گهٽائيءَ ۾ رهيا آهن جن

ڪي مان فقط ان ڪري نٿو وٺاڻ جو مون هنن جي غربت ۽ هنن جا غربت وارا ڏينهن ڏٺا هئا. عمر خيام ڪي درگذر فقط اهي ڪندا، جن هن جون 235 رباعيون نه پڙهيون آهن. جن علامه اقبال پڙهيو ئي ناهي، سي هن ڪي ڇا ڄاڻن! گل محمد صاحب سي ايس ايس ڪري ڊپٽي ڪمشنر به ٿيو ۽ ڪمشنر به ٿيو پر مان هن سان فقط هڪ پيرو مليس. جڏهن مون ڪي پنهنجي ٻار لاءِ ڄامشوري ۾ رهائش جو سرٽيفڪيٽ ٿي گهرجو، مهراڻ ۾ داخلا لاءِ بس.

* مان جو ڪاوش مان غير حاضر رهيس ته منهنجي اهميت جي ڄاڻ مان ڄاڻي ويس، فقط نوابشاهه مان مشتاق قريشي فون ڪري چوندو آيو ته ڪجهه لک. مئدم امر سنڌو جي هڪڙي ڪالم ۾، جيڪو عزيز پلي بابت هو، مئدم لکيو هو ته عمر خيام ڪي سنڌ صوبي ۾ جيترو حليم بروهي ٿو ڄاڻي، اوترو ڪو به ٻيو ماڻهو نٿو ڄاڻي. مان حيران ته ٿيس پر سمجهي ويس ته مئدم به مون جهڙي/جيان عمر خيام جي ٿي مٽيءَ جي ٺهيل آهي، عمر خيام جي مٽيءَ جو هڪ ذرو ئي ڪافي آهي. ماڻهوءَ جي وجود ڪي لوڏي ڇڏڻ لاءِ. مان عمر خيام جون 235 رباعيون هڪ هفتي اندر سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سگهان ٿو پر ڇاپيندو ڪير؟ جي ڇپجي به ويون ته پڙهندو ڪير؟ سنڌي لکندڙ ۽ سنڌي پڙهندڙ ته غير سنڌي شئي/لکت هرگز نه پڙهندا. سو مئدم، اوهان ۾ گڻ آهن، اهي گڻ ضايع نه ڪريو، جهڙو ڪالم اوهان عزيز پلي تي لکيو، اهڙا ڪالم لکندا ڪريو.

* حفيظ ڪنير مون ڪي پائيندو رهيو آهي. (يا مان غلط فهمي ۾ رهيو آهيان)، پر هو مون کان اڌ صدي ننڍو آهي. هن جا ڪالم مان ڪوشش ڪري پڙهندو رهيو آهيان. جا ڳالهه حفيظ نه سمجهي آهي، سا هي آهي ته ڪنهن ڪتاب جي ساراهه ڪرڻ لاءِ ضروري ناهي ته اهو ڪتاب پڙهجي، پر ڪنهن ڪتاب ڪي خراب يا غلط ثابت ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته اهو ڪتاب پهرين چڱي طرح پڙهيو ويو هجي. منهنجن انگريزي ۾ ڇپيل مضمونن تي جن ماڻهن مون تي گنديون ۽ غلط تهمتون لڳايون، تن ماڻهن منهنجا

اهي ليک نہ پڙهيا هئا، جو هنن جو انگريزي سان کو بہ واسطو نہ هو. گل محمد عمراڻي صاحب انگريزيءَ جو مالڪ آهي، سندس لکيل عمر خيام بابت ليک پيهر ۽ سئو پيرا پڙهجو، ان ۾ ايڊورڊ سعيد جو بہ ذکر آهي، تہ فز جيرالڊ جو بہ ذکر آهي ۽ پوءِ انهن چامڙن کي ڏسو، جن ايڊورڊ سعيد، فزجيرالڊ جو نالو بہ نہ ٻڌو آهي.

مسعود لوهار جي لکيل ڪالم جو ڪمال دراصل ان ڪالم جو نالو آهي، جيڪو مسعود پنهنجي ان ڪالم کي ڏنو آهي"ماماهو"، جي ان ڪالم جو نالو اهو نہ هجي ها تہ ان عاليشان ڪالم جي سهڻائپ ۾ تمام گهڻو تفاوت پئجي ويو هجي ها.

# مرڻ ۽ جيئڻ

منهنجي مرڻ تي فقط اهو هڪڙو ماڻهو خوش ٿيندو، جنهن کي يقين آهي ته هو پاڻ نه مرندو، اوهان جو خيال هوندو ته مان اها سهڻي سٽ لکي ويس، اها ست ساڍا ڇهه سئو ورهيه اڳ عمر خيام لکي ويو هو. منهنجا هٿ ڪجهه غور سان ڏسو، اهي منهنجا هٿ فقط ڪجهه گهرڻ لاءِ اڳتي وڌندا آهن. منهنجا ڪليل هٿ فقط پنڻ لاءِ ۽ ڪجهه گهرڻ لاءِ اڳتي وڌندا آهن، ڏيڻ وارو فقط الله آهي، پر الله جا رنگ نرالا آهن، جو هو ڏيندو آهي ته فقط بندن معرفت، منهنجي نالي وڏيل هٿ تي ڪو بندو ئي ڪجهه رکندو آهي، اهو آهي ڪمال قدرت جو جيڪو مون انڌي کي ايڪهتر ورهين جي عمر ۾ نظر آيو آهي.

اڪيون ته آهن اڪيون، ڪڏهن هيڏانهن ڪڏهن هوڏانهن اٿيو وڃن. ڪڏهن هيڏانهن ڪڏهن هوڏانهن ٿڙيو وڃن، ذهن سان به ساڳي ڪار آهي، ڪڏهن هيڏانهن ته ڪڏهن هوڏانهن ڪسڪيو وڃي. مون لاءِ چيوويندو آهي ته مان بدنيت آهيان، سو ته مان آهيان، جي بدنيتي نه هجي ها ته اهو لفظ ”نيت“ ڊڪشنريءَ ۾ ئي نه هجي ها. مان بداخلاق به هوس ۽ آهيان ۽ بدنصيب به آهيان جي اهو لفظ ”بد“ نه هجي ها ته ”نصيب“ به نه هجي ها ۽ ”اخلاق“ به نه هجي ها، بحث ڪبو ته اها ڍڳهي آڪاٽي تي ويندي، جا اوهان کي هلاڪ ڪندي.

جڏهن عشق جي ضرورت نه هئي ته سوين عشق هئا، هن خطرناڪ ٻڍاپي ۾ جڏهن عشق جي ضرورت آهي روح کي ته عشق جو نالو نظر نٿو اچي. هلڪي اميد آهي ته ڪٿان ڪا اچي هٿ جهلي چوندي ته ”هل“ ۽ مان هليو ويندس، مان موت جي ڳالهه پيو ڪريان. دنياداري پراڻي، ڳالهه تي وئي آهي.

ڪامياب ماڻهو اجايا آهن، سچو تجربو ناڪام ماڻهن وٽ هوندو آهي. جي ڪا هوٽل هلائڻي آهي تہ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کان صلاحون وٺو جيڪو هوٽل هلائڻ ۾ ناڪام ٿيو هجي، جو هو بهتر ٿو ڄاڻي تہ هوٽل جو ڏنڊو ڪهڙن سببن ڪري ناڪام ٿيندو آهي ۽ هو پاڻ چو هوٽل نہ هلائي سگهيو هو. ساڳي ڳالهہ سيني ڏنڏن سان لاڳو آهي. چڱو خاصو پاپولر ليکڪ هجڻ باوجود بہ مان پيسي ۽ حيثيت ۾ ٻين ليکڪن کان تمام گهٽو پوئتي رهجي ويو آهيان. تنهن ڪري مان پاڻ کي ناڪام ليکڪن ۾ ڳڻيان ٿو، جيڪڏهن اوهن کي ڪامياب ليکڪ ٿيڻو آهي تہ مون کان پڇو تہ ڪامياب ليکڪ ٿيڻ لاءِ ڇا ڪجهہ ڪرڻ گهرجي، ڇا ڪجهہ نہ ڪرڻ گهرجي. برنارڊ شا پنهنجين لکڻين اڳيان ڊگهيون تهميدون ڏيندو هو، سو مون هڪڙو ڪتاب لکي ڇپايو، جنهن جو نالو هو ”مسز شا وارو ڪيس“ اهو ڪتاب بنهہ وڏي مشڪري هو. ڪجهہ پروف جي غلطين ڪري اهو ڪتاب منهنجي ارواح تان لهي ويو. پڙهندڙن کي عرض آهي تہ جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن وٽ ان ڪتاب جي ڪاپي هجي تہ مهرباني ڪري اها مون کي ڏئي تہ مان ڪاوش ۾ ڇپايان.

غلام رسول ٽالپر اصل بدين جو، پر رهندڙ قاسم آباد جو، منهنجو دوست آهي، هن مون کي ٻڌايو تہ ڪا پيتي ڦلوريندي هن کي منهنجو لکيل ڪو ليک هٿ اچي ويو، جيڪو ڪنهن اخبار مان ڪاٽيل هو، انهيءَ ليک ۾ مون سنڌي اکرن بابت لکيو هو تہ ڪيئن ٺاهيا ويا آهن ۽ ڪيئن ٺاهڻ گهرجن. ٽالپر صاحب چيو تہ اهو ليک ڳولهي مون کي ڏيندو، هاڻي ٽالپر صاحب ڏاڍو بہ ٿي ويو آهي پر اها اخباري ڪٽنگ مون کي اڃا نہ ملي آهي.

ڪنهن زماني ۾ ڪاوش اخبار جي آفيس ۾ آئيڊيا هليو هو تہ ڪاوش ۾ ڇپيل منهنجي مضمونن جو مجموعو ڪتابي صورت ۾ ڇاپيو وڃي. انهن مضمونن جي چونڊ بہ مان پاڻ ڪريان. پر ان زماني ۾ منهنجو ذهن هڪ جاءِ نہ هو. جو منهنجا گهٽيئي ليک ڪنٽروورشل سمجهيا ويندا هئا. هاڻي محسوس ٿو ڪريان تہ

جيڪڏهن قاضي صاحب چاهي ته اهڙو مجموعو ممڪن ٿي سگهي ٿو. انگريزي ۾ لکيل منهنجي هڪڙي لکت آهي، جنهن جو نالو آهي، ”ناڪ ناڪ ناڪ“، معنيٰ در تي ڪڙڪو، اها لکت منهنجي ڪتاب سيڊس ۾ ڇپيل آهي، پر آهي ٽپيڪل سنڌي ماحول واري. مشڪل اها آهي ته سيڊس جي ڪاپي به مون وٽ ناهي، ڪاپي هٿ ڪري ان لکت جو ترجمو هنن ڪالمن ۾ هلائيندس، فقط هڪڙو ڏکيو ڪالم ٿيندو.

ٻي هڪڙي لکت آهي، جنهن جو نالو آهي، ”ڪِلڪا ڪِلڪِ“ ترجمي لائق آهي، هوريان هِوريان منهنجي ڪوپڙيءَ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو آهي. مون ڇهنجو هڪڙو فرسٽ ڪلاس ڊرامو ٽي وي لاءِ سجاد شيخ هٿان عبدالڪريم بلوچ صاحب جي فرزند کي پهچايو هو. اهو ٽي وي پلي دفن ٿيل آهي ۽ سجاد شيخ ڪشمور ۾ بزي ٿي ويو آهي. مون جا به پنهنجي لکت ڪنهن ٻئي کي ڏني، سا رلي وئي، هي ليک جيڪڏهن سجاد پڙهي ته قصو سمجهي ويندو، مون وٽ نقل ناهي. رات بدر سميجو آيو هو، هوڪراچي کان پني عاقل پئي ويو ۽ رات پائيتي وٽ ٽڪيل هو، مون کي اهو سڄو وقت ياد ڏياريو ويو جڏهن هن ايم اي انگريزي جو امتحان پئي ڏنو ۽ پنهنجا ڪتاب پڙهڻ بدزان منهنجي انگريزيءَ جي لپاڙ ٻڌندو هو، بدر اي ڪلاس تنقيد نگار آهي، پر لکي نٿو، انگريزي تي فرسٽ ڪلاس مهارت اٿس، سندس فيورٽ ليکڪ آسڪر وائيلڊ آهي، جيڪو منهنجو به فيورٽ آهي، اهي ڳالهيون مان اجايو نه پيو ڪريان، آخر ڪجهه ته لکي ڪالم جو پيٽ پرڻو آهي.

شيطان جو ڏوهه فقط ايترو هو ته هن الله تعاليٰ جي حڪم کان بغاوت ڪري انسان کي سجدو ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ مان ڇا آهيان؟ مان به ته هر ڪنهن انسان کي ”نه، نهين ۽ نو“ چوندو آهيان، مان به ته هر ڪنهن ماڻهوءَ اڳيان آڪڙجي ۽ ڦونڊجي ويندو رهيو آهيان. شيطان کي الله تعاليٰ آسمان تان لاهي ڇڏيو ۽ مان ماڻهن جي نظرن ۾ ڪريو آهيان. اوهان ڏاها ٿيو ۽

پنهنجي زبان تي سنڌي واري "نہ"، اردو واري "نهين" ۽ انگريزي وارو "نو" ڪڏهن بہ نہ آڻجو، انڪار ڪرڻ ۽ اهو بہ هٺ ۽ وڏي آڪڙ ۽ بيحيائيءَ سان وڏو نقصانڪار آهي، ڪنهن بہ ڳالهہ تي انڪار ڪرڻ کان اڳ سئو ڀيرا سوچيو ۽ پوءِ هيٺي آواز ۾ ئي سهي هائو ڪري ڇڏيندا ڪريو، مون کي منهنجونئين سر گذارڻ گذارڻ ڏيو تہ مان اوهان کي ڏيکاريان تہ ڪامياب زندگي ڇا کي چئبو آهي، شيطان جي آسمان تان ڪرڻ واري ڳالهہ ۾ منهنجي ۽ مون جهڙن هزارن ماڻهن جي ڪهاڻي لڪل آهي. في الحال مان پنهنجي دل فلمي پڙوسن ۾ آغا جي چيل انهن لفظن سان وندرائيندو آهيان تہ:

جب جب جو جو هونا هئي،
تب تب سو سو هوتا هئي!

# ائڪٽنگ

سرڪاري تعليمي نظام دنيا سڄي ۾ اهڙو ئي هوندو آهي، جهڙو سنڌ ۾ رهيو آهي، ظاهر ۾مولوي يا پادري صاحب پر اندر ۾ عام ماڻهو ڪان بہ ڪجهہ وڌيڪ ڪريل. ڪنٽرولر امتحاني ڪاپيون جاچ لاءِ استادن ۾ ورهائڻ وقت ڪاپين جو تعداد ايترن رپين ۾ ڳٽيندو جيڪي ڪاپيون چيڪ ڪندڙ استاد کي ملندا، پر ٻاهر ويٺل اسان جهڙا ٻوڪ اهو ئي سمجهندا تہ اندر فرشتا سندن امتحاني ڪاپيون چيڪ پيا ڪن. سرڪاري تعليمي نظام دراصل سرڪار جي بہ مجبوري آهي ۽ اسان جي بہ مجبوري آهي. اهو نظام سرڪار جي مجبوري ان ڪري آهي، جو اهو ئي هڪڙو ڪاتو آهي، جنهن ۾ بنان روڪ ٽوڪ جي ڪنهن بہ ليول تي ڪنهن کي بہ ڀرتي ڪري سگهجي ٿو ۽ اهو نظام اسان جي مجبوري ان ڪري آهي، جو سستو بہ آهي ۽ ڦڏي جي گنجائش بہ آهي.

جنهن کي لياقت چوندا آهن، سو مون جهڙن بيوقوفن جو خواب آهي. حقيقت ۾ ائڪٽنگ آهي، جيڪا ڪم اچي ٿي، جيڪڏهن اوهان کي ائڪٽنگ اچي ٿي تہ اوهان لاءِ ترقي جا هڙئي رستا کليل آهن، ڊگريون ۽ سرٽيفڪيٽ وغيره بہ ضروري آهن، جو اهي ائڪٽنگ ڪرڻ جو لائسنس بہ آهن ۽ انهن ڪانسواءِ اوهان کي ايڪٽنگ ڪرڻ نہ ڏبي.

جيترا سٺا اوهان ائڪٽر هوندا، اوتري گهٽي اوهان ترقي ڪندا، پوءِ کڻي اوهان ڪنهن بہ اداري يا شعبي يا ڪاتي ۾ هجو. جيڪڏهن اوهان ڪلارڪ آهيو تہ سٺي ائڪٽنگ ڪري آفيسر بہ ٿي سگهو ٿا، پروفيسر بہ ٿي سگهو ٿا، جيڪي وٽيو سو ٿي سگهو ٿا. اهو ذهن ۾ رکو تہ لياقت جو رڳو دهل وڄائبو آهي ۽ اصل شيءِ

ائڪٽنگ آهي. خوشامد ۽ چمچاگيري بہ ائڪٽنگ جو حصو آهن ۽ انهنائي ضروري آهن. جيڪڏهن اوهان کي خوشامد ۽ چمچاگيري ڪندي شرم ٿو اچي تہ اوهان زندگيءَ ۾ بيحڙي طرح ناڪام رهندا. ائڪٽنگ ڪرڻ جو مطلب اهو ناهي تہ اوهان بي شرم آهيو، فلمون ڏسو ۽ ڏسو تہ هيرو بہ اهڙي ائڪٽنگ ڪندو آهي، جنهن تي هونئن ڪيس شرم اچي.

سنڌ۾ جيڪڏهن سڌارا آڻڻا آهن تہ شروعات ڪٿان ڪجي؟ صاف ظاهر آهي تہ شروعات تعليمي نظام کان ئي ڪرڻي پوندي. جڏهن پاڻ سرڪاري تعليمي نظام جي ڳالهہ ٿا ڪريون تڏهن پاڻ کي ياد رکڻ گهرجي تہ سرڪاري يونيورسٽيون بہ سرڪاري تعليمي نظام جو حصو آهن ۽ انهن کي پبلڪ سيڪٽر جون يونيورسٽيون چئبو آهي. پرائيويٽ سيڪٽر جي يونيورسٽين ۾ سرڪاري دخل اندازي اڻ سڌي نموني موجود ضرور آهي، پر اهو معاملو الڳ قسم جو آهي، هاڻ جيڪڏهن اوهان هن سڄي معاملي کي غور سان ڏسو تہ اوهان ڄاڻي وينداتہ سنڌ ۾ تعليمي سڌارا ممڪن ئي ڪونهن، جيستائين وفاق طرفان سنڌ جي تعليمي نظام کي مڪمل آزادي نٿي ملي.

اڄڪلهہ دنيا هڪ ڪليل ادارو آهي. جنهن رفتار سان سنڌ جا ماڻهو ڪئناڊا ۽ آسٽريليا وڃي ڊگريون وٺي اچي رهيا آهن، سا رفتار ٻڌائي ٿي تہ سنڌ جي يونيورسٽين ۾ اها قوت ناهي، جيڪا انهن ٻاهرين ملڪن جي يونيورسٽين ۾ آهي. مان گهٽو تہ واقف ناهيان تہ اڄڪلهہ ڪٿي ڇا ٿي رهيو آهي، پر ايترو ڏسي رهيو آهيان تہ ٻاهران ڊگريون وٺي ايندڙ ماڻهو غير سرڪاري ادارن ۾ ڪم ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪن ٿا. سرڪاري يونيورسٽين جا استاد بہ پنهنجو مدو ڪائي غير سرڪاري ادارن ۾ ڪم ڪرڻ کي ترجيح ڏيندا آهن.

انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ سنڌ ۾ تعليمي نظام جو معيار پاڪستان نهڻ کان وٺي ڪرندو ئي رهيو آهي، اهو هڪڙو سلسلو آهي، جيڪو رڪجي نٿو. ڪنهن جو خانو خراب ڪنهن ڪيو، اهو آهي سوال جنهن جو جواب اوهان کي ڏيڻو آهي، سنڌ جي تعليم

ڪاتي يونيورسٽين جو خانو خراب ڪيو يا صوبي جي يونيورسٽي نظام سنڌ ۾ تعليم جو ٻيڙو ٻوڙيو؟ منهنجو مطلب آهي ته سوچي ونو ته انهيءَ عالمگير تباهيءَ جو بنياد ڪٿي آهي؟ ڪنهن رکيو؟ ۽ ان کان ڇوٽڪارو ممڪن به آهي يا نه؟ منهنجو پنهنجو جواب آهي ته جنهن کي پاڻ ڇوٽڪارو سمجهنداسين، سو ڪو اهڙو وڏو ڏچو هوندو، جيڪو اڃا به وڏي تباهي جو سبب هوندو.

سو في الحال سنڌ ۾ سڌارا آڻڻ جي ڳالهه وساري ڇڏيو، جيئن گاڏو هلي پيو، تيئن هلندو ئي رهندو، اوهان ڇا ڇا بدلائيندا؟ اگر بدلائيندا درسي ڪورس بدلائيندا، استاد بدلائيندا، اسڪول بدلائيندا، ماڻهن جي ذهنيت بدلائيندا؟ ڪا حد ئي نه آهي، جتي بدلائڻ جو سلسلو روڪي سگهجي. سو آخر علاج ڪهڙو آهي؟ ڪو به علاج ناهي، علاج ممڪن ئي ناهي.

هائيڊ پارڪ ۾ ڏهرڪي جي آصف علي ملڪ جو فرسٽ ڪلاس خط ڇپيو آهي، ساس بابت: هن پڇيو آهي ته سنڌي ادبي سنگت ڪهڙي سلسلي ۾ ايشيا جي سڀ کان وڏي ادبي تنظيم آهي، جڏهن سنڌيءَ ۾ نه ادب آهي، نه اديب؟ منهنجو خيال هو ته مان اڪيلو ئي آهيان ان خيال جو. اهو خط پڙهي مان محسوس ڪيو آهي ته سنڌي سوچ هاڻ تبديل ٿي رهي آهي.

اڄ تائين اها ڄاڻ نه پئجي سگهي آهي ته شيڪسپيئر جي ڄم ۽ موت جون تاريخون ڪهڙيون هيون ۽ هو ڪٿي ڄائو هو؟ ڪتابن ۾ شيڪسپيئر بابت جا به ڄاڻ ڏنل آهي، تنهن بابت اسٽيفن ليڪاڪ لکيو آهي ته سڀئي ڄاڻن ٿا ته غلط آهي، پر مڙئي خانا پوري ڪرڻ لاءِ تاريخون به ڏيندا آهن ۽ سندس ڄم جو هنڌ به ڏيندا آهن. اڌو اڌ دنيا گشن پتن تي پئي هلي، ماڻهوءَ جو ڪم اهم آهي، ڄمڻ ۽ وفات جون تاريخون اهم ناهن.

هاڻي ڄاڻ ٿي پئي ته مان ڪيتري قدر غلط هوس ۽ مون ڪيتري غلط زندگي گذاري. اها منهنجي دل هئي، جنهن منهنجي ننڍپڻ کان ئي منهنجو مٿو رلائي ڇڏيو ۽ اڃا به مون کي ڪنهن پاسي ڇڪيو وڃي.

# ليڪ

• جيستائين اوهان هن کي "تون مون کي وڻين ٿي" نہ چيو آهي، تيستائين هوءَ اوهان کي وڻندي رهندي. جنهن ڏينهن اوهان غلطي ڪري هن کي "تون مون کي وڻين ٿي" چيو، تنهن ڏينهن اسٽوري ختم ٿيو وڃي. سبق حاصل: "تون مون کي وڻين ٿي" چوڻ کان پاسيرو رهڻ گهرجي.

• جيستائين اوهان هن کي "تون هوشيار، سمجهو ۽ عقلمند" نہ چيو آهي، تيستائين هو اوهان کي وڻندو رهندو. جنهن ڏينهن اوهان هن کي چيو تہ "تون هوشيار، سمجهو ۽ عقلمند آهين"، تنهن ڏينهن کان هو پاڻ پنهنجي لاءِ نہ گڏهہ رهندو نہ خچر! سبق حاصل: اوهان چو تا هن جو دماغ خراب ڪريو!

• وزڊم ۽ انٽيليجنس بہ الڳ شيون آهن ۽ هڪ ٻئي جي خلاف ۽ مخالف فطرتون آهن، وائيز ماڻهو ڪو بہ فيصلو ڏيڻ/ڪرڻ کان اڳ ڪجهہ وقت وٺندو آهي، بلڪہ ڪي ڏينهن بہ وٺي ويندو آهي، تنهن ڪري ورلي غلط ثابت ٿيندو آهي، انٽيليجنٽ ماڻهو هرڪنهن ڳالهہ/ مسئلي جو فيصلو منٽن، بلڪ سيڪنڊن ۾ ڪندو آهي، تنهنڪري سندس جواب/فيصلو غلط هوندو آهي، جنهن تي هو پاڻ پڇتائيندو آهي ۽ پوءِ معافي/معافيون گهرندو وتندو آهي.

• ليڪ کي غور، فڪر، سمجهہ ۽ خيال سان پڙهندا ڪريو، فريبي ۽ ٺڳ کي نيڪ طرح سمجهو، هو ڪوڙو آهي، هر هڪ ليڪ جو هر هڪ ليڪ هڪ ڪوڙڪو آهي، ڪوريئڙي جو ڄار آهي، جنهن ۾ هو معصوم دليون ڦاسائيندو آهي، مان ليڪ آهيان ۽ مان پنهنجو پاڻ کي سڃاڻان. مان ڄاڻان ٿو تہ مان ڪنهن کي وڻي ويس ۽ جنهن کي وڻي ويس تنهنجو مٿو رُلي ويو.

• ڪو بہ ليکڪ آسمان تان نہ لٿو آهي، مان ليکڪ رهيو آهيان ۽ تنهن ڪري مان ليکڪ جا آنڊا، گجيون ۽ ڦڦڙ سڃاڻان، جنهن وٽ ڪا بہ لياقت نہ هوندي آهي، سو پنهنجي جهالت ۽ اٽڃاڻائي ڍڪڻ لاءِ ليکڪ ٿيو وڃي. مان ڄاڻان ٿو تہ جنهن ڪي هنر چٽبو آهي، سو موچي وٽ بہ آهي ۽ بورچي وٽ بہ آهي، پرليکڪ اهو آهي، جيڪو هنر کان ڪورو آهي. ليکڪ جي مرڻ تي ليکڪ جي ساراهہ بہ ليکڪ ئي ڪندا آهن.

• اوهان چڱي طرح ياد ڪريو ۽ ٻڌايو تہ اوهان ڪڏهن بہ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ وٽ يا ڪنهن پهتل آفيسر جي هٿ ۾ ڪو ڪتاب ڏٺو آهي؟ اوهان ڪڏهن ڪنهن ڪامياب انجنيئر ڊاڪٽر، سيڪريٽري، ڪمشنر يا حڪمران کي ڪو ڪتاب پڙهندي ڏٺو آهي؟ نہ بلڪل نہ - پروفيسر الياس ابڙو صاحب مون کان پڇندو هو تہ "بروهي صاحب، هي ماڻهو ڪهاڻيون ۽ آکاڻيون ڇو لکندا آهن؟" ۽ ڪيس يونيورسٽي جي چاپلوس ماسترن کان تحفي ۾ مليل ڪلتاب جيئن جو تيئن هو مون کي ڏيئي ڇوندو هو تہ، "انهن ۾ ورهائي ڇڏيو، جن وٽ ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم ناهي". هو ڄاڻندو تہ مان بہ ليکڪ هوس پر هو اهو بہ ڄاڻندو هو تہ مان مختلف قسم جي ڪمن ۾ رڌل آهيان جن کي ليکڪ قسم جا ماڻهو زوريءَ آکاڻيون ۽ افسانا سمجهندا آهن. نوڪري لاءِ جا درخواست مان ابڙي صاحب کي ڏني هئي، تنهن ۾ بہ مون اهو نہ لکيو هو تہ مون ڪڏهن ڪا ڪهاڻي يا ڪو افسانوبہ لکيو آهي. مظهر صديقي صاحب کي منهنجا رومن (انگريزي) اکر ۽ هندستان جي تواريخ وارو ڪم پسند هئا. جي سنڌ يونيورسٽيءَ سان ردي قسم جا ماڻهو وابستہ نہ هجن ها تہ صديقي صاحب يونيورسٽيءَ کي گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ ورهيہ اڳتي وٺي ويو هجي ها.

• زندگيءَ جا عجب ڏينهن گذري ويا، جيئن وهندڙ نهر مان ڪرندڙ پاڻي ۽ بيابان مان لنگهندڙ طوفان، پر بہ ڏينهن اهڙا رهيا، جن جو مون کي ڪڏهن بہ افسوس نہ رهيو، هڪڙو اهو ڏينهن جيڪو ڪالهہ گذري ويو ۽ ٻيو اهو ڏينهن جيڪو سڀاڻي ايندو(عمر خيام).

• جڏهن حياتيءَ ۾ گند پرجي ويندو آهي، تڏهن ليکڪ کي فقط سندس پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ ۽ دنيا کي پڌائڻ ئي سُجهندو آهي. اها آتم ڪٿا بهانو هوندو آهي، انهيءَ جي توجهه پاڻ ڏي ڇڪڻ جو، جنهن ليکڪ کي لکڻ تي مجبور ڪيو هوندو آهي، منهنجي ذاتي معاملي ۾ مشڪل اها آهي ته اهڙيون سوين آهن، جن جي توجهه مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪائڻي آهي.

• هي منهنجي آتم ڪٿا منهنجي آخري ڪوشش آهي، ڪجهه لکڻ جي تنهن ڪانپوءِ مون لاءِ Deluge(مڪمل خاتمو) آهي. الائجي مان صحيح پيو لکان يان غلط! هونئن آتم ڪٿا سيني ليکڪن جي هڪ جهڙي هوندي آهي، جو سيئي ليکڪ پنهنجي زندگي ۾ ساڳيو ئي گند ڪندا آهن، ڪجهه وقت اڳ ڪنهن مون کان پڇيو هو ته "تون جو لفظ گند استعمال ڪندو آهين، سو انهيءَ لفظ گند مان تنهنجو مطلب ڇا آهي؟" مان ڳالهه هيٺ مٿي ڪري ويس، مان بيوقوف آهيان جو سمجهان ته هن لفظ "گند" جو مطلب نه سمجهيو هوندو!

• هي آتم ڪٿا انهن ٻن اکين جي ڪٿا آهي، جيڪي نظر جي عينڪ پويان رهنديون آهن ۽ جن ۾ جڏهن ٿڪ جو هلڪو اثر ظاهر ٿيندو آهي ته منهنجي دنيا انهن ٻن اکين ۾ئي ٻڏي ويندي آهي، اهو سڄو معاملو هڪڙي نيڙي ڍڪ جو آهي، ائسٽرانامي، فزڪس، يا جاميٽري پڙهي اوهان ڪائنات جو وسيع دائرو ڏسي حيران ٿي ويندا. ڪائنات جو ڪنهن به طرف انت ڪونهي. ڪائنات ته وسيع آهي، پرڪائنات کان وڌيڪ وسيع منهنجي دل جي اها دنيا آهي، جا هن جي وجود ۾ سمايل آهي.

• مان اوهان کي هڪڙو راز ته ٻڌايان، جيڪو اوهان اڳيئي ڄاڻو ٿا. ڪنهن به ليکڪ جي زندگي ۾ ڪا به عورت ڪا به اهميت نٿي رکي، ليکڪ جيڪو لکندا آهن، جنهن کي پڙهندڙ اجائي اهميت ڏيندا آهن. ڪنهن گروهه کي گمان هو ته مان هنن مان فقط هڪڙيءَ کي سڄاڻان ۽ ٻين کي در گذر ڪريو ڇڏيان. اها حقيقت به هئي. پر ان گروهه کي ڄاڻ نه هئي ته مان اکين کان جڏو هوس ۽ فقط ڪنهن هڪڙيءَ کي پنهنجوسمجهي ٿي سگهيس. مون ڪوڙ ڳالهائيندي چيو ته مان ان گروهه مان هر هڪ کي سڃاڻان ۽ کي

نالا به وٺي ويس. اوهان لاءِ مان ليکڪ آهيان، جو اوهان هي ڪالم پڙهي آيا آهيو. منهنجي مرڻ ڪانپوءِ اوهان مان ٿي ڪو لکندو ته حليم بروهي آسمان مان لٿو هو. حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ جي رڪارڊ مطابق منهنجو ننڍو ڀاءُ عبدالعليم (جمون) جيڪو هاڻ آمريڪا جورهاڪو آهي، سو مون کان ٽي مهينا وڏو آهي، آمريڪا جي رڪارڊ ۾ هن جي ماءُ جو نالو غلام فاطمه ۽ منهنجي ماءُ جو نالو شهزادي لکيل آهي. جيتوڻيڪ اسان ٻنهي جي ماءُ اها ساڳئي هئي. جو امان جو جم وقت نالو غلام فاطمه رکيو ويو هو ۽ شاديءَ ڪانپوءِ امان کي سندس ساهرن ۾ شهزادي سڏيو ويندو هو. جن کي اوهان ريسرچ اسڪالر سمجهندا آهيون تن جي لکڻين کان پري رهو، بلڪ پري ڀڄو، هنن کي مشڪرا سمجهو.

• انگريزيءَ ٻوليءَ جي شاعر لارڊ بائرن کي بخار/تپ هو، سو ڊاڪٽرن هن جي جسم مان رت چڪي ڪڍيو ته جيئن رت جي وهڪري جي تکائي گهٽ ٿئي ۽ جسم جي گرمائش گهٽ ٿئي. ان زماني ۾ ميڊيڪل سائنس مطابق بخار جو سبب فقط رت جو جسم ۾ تکو وهڻ هو، سو ڊاڪٽر مريض جو بخار گهٽائڻ لاءِ مريض جي جسم مان رت چڪي ڪڍندا هئا ته جيئن مريض آرام ڪري، بائرن جو بخار نه گهٽيو سو ڊاڪٽر هن جي جسم مان رت ڪڍندا رهيا. بائرن چوندو به رهيو ته هن جي جسم مان رت ڪڍڻ جو لڳاتار سلسلو هن کي موت تائين پهچائيندو. پر ڊاڪٽر مائي بابت هئا ۽ بائرن پنهنجن ٿي خير خواهه ڊاڪٽر هٿان رت ڏيندي مري ويو. بائرن جهڙا ماڻهو وڃائي ميڊيڪل سائنس اها ترقي ڪئي جنهن کي پاڻ اڄ ميڊيڪل سائنس چئون ٿا. آسڪر وائلڊ جهڙي ماڻهوءَ کي جيل اماڻي ۽ تباهه ڪري، پوءِ هم جنسيات کي قانوني حيثيت ڏني وئي، شرم اچڻ گهرجي، هنن کي جيڪي حاڪم ۽ حڪمران هئا. ٻڌي مرڻ گهرجي هنن کي، جن هيرن جهڙن سنتن کي ڪهي هنن جي لاشن تي معاشري جي ترقي جو ڊونگ رچايو آهي.

• مان سنت نه آهيان، فقط انڌو رهيو آهيان، جيڪي ڪجهه مون اڄ تائين لکيو آهي، سو فقط هڪ اک سان لکيو آهي.

# هائي ميرا دل!

• مان پنهنجي دل تي هٿ رکي چوان ٿو ته،

يه جو ظالم دل دهڙک رها هي يهان
اس ني اک دن منجهي ڊبونا ٿها!

• هڪڙي اردو/هندي فلم هئي، جنهن جو نالو هو"هماري ياد آئي گي"، چا ته فرسٽ ڪلاس فلم هئي. تنهن ڪري نالو به نه ڪيائين ۽ مشهور به نه ٿي. الائجي ڪيئن اها فلم مون ٿي وي تي ٿي چار پيرا ڏٺي. مٿي ڏنل ٻه سٽون ان فلم جي هڪ گاني جون آهن. اهو گانو ئي مڪمل عشق آهي، ان جون پهريون سٽون آهن.

سوچتا هون يه کيا ڪِيا مين ني
کيون يه سر درد لي ليا مين ني!

• اوهان اعتراض ته ڪندا، پر مان لکڻ بنا رهي نٿو سگهان، دل مان نفرتون ڪڍي هڪ پيرو پڙهي ته ڏسو،

کون هي يه کهان سي آئي هي!
يه تو اپني نهين پرائي هي!
کيسي چنچل، شرير اور جهوٽي،
پهربهي من کو ميري يه بهائي هي!
هاتهه مين هاتهه لي ليا مين ني!
کيون يه سر درد لي ليا مين ني!

• مٿي ڏنل سيئي سٽون فلم ۾ هيرو جون چيل آهن ۽ هيروئن ڇا ٿي چئي؟

دیکھہ کر یون وہ مسکرایا کیون!
مسکرایا تو پاس آیا کیون!
ناک اتنا اور آپ اتنا سا،
پھر بھي میري نظرکو بھایا کیون!
جس کو اربین کیا دیا مین ني
سوچتي ھون یہ کیا کیا مین ني!
کیون یہ سردرد لي لیا مین ني!

• هن ڳاني مان ٻہ چار سٽون مان ڪائي ويو آهيان جو مان ڄاڻان ٿو تہ اوهان ۾ مون لاءِ سهپ ناهي. مان اردو لکندس تہ اوهان چوندا حليم اردو وارن جو چمچو آهي. انگريزي لکندس تہ چوندا تہ انگريزن جو ايجنٽ آهي. انگريزي اکرن جي ڳالھہ ڪندس تہ چوندا تہ سنڌي الفابيٽ تو ڪاري ۽ هاڻي اوهان انهن چمچن کي ڏسو، جيڪي ويھہ سال اڳ مون کي غلط ۽ پاڻ کي صحيح سمجھندا هئا ۽ هاڻ پاڻ انگريزي اکر ۽ لفظ استعمال ڪن ٿا. خدا جو شڪر آهي جو علي قاضي سنڌ سڏارڻ جي ڪوشش ۾ انگريزي لفظ لکيا آهن، جنهن نادانن کي سڏارڻ شروع ڪيو آهي. جن کي اڄ اردو کان نفرت آهي، تن جو اولاد اوهان ياد رکو هندي لکندو، هندي ڳالهائيندو ۽ انگريزي پڙهندو. اوهان ڏسو نٿا تہ اوهان جا سياستدان اوهان کي ڪهڙي دڳ تي وٺي پيا هلن؟ اوهان جي سياستدانن جي اولاد کي سنڌي لکڻ تہ نھيو ڳالهائڻ بہ نہ ايندي آهي ۽ اوهان انهن جي اردو تقريرن تي تاڙيون وڄائيندا آهيو، مان تہ سڀني ٻولين کي پنھنجو سمجھندو آهيان. اوهان وڙهندا هلو مختلف ماڻهن سان، مختلف ٻولين سان، مختلف صوبن سان، مختلف ملڪن سان، مختلف ماڻهن سان، مختلف لهجن سان، پٽين سان، ديوارن سان، چو تہ اهي ئي تہ ڪم آهن، جيڪي اوهان جي اڪثر دانشورن، سياستدانن، ماسترن، پروفيسرن ۽ ليڊرن اوهان کي سونپيا آهن، ڪنهن اوهان کي چيو بہ آهي تہ جيڪڏهن اوهان جا درسي ڪتاب اجايا آهن تہ انگريزي، اردو، هندي، درسي ڪتاب پڙهو؟ ڪنهن اوهان کي چيو بہ آهي تہ جيڪڏهن اوهان جا تعليمي ادارا اجايا آهن

تہ گھرن ۾ ويھي پڙھو؟ ”ھلو ھلو پشاور ھلو“، ”ھلو ھلو، نشترپارڪ ھلو“، ”ھلو ھلو نوابشاھ ھلو“، ھيڏانھن ھلو، ھوڏانھن ھلو، اھڙي قسم جا نعرا لڳرائيندڙ تہ پئسا ڏيئي لڳرائيندا آھن، پر جيڪي اھي نعرا لڳندا آھن، تن کي چا تي ويو آھي؟

• منھنجو دماغ خراب ٿئي، تنھن کان اڳ مان ھڪ بيو اردو شعر لکي وٺان.

چلو اک فيصلا باھم يہ کرلين،
کي ھم مين فاصلہ کتنا رھي گا!

(ترجمو: اچو تہ پاڻ فيصلو ڪري وٺون تہ پاڻ بنھي جي وچ ۾ مفاصلو ڪيترو رھندو!)

• ”پنھنجو پاڻ سڃاڻ“ اھي لفظ ٽي ھزار ورھيہ اڳ ساڪريٽس چيا ھئا، جنھن کي سڄي دنيا (مون سميت) وڏو عقلمند سمجھندي رھي آھي، مون ڪالھہ ڪنھن ڪتاب ۾ لکيل ڏٺو تہ گوئٽي چيو ھو تہ ”جيڪڏھن مون پاڻ کي سڃاتو ھجي ھا تہ مان ڀڄي ويو ھجان ھا،“ مون پاڻ کي سڃاتو آھي ۽ مان پاڻ مان بيزار آھيان، پر جيڪڏھن مان ڀڄي بہ وڃان تہ ڪيڏانھن ڀڄي وڃان؟ چا مون کي سڄھي ٿي سا مون کي پنھنجي ھنج ۾ لڪائيندي؟

• ياد رکو تہ ھي لفظ، منھنجا، حليم بروھي جا، آھن ”جن وٽ لکڻ لاءِ ڪجھہ نہ ھوندو آھي، سي شاعري ڪندا آھن ۽ جن ڪوپڙين ۾ ڪجھہ نہ ھوندو آھي، سي ٻين جي مواد مان سٽون ڪٽي انھيءَ جو مواد جو حوالو ڏيندا آھن“ ياد رکو تہ ھي لفظ منھنجا ناھن.

• ”منھنجي بنيادي غلطي ھيءَ آھي تہ مان ھتي آھيان ۽ تون ڪنھن ٻئي ھنڌ آھين!“ ياد رکو تہ ھي لفظ منھنجا پنھنجا آھن ”جا وٽي، سا وٽندڙ آھي“ ۽ ھي بہ ياد رکو تہ ھي لفظ منھنجا آھن. ”
ڪنھن بہ اھڙي شخص جا ماتحت نہ ٿجو، جنھن جي غربت يا بڇڙي حالت اوھان نناڍپڻ ۾ ڏٺي ھئي، چو تہ ھاڻي ھو اوھان جو صاحب آھي، تنھن ڪري پنھنجي غربت وارو ماضي اوھان جي ذھن مان ڪڍڻ ۽ ميسارڻ لاءِ اوھان کان اھڙي بڇڙي نموني بدلا وٺندو جو اوھان اھو ئي سمجھندا رھندا تہ اوھان جو پراڻو نناڍپڻ جو دوست/

واقف آهي. جيڪڏهن اوهان ڪڏهن خوشحال هِئا تہ انهن ڪان سدائين هميشہ پري رهو ۽ رهجو جيڪي ان زماني ۾ بدحال هئا.“

• ”جيڪڏهن اوهان ڪا بہ هڪڙي ڳالهہ تمام چڱي طرح سمجهي چڏي آهي تہ اوهان سڀ ڪجهہ سمجهي چڏيو آهي“، اها سٽ هڪ جپانيءَ جي چيل ۽ لکيل آهي، مون کي فقط ايترو چوڻو آهي تہ جيڪا مون کي سمجهہ ۾ نتي اچي، تنهن کي مان ڪيئن سمجهان! ۽ جيڪا مون کي نتي سمجهي تنهن کي مان ڪيئن ۽ ڇا سمجهايان!

نہ هنس دل جلون پر تُو بادِ بهاري!
اگر آج ميري تو کل تيري باري!
بدلتا هي رهتا هي اکثر زمانا،
جلي دل کو اچها نهين هي جلانا!
ستارو يہ پيغام ان کو سنانا،
يہ تنهائي اور فصل کل کا زمانا!

• هيءَ پئرا آهي، هڪڙي فلمي گاني جيَ جيڪو نورجهان ڪنهن زماني جي فلم خاندان ۾ ڳايو هو اهو ظاهري رنگ روپ آهي، جنهن تي پاڻ فيصلو ڪندا آهيون ۽ اهو طريقو صحيح آهي، ڪردار ۽ اخلاق کي پاڻ ڇا ڇتيندا سين!“ آئڊيا آسڪر وائلڊ جو آهي، مون فقط وڌاءُ ڪيو آهي.

# فئن

جيڪو ماڻهو مهيني ٻن ۾ چار ڇهه مضمون لکندو هوندو سو ڪڏهن ڪو ڇڳيرڙو مضمون به لکي ويندو هوندو. دراصل ڪو به ماڻهو ڪوشش ڪري سٺو يا خراب مضمون نه لکندو آهي. مون 1967ع فيبروري کان لکڻ شروع ڪيو ۽ تمام گهڻو گند باقائدي گندي نموني لکي ڇپائي ورهائيندو هليس. ڊڪشنري ڏسڻ جي عادت نه هئي، صبر ٽڪي جو نه هو، ڪا ڄاڻ نه هئي ته ڪولن، سيمي ڪولن، هائفن، ائسٽرڪ وغيره ڇا آهن، پر منهنجو دماغ ضرور خراب هو جو هر وقت ڪجهه نه ڪجهه لکندو ۽ ڇپائيندو رهندو هوس. ظاهر آهي ته ايترو جو گهڻو مون گند لکيو ان ۾ ڪجهه سٺو ۽ ڪجهه ڇڱو به لکجي ويو هوندو. ائسٽرڪ جي ڄاڻ مونکي 1985ع ۾ پئي، جڏهن مون سنڌي ۽ هندي اکرن ڪي رومن (انگريزي) روپ ڏيئي ان ۾ نون غني جي اُچاريا اٿر لاءِ ائسٽرڪ ڪتب آندو. سنڌين کي ٻيو ڪو هوش هجي يا نه هجي، پر ايترو هوش هنن کي سدائين رهيو آهي ته حرام جو ٻولي ۽ اسڪرپٽ ۾ تفاوت سمجهن! مون شروع ۾ سنڌي اسڪرپٽ بدلائڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجي محنت، وقت، پئسا برباد ڪيا، پر هرڀيري سنڌين پنهنجن پادرن ۾ هٿ وڌو ته حليم سنڌي ٻولي ٻيو بدلائي! 1990ع ڌاري مان پنهنجي پڳهار سنڌي اکرن کي رومن اکرن ۾ بدلائڻ جي ڪوشش کي عروج تي پهچائڻ تي خرچ ڪري سنڌي ٻوليءَ جي ڪمپائونڊرن جون گاريون، دڙڪا، چٽرون ڪائي سکي ويس ته جيڪڏهن اسڪرپٽ ئي بدلائڻو آهي ته هندي (اردو) اسڪرپٽ کي رومن ۾ تبديل ڪريان: مون سنڌي اسڪرپٽ کي

رومن اسڪرپٽ ۾ تبديل ڪرڻ تان هميشہ لاءِ هٿ ڪڍي ڇڏيو ۽
هندي (اردو) ۾ رومن اکر استعمال ڪري اهڙو عاليشان ڪم ڪري
ويس جو مان پاڻ بہ حيران آهيان تہ قدرت مون جهڙي گندي، غلط
ڇڇوري، ٺرڙي، ۽ ڏڪاريل ماڻهوءَ تي بہ ايڏو ۽ ايترو گهڻو مهربان
ٿي سگهي ٿي! ان زماني ۾ مان اڪيلو ٿان ٺان ڪندو وتندو هوس
۽ ٻڌندو ڪنهنجي بہ نہ هوس. گهڻو پوءِ جڏهن مان ڪجهہ ماڻهن
کي ٻڌڻ لڳس، تڏهن مون هڪڙو ننڍڙو شعر ٻڌو، جنهن مون کي
خوش ڪري ڇڏيو. اهو شعر هندي ۾ آهي، جنهن کي اوهان
خوامخواهہ اردو چوندا آهيو ۽ اهو شعر مون انگريزي اکرن ۾
پنهنجي ڪتاب ”سيڊبس“ ۾ بہ ڏنو آهي، جيڪو ڪتاب منهنجو
لڪيل هجڻ ڪري ظاهر آهي تہ ڪنهن بہ ساڙ سڙيي سنڌي نہ پڙهيو
هو، اهو شعر آهي تہ

اُس ڪـــي دشـــمن هـــين هـــزار
آدمـــــــي اڇهـــــا هوگـــــا!
وهـــ بهـــي ميـــري هـــي طـــرح
اس شــــــهر ۾ تنهـــا هوگـــا!
رومـــن ۾ مـــون لکيـــو آهـــي تـــ،

Us kay thushmum huay hazar
Athme utchha hoga!
Vo bhe mayre he tturuh
Is shahir may ttunha hoga!

۽ اوهانجن سنڌي اکرن ۾ لکبو تہ
اُس ڪي دشمن هئين هزار
آدمي اڇا هوگا!
وه ڀي ميري طرح
اُس شهر ۾ تنها هوگا!
تمام ٿورڙا ماڻهو هئا، جيڪي منهنجا آرٽيڪلس ۽ ڪتابچا
پڙهي منهنجا فئن ٿيا (مون کي پسند ڪرڻ لڳا)، تمام گهڻا اُهي

هئا، جيڪي مون کي پڙهڻ ڪانسواءِ مون ڪان نفرت ڪندا رهيا، جو هنن کي منهنجي ذاتي زندگي ۽ رويي مان نفرت هئي. جنهن ماحول ۾ هر ڪو ڪنهن نہ ڪنهن ڌر (پارٽي) سان ٻڌل هجي، تنهن ۾ مون جهڙي نيوٽرل (غير جانبدار) ماڻهوءَ لاءِ سواءِ ڌڪار جي ڪجهہ نہ هو، مون کي ڪنهن ٻولي لاءِ ڌڪار هئي، نہ ڪنهن قوم لاءِ نفرت هئي،نہ ڪنهن مذهب يا ڌرم عقيدي لاءِ. اندر ۾ ساڙ يا بغض هو ۽ اهو منهنجو رويو انهن کي سمجهہ ۾ نہ ايندو هو، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن پاسي لاڙو رکندا هئا. مون وڏا ماڻهو ۽ شاهوڪار تہ گهٽيئي ڏٺا هئا، پر مون پاڻ تہ غربت ڏٺي هئي ۽ نہ مون کي غريبن يا غربت سان نفرت هئي، پروفيسرن، صاحبن، خانصاحبن، آفيسرن وغيرهہ کان وڌيڪ مان پٽيوالن، چوڪيدارن، ڪلارڪن ۽ منجهيل ماڻهن ۾ اٿندو ويهندو هوس، مان ڪڏهن بہ ڪنهن کان نہ پڇندو هوس تہ تون ڪهڙي نوڪري ۾ آهين ۽ تنهنجو نالو ڇا آهي، صاف ظاهر آهي تہ ٽرڙا استاد ٻهانا ڳوليندا هئا مون کي ذليل ۽ بي عزتو ڪرڻ لاءِ سو گهٽائي انهن جي هئي جن کي منهنجي لڪائي، پڙهائي ۽ هر هڪ ٽاپڪ تي ڳالهائڻ کان چڙ هئي.

پر وڏو انبوهہ منهنجن انهن فئنن جو هو، جن کي منهنجيون ڳالهيون وڻنديون هيون، منهنجي سوچ وڻندي هئي ۽ جتي بہ مان هوندو هوس، اُتي منهنجي چوڌاري گڏ تي ويندا هئا، يونيورسٽي ۾ عزيز پلي بہ انهن جو ئي دوست هو، جيڪي منهنجا بہ دوست هئا، جي ڪري اُهي سيبيئي دوست يونيورسٽي ۾ مون کي ۽ عزيز پلي کي اسان جي انگريزي پاڻيندا هئا. عزيز تہ انگريزي ڊپارٽمينٽ ۾ استاد هو ۽ .مان ائڊمنسٽريشن ۾ ڪلارڪ ٽائيپ ويهندو هوس. پر عزيز کي منهنجي انگريزي وڻندي هئي ۽ هن کي منهنجا انگريزي ڪتابچا بر زبان ياد هوندا هئا. هو ڳالهائيندو فرسٽ ڪلاس انگريزي هو، پر لکي نہ سگهندو هو جو هن کي ڳالهائڻ کان ئي فرست نہ ملندي هئي. مون کان جڏهن بہ پڇندو هو تہ ڪيئن لکڻ شروع ڪريان تہ مان سندس ۽ پنهنجن سيني دوستن

اڳيان سنڌائين اهو ئي جواب ڏيندو هوسانس تہ ٽي مهينا هڪڙو هٿ
وات تي رک ۽ ٻاٿ روم ۾ نہ وڃ توکي مجبورن لکڻو ئي پوندو.
سيئي دوست کلندا هئا. عزيز جي وفات جي شايد ٽئين ڏينهن احد
سومرو، جيڪو ڪراچي ۾ هاڻ چڱو خاصو وڪيل ٿي ويو آهي،
سو مون وٽ آيو ۽ عزيز جون ڳالهيون ڪندي اوچتو مون کي
چيائين تہ "دادا، تو کي ياد آهي تہ تون عزيز کي انگريزي لکڻ لاءِ
ڪهڙو طريقو ٻڌائيندو هئين؟ اسان اڄ بہ عزيز پلي کي ڏنل انهيءَ
صلاح تي کلندا آهيون. جو عزيز پاڻ بہ اها صلاح صحيح سمجهندو
هو." اسان جن دوستن ڪراچي جي هڪ هوٽل ۾ هڪڙو فنڪشن
ڪيو، جنهن ۾ عزيز پلي مون بابت زبردست نموني ڳالهايو ۽ مون
پنهنجي واري تي گند ڪيو مان ڳالهائي نہ سگهيو هوس. عزيز جو
دوست هوندي بہ مان مطلبي ليکڪ آهيان: دنيا ۽ يونيورسٽي عزيز
پلي وڃايو ۽ مون پنهنجو هڪڙو زبردست فئن وڃايو. عزيز پلي
کي ماريو ڪنهن؟ انهن جاهلن جي انگريزي، جن جو هن کي
زيردست ڪري رکيو ويو هو. اوهان عزيز پلي جي انگريزي ۽
مزاج ياد ڪريو ۽ پوءِ انهن جاهلن جي انگريزي ۽ افعال ياد ڪريو،
جن جا حڪم عزيز کي مڃڻا پوندا هئا. يونيورسٽيءَ عزيز لاءِ
شراب کان سواءِ ڪو رستو ئي نہ ڇڏيو هو. عزيز مڪمل بوتل هو.
مان اڌ بوتل آهيان.

• پر منهنجا خاص فئن اهي آهن، جن منهنجو ڪو ڪتاب يا
مضمون ڏٺو بہ ناهي ۽ جن جو پري جو بہ واسطو لکا پڙهي يا
اخبارن ۽ ڪتابن سان ناهي، پر مون کي پائيندا تمام گهڻو آهن.
فئن انگريزي ۾ پکي/ پنکي کي. بہ چئبو آهي ۽ پسند ڪندڙ کي
بہ چئبو آهي. مان نٿو ڄاڻان تہ سياڻي ڇا ٿيندو، پر منهنجو
پروگرام آهي علامہ اقبال جو شعر "نيا شولا" کي انگريزي اکرن ۾
لاهڻ جو.

# تون ڪير؟

• ڳالهه هزار ٻن ورهن جي يا لکن ورهن جي هجي ته ٺاري به سگهجي ٿي وساري به سگهجي، پر ڳالهه آهي اُن گهڙيَ جي جا ڪروڙين ورهيه اڳ اچوڪي ذرتي جي روپ ۾ ظاهر ٿي، اها مٽي هئي، جنهن کي ذرتي چيو ويو ان ذرتيءَ جيڪي ڪجهه ڄڻيو اهو مٽيءَ جو هو: جنهن ۾ پاڻ سيئي ڍور، جانور، سڀ ڪجهه اچي ويو، ذرتي به مٽيءَ جي هئي ۽ ان اندر يا ان مٿان جيڪي ڪجهه آهي سو به مٽيءَ جو آهي، پوءِ ائين چو آهي ته انهيءَ ساڳي مٽيءَ جي ڪنهن روپ ڏانهن پاڻ چڪيا وڃون؟ سڌو سوال آهي ته هوءَ جا پاڻ به مٽيءَ جي نهيل آهي، سا مون کي ايترو گهٽو چو ٿي وٽي جو چاهيان ٿو ته اڄ ئي اسان ٻئي مٽي ٿي هڪ ٻئي ۾ ڳڏجي وڃون ۽ هڪبئي ۾ ڳڏجي هڪ ٿي وڃون؟

• ڳالهه لکين ڪروڙين ورهين اڳ جي آهي، جڏهن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو نهيا، جن ۾ هڪڙو خاص طبقو پنهنجو پاڻ کي ليکڪ سڏائيندو هو ۽ ٻيو طبقو پاڻ کي شاعر سڏائيندو هو، اهي جيڪي لکين ڪروڙين ورهه گذري ويا ۽ اجا هلن پيا، انهن ۾ هڪڙو معجزو ٿيندو رهيو آهي، اهي سيئي لکين ڪروڙين ورهيه ڪنهن به سنڌيءَ کان پڇبو هو ته تو کي ڪهڙو اديب يا ليکڪ يا شاعر ٿو وڻي ته اهو سنڌي ماڻهوءَ وانگي سڌو جواب ڏيندو هو ته "شيخ اياز ۽ شاهه لطيف" سنڌين جي اها عادت/ فطرت/ ٽريڊيشن لکين ڪروڙين اربين ورهين کان هلندو اچي ۽ اڄ به قائم آهي، حرام جو ڪنهن ٽئين ماڻهو جو نالو وٺن، لکين ورهين کان منهنجي ذهن ۾ هڪڙو نالو آهي پر اهو نالو مان اچاريندس نه، ملندي ته ٻڌائيندو سانس.

•الاهي مذهب تہ گھڻو پوءِ لتا، مان تو چاٹڻ چاهيان تہ ان کان اڳ ڇا هو، سواءِ مٽيءَ جي! منهنجي وڏن جا بہ وڏا ضرور مٽيءَ ۾ ئي وڃي مٽيءَ ٿي ويا هوندا. جيستائين روح جي تصور جنم ورتو، تيستائين ڇا هو؟ هو سڀيئي ضرور مٽيءَ مان ئي جڙيا هوندا. الهامي ڪتاب تہ تمام گھڻو پوءِ آيا، پر تنهن کان اڳ جيڪي ماڻهو (خاص ڪري سنڌي) آيا تن ۾ سواءِ مٽي جي ڇا هو؟ مان ڀھڪيو وڃان، تنهن ڪري هن ڏانهن موٽيو وڃان جا منهنجي جسماني روح جي آخري اسٽيشن آهي. مرڻ کانپوءِ مان پڇندس تہ جيڪڏهن مون کي هن لاءِ تڙپائڻو ئي هو تہ مون کي هن کان ڌار ڇو گهڙيو ويو! پر اوهان خيام پڙهيو هجي تہ ڪجھہ سمجهو بہ! جيڪڏهن مان ۽ هو ساڳيو جسم هجون ها تہ پوءِ تڙپڻ ڇا لاءِ هجي ها؟

• پاڻ جواني ۾ عشق ڪري ٻڍاپي ۾ پڇتائيندا آهيون تہ جيڪڏهن عشق ڪرڻو هو تہ ٻڍاپي ۾ ڪريون ها. جواني ۾ ٻار ڇٽي وياسين، هر جا ڪاءِ، ملڪيت، دولت زال نالي ڪري ٻڍاپي ۾ افسوس ڪندا آهيون تہ اهو بيوقوفيءَ جو ڪم اسان جوانيءَ جي جوش ۾ ڇو ڪيو. ٻڍاپي ۾ افسوس ڪندا آهيون تہ جيڪڏهن جوانيءَ ۾ شادي ڪرڻ بدران ٻڍاپي ۾ شادي ڪئي هجي ها تہ اها مائي هن وقت ڪم اچي ها. اها آهي مخلوق جي قسمت جا خالق جوڙي آهي ۽ پوءِ ان قسمت لاءِ خالق جا شڪر گذار بہ رهو!

• جيڪڏهن انسان ۾ عشق جو جذبو نہ هجي ها تہ انسان ۽ ريتي/واري/مٽي ۾ ڪو بہ تفاوت نہ هجي ها. مان سائنسي نہ پيو هلايان، ريتي جي ذرن ۾ هڪ ٻئي لاءِ ڪشش هوندي آهي، ساڳي ڪشش واري جي ذرن ۾ هڪٻئي لاءِ هوندي آهي، ساڳي ڪشش مٽيءَ جي ذرن جي هڪ ٻئي لاءِ هوندي آهي ۽ بلڪل اها ساڳي ڪشش عورت ۽ مرد جي جسمن ۾ هڪ ٻئي لاءِ هوندي آهي، پاڻ مٽي آهيون، ريتي آهيون، واري آهيون، ڇو تہ پاڻ هلڪا آهيون، تنهن ڪري پاڻ کي مٽيءَ کان مٿانهون سمجهندا آهيون، اڙي! مان هن ڇوڪريءَ کان مٿاهون ڪيئن ٿو ٿي سگهان، جنهن کي مون 1947ع ۾ شڪارپور جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ڏٺو هو، جڏهن

هو ۽ مان اٽڪل اٺ يا نو ورهين جا هئاسين! هن ليکي مان مري ويو هوندس ۽ مون ليکي هو مري وئي هوندي پر مرندو آهي ڪير؟ مٽي ٻه تہ جيئري رهندي آهي، هوءَ ان زماني ۾ هندستان پئي وئي، الائجي ڪهڙي حال ۾ وئي، ڪهڙي حال ۾ رهي ۽ ڪهڙي هال ۾ هوندي!

• هي دنيا آهي، هن ۾ چنڊ تارا آهن، تہ ويهي انهن کي ڏسون ۽ قدرت جا ڳڻ ڳايون، پر چندا، شانتي، آساوري، ڪملا کي نہ ڏسون، تہ متان هنن کي اسان جي نظر نہ لڳي وڃي! اهو چرچو ناهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ ڪٿي ڪپهہ جهڙي برف آهي تہ ڪٿي برف جهڙي ڪپهہ آهي، پر ويندا هڙيئي ڪيڏانهن؟ مٽيءَ ۾ مٽي ٿي ويندا. فلسفي ڇا ٻہ چون، پر حقيقت اها آهي تہ هيءَ ڪائنات مٽيءَ جي نهيل آهي ۽ ڪو وقت ايندو، جڏهن ڪٿي ٻہ ڪجهہ نہ هوندو سواءِ مٽيءَ جي اڏام جي! هي دنيا آهي جنهن ۾ هر هڪ ماڻهو زمين جي چپَن ڦتن لاءِ بلڪل بي حيائيءَ سان پئي جو نڙگهٽ ڪٽڻ لاءِ تيار آهي!

• رسمون، رواج، اهي سڀئي نخرا آهن، مٽيءَ کي ٻهروپ پارائڻ جا. انهن کي غور سان ڏسو،ڪو مري ويو تہ ڇا؟ تون نہ مرندين؟ ڪٿي ڪو ڄائو تہ پوءِ ڇا؟ روز ڪيترا ٻار ٿا ڄمن ۽ مرن؟ سڀ ڪجهہ مٽي ٿي ويندو. جيسين هن جي منهن ۽ جسم تي ماس آهي تيسين هو مون کي وڻي ٿي، پر جڏهن اهو ماس غائب ٿيڻ ۽ مٽيءَ جو روپ وٺڻ لڳو تہ پوءِ ڇاٿيندو؟ پاڻ سڀئي پڃل ٽنل آڏا ڦڏا هڏا ۽ هڏيون آهيون، فقط پاڻ مڃون ٿا جو پاڻ چسا، هلڪا، آڪڙ، باز آهيون ۽ پنهنجي پنهنجي روح کي ٻين جي روحن تي فوقيت/حاوي ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل آهيون، برونو چيو هو تہ سج بيٺل آهي ۽ ڌرتي پئي ڦري، ڪاپرنيڪس ٻہ ساڳي ڳالهہ ڪئي، سو ان زماني جي سنڌين هنن جا گهر ٻار ٻڇا ساڙي ڇڏيا. گئليلو بچي ويو جو پوڙهو هو ۽ معافي گهري گهر ويهي رهيو، اڄ جو سنڌي بہ ان زماني جي سنڌي جهڙو آهي، سنڌي حقيقت هي قبول نہ ڪندا مان سنڌي ۾ لڪان پيو جو مون وٽ ڪمپيوٽر ناهي،

پر مان آهيان بروهي ۽ منهنجا تمام گهڻا وڏا ڏکڻ هندستان کان آيا هئا. (پل تہ بروهي مون سان بحث کن). اهو فيصلو ٿيل ئي کونهي تہ سنڌي ڇا کي چئبو آهي ۽ هليا آهن، هوائي سنڌين کي حق ونئي ڏيڻ! انڏو بہ چوندو تہ آغا ۽ پٺاڻ افغانستان کان آيا هئا، پر پٺاڻن قسم جي سنڌين سان ڳالهائي ڪير؟

• سبق حاصل: زمانو ويجهو آهي، جڏهن جيڪي پاڻ کي پنهنجين ذاتين جي نالن بدران پاڻ کي "هرو پرو" سنڌي سڏائيندا آهن ۽ هاڻ اڇي ڦاٽا آهن تہ هي ڪير آهي، هو ڪير آهي ۽ هو ڪٿان آيو هو؟ سوال آهي تہ تون پاڻ ۽ تنهنجا وڏا ڪٿان آيا هئا؟ ڪا بہ زمين اهڙي ڪند زمين نہ هوندي آهي جا اوهان جهڙن ڪند ذهنن جي پرورش ڪري.

# خاڪي!

• منهنجو ذاتي خيال آهي تہ جڏهن بہ ڪنهن اخبار ۾ ڪا اهڙي خبر ڇپبي آهي تہ فلاڻي راڳي جو چاچو يا مامو ايترن ۽ هيترن ورهين کان فلاڻي بيماري ۾ ورتل آهي، پر اخبارن ۾ اپيلن، ٽپيلن، پريس ڪلب اڳيان بک هڙتالون ڪرڻ باوجود بہ ڪلچر کاتي جي عملدار هن کي ڪا بہ مالي امداد نہ ڏني آهي، اها ڳالهہ ۽ اهڙي قسم جون بيون ڳالهيون تہ فلاڻو راڳيندڙ فلاڻو واڄيندڙ، فلاڻو تبلچي، فلاڻي راڳڻي، فلاڻو هار مونيم نواز فلاڻي واڄيندڙ، فلاڻي راڳيندڙ، فلاڻي ناچو ورها ورهہ پنهنجي فن جي خدمت ڪئي ۽ هاڻ جڏهن پوڙهو ٿي ويو آهي تہ فلاڻي کاتي جو وزير يا وزيرياڻي پڇڻ بہ نہ آيس ۽ رڳو نديڙا، انڌا منڌا آفيسر اچي ڪيس آسرا ڏيئي هليا ويندا آهن. سوال آهي تہ جڏهن هي فنڪار جوان هئا ۽ پنهنجو فن ڏيکاري پاڻ بہ خوش ٿيندا هئا ۽ ماڻهن کي بہ خوش ڪندا هئا تڏهن هي فنڪار مستقبل جو ڇو نہ سوچيندا هئا جو هاڻ پنڻ تي سندرو ٻڌو اٿئون؟ مشڪرا فنڪار پنهنجي مشڪري ماڻهن کي ڏيکاري خوش ٿيندا هئا تہ بس سندن مشڪريون قيامت تائين قائم رهنديون ۽ هو سدائين ائين خوشحال رهندا. اها هوندي آهي، سندن بڪواس واري سوچ، مون جهڙا سنڌي ۽ انگريزي ۾ مشڪريون لکندڙ بہ پوڙها ٿي ذهني ۽ پئسي جي معاملي ۾ ڏتڙجي ويندا اسين. وڏن وڏن شاعرن جو بہ اهو ئي حال ٿيندو آهي، کهڙو ليکڪ آهي دنيا سڄي ۾ جيڪو ڪشتو ڪنيو پن تي پيو هلي ۽ بک هڙتالون پيو ڪري؟

• ڳالهہ آهي سڌي جيڪڏهن غريب ٿي ويا آهيو تہ غريب ٿي رهڻ سکو، جڏهن اوهان جي لاءِ موج هئي، تڏهن اوهان ماڻهن کي

پنهنجا ڏند ڏيکاري اوهان پاڻ بہ ڪافي خوش ٿيا. هاڻ اهو وقت ويو، هاڻ غريب، مسڪين ٿي رهو، دنيا جا رستا وڏا، ڏکيا، آڏا، ڦڏا، پيچرن ۽ جهنگلي ڪتن سان پريل آهن. سرڪاري يتيم خانن جي وزيرن، وڏن عملدارن ۽ آفيسرن جي خوشامد ڪرڻ ۽ هنن اڳيان هٿ ڏکيا ڪرڻ کان چڱو اٿو تہ ڪنهن رستي يا پيچري جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ليٽي موت جو انتظار ڪريو، جيئن مان ڪندس، يا ٿورو ترسو ۽ ڏسو تہ مان ڇا ٿو ڪريان ۽ ائين ڪجو جيئن مان ڪريان.

• اهي سيئي سرڪاري ڪاتا گشتائي پتائي آهن، انهن جي عملدارن ۽ وزيرن وٽ گشن، آسرن ۽ ٻين اهڙين ڳالهين جا انبار آهن. اسپتال ۾ مريض ۽ ڊاڪٽر سان فوٽو ڇڪائي گم ٿي ويندا. هڙتال ختم ڪرائڻ لاءِ چوندا "فلاٽي جي خاطري ڪرائڻ تي هڙتال هفتي لاءِ ختم ڪئي وئي"، ائين ڇڻ هو ويناٽي فلاٽي جي انتظار ۾ هئا تہ اهو اچي جوس پياري تہ گهر وڃون. ڇا لکان، اهڙو ڪجهہ تہ نہ لکان جو ماڳهين جيل هليو وڃان، جو ڊي پي او بہ هنن جا، سي سي او بہ هنن جا، فقط ڪن ۽ ڳتا منهنجا آهن.

• تواريخ لکبي آهي تہ بلڪل بي جان، بي مطلبي ۽ بي غرض ٿي لکبي آهي، جيڪي ڪجهہ "سنڌي محققن" گذريل 60 ورهين ۾ اسٽيجن تان بيهي "سنڌ" ۽ "سنڌين" بابت چيو آهي، انهي سڄي ڪي تہ ڇڏيو جيڪڏهن فقط ان جو انون يا ڏهوٽو حصو بہ سچ هجي ها تہ هي ريڊيو موبائيل، ٽي وي، بندوق، رائيفل، ٽئنڪ، توب، راڪيٽ، ڇپائي جون مشينون، پنو، فائونٽين پين وغيره سيئي "سنڌين" ٺاهيون هجن ها.

• مان دنيا تياڳيان پيو، مون ڪي هيءَ دنيا نٽي وٽي. منهنجا وڏا جي ڪڏهن گجرات مان ٿيندا، "سنڌ" ۾ داخل ٿيا هجن ها تہ مان وڏي فخر سان چوان ها تہ "مان گجراتي آهيان، جنهن ڪي گجراتي ٻولي بہ نٽي اچي."مون ڪي هڪڙي بروهيءَ چيو هو تہ "هم اس بروهي سي بات نهين ڪري گا، جس ڪو اپنا بروهي زبان نهين آتا" مان ڪاوڙيو نہ هوس، خوش ٿيو هوس، مان ۽ اوهان ايندڙ زماني ۾ ان "باغيرت گجراتي" جي شڪل ڏسداسين، جيڪو گجراتي نسل تان هٿ ڪٽي

هاڻ ”سنڌيءَ“ ۾ ڌاتنان ڪنڌي پنجاهہ ورهين ۾ نہ ”سنڌي“ رهيو آهي نہ گجراتي. مان دڙڪو ڏيان تہ جيڪڏهن مون سان ڪيچل ڪئي اٿو تہ مون وٽ اجا جام بارود رکيو آهي.

• انگريزن جي جوڙيل سنڌ صوبي ۾ ڪيئي ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون. ڪي ٻوليون گهٽجي ويون آهن، پر بلوچ چوندا مجين تہ هو گهرن ۾ بلوچي يا سرائڪي ڳالهائيندا آهن؟ ڳالهہ اها آهي تہ ”سنڌ صوبي جي ايراضي ۾ رهندڙ اڪثر ماڻهن ۾ حقيقت ۾ سچ مڃڻ جو مادو آهي ئي ڪو نہ. مان مڃان ٿو تہ مون ڪي بروهي ٻولي جي چئن ڇهن سِٽُن ڪان وڌيڪ ڪجهہ نٿو اچي ۽ صاف ظاهر آهي تہ مان شرمسار بہ ٿيندو آهيان. بروهي اهڙا بہ آهن، جيڪي چار ڇهہ ٻوليون ڳالهايو وڃن. مارواڙي اهڙا بہ آهن،جيڪي گجراتي سميت ڇهہ اٺ ٻوليون ڳالهائين، پوءِ اوهان سان ڪهڙي ويڌن آهي؟ انگريزي، اردو ۽ جنهن ڪي توهان سنڌي چئو ٿا سي تہ عام آهن.

• مان الائجي ڪيڏانهن هليو ويس ۽ هي ”مادري ٻولي“ ڇا ٿيندي آهي؟ منهنجي ماءُ سومري هئي تنهن ڪري سندس ٻولي مارواڙي هئي، بابا ۽ ڏاڏا وغيره بروهي هئا، تنهن ڪري سندن ٻولي بروهي هئي، مان نسلن سومرو بہ آهيان ۽ بروهي بہ آهيان. اهو رڳو فيشن ٿي ويو آهي تہ سنڌ صوبي جي ايراضي ۾ تہ ”مادري ٻولي“ فلاڻي آهي، حقيقت ۾ اسان جون ٻوليون ”نسلي“ آهن. منهنجي ڏاڏي سرائڪي ڳالهائيندڙ بوهڙ بلوچ هئي. اوهان پاڻ پنهنجو حساب ڪريو ۽ سچ ڳالهائڻ ۾ عار نہ ڪريو. اصلي نسل نسلي هوندو آهي، مادري نہ، ۽ جيئن مان نسلن بروهي بہ آهيان ۽ سومرو بہ آهيان تيئن اوهان ۾ لکين هوندا، جن جا بہ بہ نسل هوندا، پر مڃيندا، نہ جو ”سنڌ صوبي واري ايراضي“جو پاڙي پيتو اٿن.

• مان جڏهن مران تہ اخبارن ۾ لکجو تہ حليم مري ويو ۽ ڪيس فلاڻي هنڌ دفن ڪيو ويو، اها ”مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو“ واري لفاظي ختم ڪريو. اڳي ماڻهو مرندو هو تہ چيو ويندو هو تہ سندس خاڪي جسم فلاڻي هنڌ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو، جسم خاڪي نہ هوندو تہ ڇا لوهہ جو هوندو؟

# مذاڪرات

• هڪڙو سنو ۽ ڪمائتو لفظ آهي "مذاڪرات". جتي ڌاڙيل ڪي ماڻهو اغوا ڪري وڃن، اتي پوليس ۽ ڌاڙيلن جي واسطيدار ماڻهن جي وچ ۾ "مذاڪرات" ٿيندا آهن. "مذاڪرات"، اڳتي هلي پوليس ۽ تڪ جي وڏن ماڻهن جي وچ ۾ به ٿيندا آهن. اڃا به اڳتي هلي اهي "مذاڪرات"، پوليس جي لاڳاپيل آفيسرن ۽ سندن بالا آفيسرن ۾ به ٿيندا آهن ۽ ائين اهو مذاڪرات جو سلسلو هن خداداد ملڪ جي ٽاپ ماڻهن ۽ ٽاپ ادارن مان لنگهندي آمريڪا جي ايڊ، مدد، امداد وغيره ڪندي يونائيٽيڊ نيشنس جي مختلف شعبن ۽ ان جي ذيلي ادارن ڪي به پاڻ ڳهيو وڃي. ياد رکو ته جتي پئسن جو معاملو هجي، اتي "مذاڪرات" ان معاملي جو لازمي حصو آهي ۽ جتي به "مذاڪرات" جو لازمي حصو پئسا آهن پئسا ڪڍي ڇڏبا ته "مذاڪرات" ۾ ڍهي پوندا. پاڻ ڪي اهي ڳالهيون نه سمجهڻ گهرجن چو ته اهڙين ڳالهين ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ ماڻهن کي يقين آهي ته اسان عام پبلڪ جا ماڻهو اها سموري ڄاڻ هوندي به پنهنجو پاڻ ڪي بيوقوف ۽ پوڪ سمجهون ۽ انهن خانداني ۽ پيشور پئسن جي ڏيتي ليتي ڪندڙ ماڻهن کي سماج ۽ سوسائٽي جا انتهائي معزز شخص سمجهون. وڏيرا، پوتار، آفيسر "مذاڪرات" جا اهم جزا آهن.

• لکڻ لاءِ ته تمام وڏيون ۽ گهٽيون ڳالهيون آهن، پر پهرين ننڍڙيون ڳالهيون؛ اهو وساري ڇڏيو ته اوهان سنڌي آهيو ۽ هي سنڌ آهي، ياد فقط ايترو رکو ته جنهن جي چپ کي حرام جي پئسي جو ذائقو لڳل آهي، سو سواءِ پئسن جي حوس جي ۽ پئسن لاءِ هو انهن کي به پنهنجي خيال موجب بيوقوف سمجهندو، جيڪي سڀ

ڪجهہ ڄاڻندي بہ هن ڪي پنهنجو سمجهي هن جو ڇيو مڃندا ۽ ظاهر نہ ڪندا تہ اسان تو کي سڃاڻون.

• هڪ سئو چوئيتاليهہ قلم جي چڪر ۾ ڪي ڏهہ ويهہ ماڻهو ڪنهن ٺاڻي ۾ ٻڌجي آيا، صوٻيدار هر هڪ کان سئو رپيا وٺي ڇڏيندو ويو، هڪڙي جوابدار صوبيدار کي چيو تہ ”مان تنهنجو سڳو مامو آهيان، مان بہ ڇا سئو رپيا ڏيان؟“ صوبيدار چيس تہ ”مامو هوندين ٺاڻي کان ٻاهر، هتي سئو رپيا ٽيبل تي رک“، سو سنڌ صوبي ۾ پاڻ سيئي آفيسرن جا ماما آهيون سندن آفيسن کان ٻاهر، سندن آفيسن ۾ سندن ماتحتن، وڏيرن ۽ پوتارن معرفت پئسا سندن ٽيبلن تي پهچائيندا آهيون.

• مون ڇهہ ست ورهيہ اخبار نہ پڙهي، جو مان هوس تہ بيمار، پر وهم ۾ هئس تہ مان ڪتاب پيو لکان، مان خوش هئس. ٻن مهينن کان مون اخبار پڙهڻ شروع ڪئي آهي ۽ مان حيران ٿي ويو آهيان. هي ڪهڙا سڪيا سهنجا آسودا زميندار، وڏيرا ۽ ٺيڪيدار آهن، جيڪي غريبن جي گهرن جي ياتين کي بہ هارپ يا مزدوري ڪرائڻ لاءِ وٺيو وڃن ۽ پوءِ پاڻ ئي حساب ڪتاب ڪري هنن تي وڏا قرض ڪڍي هنن کي پاڻ قابو ڪيو ڇڏين! .

• ۽ پوءِ هي بہ ڪي ماڻهو سڏبا، جيڪي غريب ۽ مسڪين، اوڏ، ڪولهي، ڀيل، ميگهواڙ ۽ ٻين اهڙين ذاتين جون نياڻيون ڪٽي، هنن جو مذهب مٽائي پاڻ کي غازي سمجهندا آهن! مون انڊي منڊي نموني ۾ ويهہ ورهين کان بہ ڪجهہ وڌيڪ وقت وڪالت ڪئي هئي، مان پاڻ کي حياءَ وارو ۽ غريب عورتن کي بي حيا سمجهندو هئس. ان زماني ۾ مان ڏسندو هئس تہ غريب مزدور عورتن ۾ بي حيائي پکيڙڻ ۾ پوليس جو وڏو هٿ هو. اهو زمانو منهنجي بيوقوفي جو هو، اڄ مان ڄاڻان ٿو تہ پوليس بلڪل ائين ڏوهاري آهي جيئن ٻيا عام ماڻهو ڏوهاري آهن. انسان فطرتن بي حيا آهي ۽ فقط سماج کي بيوقوف ٺاهڻ لاءِ حيا جولبادو پائيندو آهي، ننڍي ماڻهو جي بي حيائي اوهان کي جلد نظر اچيو وڃي، پر وڏي ماڻهو جي بي حيائي ڏسڻ لاءِ اوهان کي مٽي ڪنهن اوچي

بلڊنگ تي چڙهڻو پوندو. هي ليک پڙهي جيڪي مون کي فرشتو سمجهندا سي غلطي پيا ڪن. مان به ماڻهو ئي آهيان، نفيسياتي عملن جي بي حساب وڏن جو مرڪب ۽ پوءِ وڏون وري، ڇا جون؟ اهي نفسياتي وڏون ئي ته آهن، جن جو انسان گهڙيل، جڙيل، نهيل آهي. دنيا جي عظيم سائڪولوجسٽ "سي جي ينگ" جي هڪ سٽ آهي ته "مون کي ڪو به (ذهني طرح) سنئون ماڻهو ڏيکاريو، مان هن کي اوهان لاءِ (ذهني طرح) ٺيڪ ڪري ڏيندس"، جيڪڏهن انهيءَ سٽ جي معنيٰ اوهان کي سمجهه ۾ اچي ته ٺيڪ، جيڪڏهن نه ته مان اوهان جي ڪا به مدد نٿو ڪري سگهان، جيڪڏهن اوهان ينگ کي ناهي پڙهيو ته اوهان اڃا مڪمل نه ٿيا آهيو.

• ڪيئي ورهين کان سنڌ صوبي جي رهاڪن هڪڙو نئون فيشن ايجاد ڪيو آهي، اهو هي ته رستا روڪ ڪري بسن ۽ موٽرن مان هندن کي ڪنيو وڃن ۽ پوءِ پرچيون يا نياپا موڪليندا آهن ته هيترا يا ايترا پئسا ڏيو، انهن پئسن کي هو ڀُنگ چوندا آهن. مسلمانن کي ته هونئن ئي ڪٽندا هئا، جو پاڻ به مسلمان ئي آهن، پر هندن کي ڪٽڻ جو حق هنن کي ڪنهن ڏنو آهي؟ ۽ هي ڪهيو به ڇڏين! ۽ اهو به پيسن لاءِ. اسلامي روايت مطابق مسلمان تي مسلمان جو خون حرام آهي، پر ڪٿي ۽ ڪهڙي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته مسلمان تي غير مسلمان جو خون حلال آهي؟ اوهان وٽ چوري چڪاري ۽ قتل غارتگيري جي ڪا حد به آهي يا نه؟ منهنجن دوستن ۾ هندو به آهن، مسلمان به آهن، ڪنهن زماني ۾ هڪڙو جين مذهب/ ڌرم جو به هو ۽ ڪي عيسائي به آهن. بلڪل صاف سڌي ڳالهه آهي ته مون کي منهنجا هندو دوست وڌيڪ وڻندا آهن، جو هو منهنجيون غلطيون ۽ خطائون فقط ان لاءِ وڏي خوشي سان معاف ڪري ڇڏيندا آهن جو هو ڏسندا آهن ته مان مسلمان هوندي به ساڻن نفرت نٿو ڪريان ۽ ڪين پايان ٿو. بلڪل سڌي ڳالهه آهي ته مهرباني ڪري ۽ خدا جي واسطي هندو ڌرم/مت جي ماڻهن کي جيئڻ ڏيو ۽ سک جو ساهه کڻڻ ڏيو ڪهڙو هندو آهي، جنهن اوهان تي هٿيار هلايو آهي، جو اوهان هندو دشمني تي لهي آيا آهيو؟

• مان 1936ع ۾ ڄائو هئس، جڏهن پاڪستان اڃا وجود ۾ نہ آيو هو ۽ اهو سڄو ڏکڻ ايشيا هندستان هو، تنهن ڪري مان هندستاني ڄائو هئس، منهنجو پيءُ 1905ع ۾ ڄائو هو ۽ هندستاني هو، جو پاڪستان جو وجود ئي نہ هو. هندو اهي هئا، جيڪي هندستان ۾ رهندا هئا، جيئن پاڪستاني اُهي آهن، جيڪي پاڪستان ۾ رهندا آهن. عيسائين ڪِي تہ اسان گڊ مارننگ چوندا آهيون، هندو تہ اسان کي اسلام عليڪم بہ چوندا آهن،پر پاڻ آخر ڇو هنن جي نمستي تي آپي کان ٻاهر نڪري وڃون؟ پنج وقت نماز پڙهڻ ڪافي ڪونهي. قرآن پاڪ جو ترجمو اردو، سنڌي يا انگريزي ۾ پڙهڻ ۽ سمجهڻ ڪانسواءِ اوهان کي اوهان جو دين مڪمل سمجهہ ۾ نہ ايندو.

• هزارين ورهين کان ڏکڻ ايشيا جو رت هندستاني رت آهي. پيرپاڳاري سائين صبغت الله شاهہ بابت جيڪي ڪجهہ اخبارن ۾ ڇپيو آهي، سو اڌورو نامڪمل آهي. پيرسائين پاڳاري جا جيترا مريد راجستان ۾ هئا اوترا سنڌ ۾هئا ۽ سائينءَ جي مريدن جو هڪ وڏو تعداد هندو هو. مان سمجهي نٿو سگهان تہ مون کي هندو ڇو وڻندا آهن ۽ اوهان ڇو هنن پويان هٿ ڌوئي پيا آهيو. مان اوهان کي صلاح ٿو ڏيان تہ سائين وڏي پير صبغت الله شاهہ پاڳاري بابت چڱي طرح ڄاڻ حاصل ڪريو. سڀاش چندر بوس بابت بہ ڪجهہ ڄاڻ وٺو. ان زماني جي تاريخ چڱي طرح پڙهو، مهراڻ اخبارجا جيڪي اسپيشل اشوز سائين وڏي واري تحريڪ بابت ڇپيا هئا، سي بہ پڙهو ۽ سڄي معاملي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو، مهراڻ جي ايڊيٽر سردار علي شاهہ جا سپيئي مضمون انهيءَ تحريڪ بابت اهم آهن.

# اربين ورهيہ اڳ!

• ڪيئي لکين ورهيہ اڳ جڏهن اڄوڪي سنڌ اڃا بلڪل نئين نهي هئي. تڏهن ان ۾ جيڪي ڪجهہ هو، سو اڳيئي لکين ورهيہ قديم ۽ عظيم هو. انهن عظيم ۽ قديم شين ۾ اهو سڀ ڪجهہ اچي ويو، جن ۾ پاڻ ڳڻپ وقت ڍور، ڍڳا، اٺ، گابا، ماڻهو، سنڌي ٻولي(سنسڪرت ۽ آريہ ٻولين سميت)، موهن جو دڙو، ڍڳي گاڏي، سنڌالاجي، بلڊنگون، ڪوهہ، مٽ، ۽ ٻيون هزارين لکين شيون هوائي جهازن ۽ راڪيٽن سميت ڳڻيندا آهيون. جيڪي ڪجهہ اڄ هن ڪائنات ۾ آهي، سو سڀ ڪجهہ ان سنڌ ۾ اڳيئي لکين ورهين کان موجود هو، جيڪا سنڌ ڪيئي لکين ورهيہ اڳ بلڪل نئين نهي هئي، مان لفظ ”لکين ورهيہ“ غلطيءَ سان استعمال ڪندو آيو آهيان، اصل لفظ ”ڪروڙين ورهيہ“ آهي، جو تہ پويتر ڪتابن ۾ بہ لکيل آهي تہ جنهن ڪي سنڌ تا چئو، سا ڪروڙين ورهيہ اڳ نهي هئي، سنڌي ٻولي تہ اڃا بہ ڪيئي ڪروڙين سال اڳ تيار ٿي چڪي هئي ۽ سنڌي ماڻهو ڪيئي ڪروڙ ورهيہ اڳ ئي سڄي ڪائنات ۾ هر هڪ گرهہ ۽ سياري تي پنهنجي موجودگي ثابت ڪري چڪا هئا.

• ها، سو انهيءَ زماني ۾ (ڪيئي ڪروڙين ورهيہ اڳ) سنڌ ۾ جيڪي ماڻهو هئا تن وٽ هڪڙا خاص قسم جا الڳ ماڻهو هئا، جن کي دانشور، عقلمند، عقل جو پنڊار، ڏاها، عالم، علامہ، عاقل وغيره قسم جي شيءِ سمجهيو ويندو هو، انهيءَ خاص قسم جي ماڻهن کي اهڙو مان ڏنو ويندو هو، ماڻهن جي ان خاص گروهہ کي الائجي ڇو اهو خيال نہ آيو تہ پهرين فرشتا نهيا يا پهرين سنڌ نهي؟ جيڪڏهن اهو خيال انهن ماڻهن جي گروهہ کي ڪيئي ڪروڙ

ورهيہ اڳ اڇي ويو هجي ها تہ هي گروهہ ان زماني ۾باقائدي ثابت
ڪري چڪو هجي ها تہ پهرين سنڌ نهي هئي، جنهن ۾ رهندڙ
سنڌي سائنسدانن پنهنجي سائنسي علم سان باقي سڀ ڪجهہ
ٺاهيو. مان هن ليک ۾ زمان ماضي پيو استعمال ڪريان، پر اهو
گروهہ ڪيئي ڪروڙ ورهين کان اڄا تائين باقائده هلندو اچي. ڪٿي
بہ هليا وڃو، جٿي ڏهہ ماڻهو گڏ هجن يا جٿي ڪا هلڙ بازي يا گوڙ
گهمسان هجي، اتي ڊانس يا اسٽيج تي اهو ئي گروهہ براجمان ويٺل
نظر ايندو ۽ سڀيئي ڄڻا ساڳي ٻولي ۾ بلڪل ساڳين لفظن ۾ اهو
ئي چئي رهيا هوندا تہ ”عظيم آهي، قديم آهي.“ ڪمال هي آهي تہ
اهو سڄو گروهہ ۽ ان جو هر هڪ فرد ڪروڙين ورهين کان ساڳي
شڪل، ساڳي صورت، ساڳين افعالن ۽ ساڳين عادتن جو آهي، هنن
سيني جا ڪن بہ هڪ ٻئي جهڙا آهن ۽ هنن جا نڪ بہ هڪ ٻئي جي
نڪ جهڙا آهن، لفاظي بہ هنن سيني جي ساڳي آهي، هڪ ٻئي کي
محترم ۽ جناب ۽ علم جو سرچشمو جهڙن خطابن کانسواءِ متوجهہ
ڪرڻ هنن لاءِ ناممڪن آهي. مان هتي فارسي اکر ”جناب“ جي
حقيقي فارسي معنيٰ سمجهائيندو هلان، لفظ جناب ۾ جيڪڏهن
اوهان ”ج“ جي مٿان زبر ڏني تہ ان لفظ جي معنيٰ ٿيندي محترم
پر جيڪڏهن اوهان ”ج“ جي مٿان پيش جو نشان ڏنو تہ ان جناب
جومطلب ٿيو پئي گڏهہ، سو جناب جو مطلب آهي محترم ۽ جناب
جو مطلب آهي گڏهہ، سو اوهان نيڪ طرح ياد ڪريو تہ اوهان جي
انهيءَ مخصوص گروهہ جي ماڻهن گهڻا پيرا جناب (محترم) چيو
آهي ۽ گهڻا پيرا هڪ ٻئي کي اسٽيج يا ڊانس تي ئي جناب (گڏهہ)
چيو آهي، منهنجي فارسي تي اوهان کي اعتبار نہ اچي تہ ڪنهن
فارسي دان کان فون ڪري پڇي وٺو، مان بيوقوفي تہ ڪندو آهيان
پر غلطي نہ ڪندو آهيان.

• ها، سو لکين ڪروڙين بلڪہ اربين ورهيہ اڳ جڏهن اڃان
ڪجهہ نہ هو سواءِ منهنجي ۽ منهنجي انهيءَ محبوبا جي، جنهن
سان گڏ ويهي ڪائنات جي اڌوري نهيل رستي جي ڪناري پڳل
ٽنل پونگي ۾ ڪنهن قاتل فراسيءَ جي تڪر تي ويهي پي رهيا

هئاسين، تڏهن سنڌين جي انهيءَ گروهه جي ڪجهه ياتين سنسڪرت کي سنڌيءَ جي ماءُ ٻڌايو ۽ ڪجهه ڄڻن سنڌيءَ کي سنسڪرت جي ماءُ ٻڌايو، ماڻهن جي انهيءَ گروهه مان ڪنهن هڪڙي کي به اها ڄاڻ ناهي ته دنيا ۾ ڪل ٻوليون ڪيتريون ۽ ڪهڙيون آهن ۽ انهن ٻولين مان هر هڪ ٻولي ڪيتريون ٻوليون پيدا ڪيون ۽ اهي ڪٿي ۽ ڪهڙي ملڪ ۾ آهن ۽ جتي ناهن رهيون، اتي ڪيئن هوريان هوريان ختم ٿي ويون. اوهان جي انهيءَ مخصوص گروهه جي ڪنهن هڪڙي ياتي کي به ڄاڻ نه هوندي ته حضرت عيسيٰ عليه السلام جي گهر ۾، خاندان ۾ جا ٻولي ڳالهائيندي ويندي هئي، تنهن جو نالو ڇا هو ۽ ان جو لهجو ڪهڙو هو؟

• اربين ڪروڙين ورهين کان اهو نڳن جو گروهه دنيا جي تباهيءَ پويان پيل آهي، ميرن وٽ ته گندرف سان پرجنڊڙ چار ڇهه بندوقون هيون ۽ اوهان جي انهن ٿارزنن هوش محمد کي جرنيل بنائي ڇڏيو، بنا سيڪنڊ ليفٽيننٽ ۽ ليفٽننٽ يا ميجر ٿيڻ جي. دنيا جي تباهيءَ جا سبب اوهان جي انهيءَ ارب ورهيه پراڻي ماڻهن جي سوچ آهي. لکڻ لاءِ ته اڃا به گهڻو ڪجهه آهي، پر هاڻ نه مون ڏوهه ايترا ڪيا آهن، جن جي معافي جو سوال ئي ناهي، سو مان ياد ان کي ڪندو آهيان جا منهنجو آخري پيالو آهي، اهو پيالو مون کي پري ڏي، تار، ڪنارن تائين هي جنم ته ويو نڪري، ٻئي جنم ۾ پاڻ گڏ هونداسين. تون نٿي ڄاڻين مان انن سالن جو هوس، تڏهن کان مان تو کي پائيندو هوس، مذهب مون نه ويڙهايا هئا، ملڪ مون نه ٽوڙيا هئا.

• محترمه مئڊم سحر مون کان پڇيو ته مان انگريزي ۾ ڇو نٿو لکان ۽ هاڻ ڇو ٿو سنڌي ۾ لکان، مان چئي نه سگهيس ته مون وٽ ڪمپيوٽر ناهي، منهنجو دماغ خيالن سان تمام گهڻو ڀريل آهي، دنيا کي فقط چئڻ انگريزي سٽن سان ئي لوڏي سگهان ٿو، ٻيو مون کي اچي ڇا ٿو؟ حياتيءَ جا کي چيپٽر پاڻيهي بند ڪرڻا پوندا آهن.

• مون کي جيڪي منهنجي ذهن ۾ ايندو سو مان لکندس، پر مان ٿرڙو نہ آهيان، مون وٽ آهي ڇا جنهن تي آکڙ ڪريان؟ مان بہ سنڌ وانگي آهيان، صدين کان پنهنجي ختم ٿيڻ جو انتظار پيو ڪريان، پر ختم نٿو ٿيان. مون هڪڙي مائي ٻُولهي لڌي آهي، جنهن کي تمام گهڻا ٻار آهن، ايندڙ جنم ۾ مان هن سان شادي ڪندس. اوهان ڏسجو.

# هِتان هُتان

• ”جنهن وٽ ڄاڻ ناهي، تنهن وٽ خيالن جا انبار هوندا آهن ۽ جنهن وٽ ڄاڻ آهي، تنهن وٽ ٿورڙا سوال هوندا آهن،“ اهي لفظ هڪڙي جپاني جا آهن،

• مان ايترو ننڍو ناهيان جو سڀ ڪجهه ڄاڻان“ اهي لفظ جي ايم بيري جا آهن،

• بادشاهه چيو ”مان تو کان هڪڙو سوال ٿو پڇان تون جواب ڏي“،
وزير چيو، ”سوال پڇو،“

بادشاهه چيو: ”مون سوال پڇي ڇڏيو،“
وزير چيو: ”مون جواب ڏيئي ڇڏيو“،
بادشاهه چيو”مون ڪجهه نه پڇيو“،
وزير چيو ”مون ڪو به جواب نه ڏنو“،

(نوٽ: هن ننڍڙي ڳالهه کي درگذر نه ڪريو، ان ۾ عقل آهي، سمجهه آهي، فهم آهي ۽ سوچ آهي، انهن لاءِ جن وٽ ذهن آهي ۽ جن جو لکڻ پڙهڻ سنڌي ٻوليءَ تائين محدود ڪونهي، اها اڪاٽي مون ترجمو ڪئي آهي، هڪڙي ننڍڙي ڪتاب تان).

• ”جي تو پڇيو ته ميوزڪ ڇا آهي ته تون ڪڏهن به نه ڄاڻي سگهندين ته ميوزڪ ڇا آهي“ (لئي آرم اسٽرانگ).

• ٻار ته ٻار هو، سو درٻارين جي وچ ۾ چئي ڏنائين ته ”اڙي! بادشاهه کي ته ڪپڙا به پاتل ناهن! (اها اڪاٽي پاڻ ننڍي هوندي پڙهي هئي، پر پاڻ کي اڄا تائين به سمجهه ۾ نه آيو آهي ته دنيا جا سڀيئي حڪمران لاهي پاهي بنا ڪپڙن جي پيا هلن! يا شايد پاڻ ان ٻار وانگي ٻي ڏيا نه آهيون، تمام گهٽي لفاظي ۾ وڏا ڪوڙ ڳالهائڻ گشا هٽڻ، ڪوڙا واعدا ڪرڻ اگهاڙپ ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟)

• هڪڙو ننڍڙو ڪتاب آهي، جنهن جو نالو آهي زين (ZEN) هي سڄو مضمون ان تي جڙيل آهي،
• ڏهہ ورهہ گهاٽن جهنگن ۾ ڳولهيندا رهياسين ۽ اڄ ڍنڍ جي ڪناري تي ٿهڪ پيا ڏيون!
• هيءُ سهڻو پوپٽ مٽيءَ جي ننڍڙي دڙي تي آرام سان ويهي ٿو، پر ماڻهو پنهنجي ئي ڪيل گند تي ماٺ سان نٿو ويهي.
• "مون کي حيرت ٿيندي آهي، انهن ماڻهن تي جيڪي ڄاڻڻ چاهيندا آهن تہ ڪائنات ڪيئن آهي ۽ ڇا آهي؟ جڏهن هنن کي پاڻ پنهنجن (شهرن جي) گهٽين جي بہ چڱي طرح ڄاڻ ناهي ۽ انهن ۾ ئي منجهيو پون"، (ووڊي ائلن).
• "جي تون پنهنجو پاڻ کان آزاد آهين تہ پيو تو کي ڇا کپي"؟ (آئنسٽين)
• "پنهنجو وات بند رکي هڪڙو لفظ تہ اچاريو!"
• "ڪنهن بہ ماڻهو جو وات ايترو وڏو ناهي جو هو سڀ ڪجهہ چئي چڏي".
• "اوهان پاڻيءَ تي تري سگهو ٿا؟ نہ تہ پوءِ ڪک اوهان کان بهتر آهي، اوهان هوا ۾ اڏامي سگهو ٿا؟ نہ؟ تہ پوءِ پکي اوهان کان بهتر آهي."
• "ڪمپيوٽر اجايا آهن، اهي اوهان کي فقط جواب ڏيندا آهن" (پئبلوپڪاسو)
• "جڏهن عام ماڻهو کي ڄاڻ ملي ٿي تہ هو سمجهو ٿيو وڃي ۽ جڏهن سمجهو ماڻهو کي ڄاڻ ملي ٿي تہ هو عام ماڻهو ٿيو پئي."
• "عام ماڻهوءَ کي عقل ملي ٿو تہ هو عقلمند ٿيو وڃي ۽ عقلمند کي سمجهہ اچي ٿي تہ هو عام ماڻهو ٿيو پئي".
(نوٽ: هن ترجمي ۾ مان ڪافي گند ڪري آيو آهيان معافي)
• "ماڻهو بحث ڪندا آهن، قدرت ڪم ڪندي آهي،"(وولٽيئو)
• "هي وٽي ٿي ڇو تہ وٽندڙ آهي" (؟)
• "جي اوهان گهٽي کي گهٽائي هڪ ڪندا تہ هڪ کي گهٽائي ڇا ڪندا؟" (؟)

• ”خوابن جي معنيٰ بابت پاڻ حيران ٿيندا آهيون، جاڳندي ۾ جيڪي ڏسندا آهيون ان بابت پاڻ حيران نہ ٿيندا آهيون.“
• ”پنهنجي ذهن جي گهوڙي کي لغام ڏي،“ (ڊائيوجينز)
• ”مون وٽ ڪجهہ ناهي چوڻ لاءِ اها منهنجي شاعري آهي“ (جان ڪيج)
• ”استاد تہ در کولیندا، داخل تہ اوهان پاڻ ٿيندا“. (؟)
• ”پوڙهن جي قدمن جي نشانن تي نہ هلو، اهو حاصل ڪريو جيڪي هنن حاصل ڪيو.“ (بئشو)
• ”جيڪڏهن ڪو غريب تنهنجي در تي اچي تہ تون هن کي ڇا ڏيندي“ ”ڪجهہ نہ، هڪ ٻئي سان هن کي ڪجهہ نہ کپي.“ (زين مونڊو)
• ”ڳالهائڻ ۽ خاموشي ٻئي هڪ ٻئي سان زيادتيون آهن“، (؟)
• ”هوا جو رنگ ڪهڙو آهي؟“ (؟)
• ”اک کان وڌيڪ ضروري هٿ آهي“. (؟)
• ”جا وٽي تنهنجو مقابلو ان سان ڪريو جا نہ وٽي اها آهي ذهني بيمار ي“. (؟)
• هندستان تي هندستان نالو پوءِ پيو جڏهن ايليگزينڊر آيو، تنهن کان اڳ هندستان جو نالو ڇا هو؟ ۽ هندستان ۾ پهرين هندو آيا هئا يا مسلمان؟ هندن کي مسلمان ڪنهن ڪيو؟ يا هندومسلمانن جي اچڻ کان اڳيئي مسلمان هئا؟ مهايارت هو؟ جيڪڏهن افغانستان مهايارت جو حصو نہ هو تہ ان کان اڳ افغانستان جو نالو ڇا هو؟ جيڪي ڪالهہ مسلمان ٿيا آهن سي هاڻ پاڻ تي ماڻهو ڪلائڻ لڳا آهن.

# ليکڪ

• جيڪڏهن اوهان وٽ دل آهي تہ اوهان ليکڪ آهيو، قلم کڻو ۽ لکڻ شروع ڪريو، هيڏانهن هوڏانهن نہ نهاريو ڪنهن ڪهاڻي جي پلاٽ لاءِ جيڪڏهن اوهان وٽ دل آهي تہ ڪهاڻيون ۽ افسانہ اوهان جي دل ۾ سٽيل آهن. جيڪڏهن اوهان وٽ دل آهي تہ اوهان پروفيشنل ليکڪ نٿا ٿي سگهو. جيڪڏهن اوهان وٽ دل بہ آهي ۽ اوهان لکو بہ ٿا تہ اوهان بس فقط ليکڪ آهيو، سادا سودا ليکڪ، اهڙا ليکڪ جن کي ليکڪ سمجهڻ ئي غلطي آهي، پروفيشنل ليکڪ اُهي آهن، جيڪي ليک لکندا آهن. مضمون لکندا آهن، تجزيا لکندا آهن، بحث مباحثا لکندا آهن. ايڊيٽوريل ۽ ديباچا لکندا آهن، سڀ ڪجهہ لکندا آهن، جيڪي مون گهريو سو مون کي لکي ڏيندا آهن، جيڪي اوهان چين سو اوهان کي لکي ڏيندا آهن، جيڪي هنن جي صاحب کي کپي سو بہ لکي ڏيندا آهن، جيڪي دنيا کي کپي سو بہ لکي ويندا آهن. مطلب تہ هي هو اهو سڀ ڪجهہ لکي ويندا آهن، جيڪو تون ۽ مان فقط ان ڪري نٿا لکي سگهون جو مون وٽ بہ ۽ تو وٽ بہ دل اهي، ڇو تہ پاڻ وٽ دل آهي، تنهن ڪري پاڻ پروفيشنل ليکڪ نٿا ٿي سگهون، ڇو تہ پاڻ وٽ دل آهي، تنهن ڪري پاڻ فقط ٿرڊ ڪلاس ليکڪ ٿي سگهون ٿا، پروفيشنلز هرگز نہ.

• پر پاڻ کي ڄاڻ ڪيئن پئي تہ پاڻ وٽ دل آهي بہ يا نہ! ڪي آهن، جيڪي پنهنجن آنڊن ۽ گجين کي پنهنجي دل سمجهي تمام گهڻو ڪجهہ تڏهن لکي ويندا آهن. جڏهن ڪين ڪائڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ ملندو آهي. جن وٽ دل آهي، سي فقط بک تي ئي سنو لکي سگهندا آهن. دنيا جي عظيم ليکڪن مان هڪ سعادت حسن منٽو

بہ ھو، جيڪو بڪايل رھندو ھو، ھن کي شراب جي بک ھئي، آسڪر وائلڊ کي جنسياتي بک ھئي سو ھن جيڪي ڪجھہ لکيو، تنھن ۾ غضب جي سھٽائپ ھئي، دل وارن ليکڪن جي نالن جي قطار ڊگھي تہ آھي، پر پروفيشنل ليکڪن جي نالن جي قطار اڳيان تڇ آھي.

• منھنجو خيال آھي تہ مون وٽ دل آھي، يا الائجي مان پنھنجن ڦڙن کي دل سمجھي ڪڏھن الف سان تہ ڪڏھن ب سان لڳائيندو رھيو آھيان! مون ضرور گند ڪيو ھوندو جو گند ڪرڻ منھنجي فطرت جو اڻوٽ انگ آھي، مان جڏھن فرسٽ (مان) ۽ سيڪنڊ (تون) پرسن ۾ لکندو آھيان تہ سنو لکندو آھيان جو منھنجي دل کي مڪمل آزادي مليل ھوندي آھي. ٿرڊ پرسن ۾ لکڻ عذاب آھي، ٿرڊ پرسن جو مطلب آھي ھو ۽ ھوءَ.

• ھڪڙي عجيب ڳالھہ آھي جا ڪجھہ حيران ڪندڙ آھي، جيڪي بہ دل وارا ليکڪ آھن، تن بڪايل ھوندي بہ پنھنجن عقيدن بابت ڪجھہ نہ ڪجھہ اھڙو ضرور لکيو آھي، جنھن ۾ سھٽائپ جو پندار موجود آھي، اھو ڪمال آھي، ڇو تہ دل وارا تہ بڪايل ھوندا آھن ۽ ھنن ۾ بک يا شراب جي يا جنسياتي ھوندي آھي، پوءِ آسڪر وائيلڊ عيسايت بابت اھڙو سھٽو ڪيئن لکيو، مارڪ ٽئين جي فقط ھڪڙي آکاڻي دمسٽيريس اسٽرينجر (The Mysterious Stranger) پڙھي ڏسو، جنھن بابت مان نٽو ڄاڻان تہ ھن کي ڇا جي بک ھئي، پر ھن کي ضرور ڪا بک ھئي نہ تہ ھو اھا آکاڻي نہ لکي سگھي ھا.

• لڪائي لڪائي بہ آخر مان اجا ڪيترو لڪائيندس! باقي منھنجي زندگي جو بچيو، ڪيترو حصو آھي جو مان اجان بہ پاڻ کي اوھان اڳيان معزز، بزرگ، اشراف، آسمان مان لٿل، فرشتو ثابت ڪندو اچان. پوڙھا ماڻھو سچ تمام گھٽ ڳالھائيندا آھن ۽ پاڻ بابت فقط ڪوڙ، دوکي ۽ فريب سان دنيا کي پنيلائيندا آھن، اوھان مون کي غور سان پڙي وٺو، مان جي دنيا ڇڏي ھليو ويس تہ ڪو پيو نہ ايندو، نہ رھندو جيڪو اوھان کي انساني فطرت چيري ڦاڙي ان جا آندا ڪڍي اوھان کي ڏيکاري. سٺ ستر ورھين جي

عمر ۾ اوچتو ماڻهو کي احساس ٿيندو آهي ته گهڻو ڪجهه هو هن زندگيءَ ۾ جيڪو هن کان رهجي ويو، مرد کي اهي عورتون ياد ايندڙيون آهن جن کي هن پنهنجي شرافت سان "فتح" ڪري پاڻ کي فرشتو ثابت ڪيو. عورتن کي ساڳي طرح آهي، مرد ياد ايندا آهن جيڪي هنن کان پري رهيا. مرد ۽ عورت جو اهو صاف سٿرو، ماضي ته ويو لڙهي پر هاڻ ڇا رهيو؟ هاڻ حوس وارو زمانو به نه رهيو جو ڪو گند ڪري، سو هاڻ ڇا! هاڻ دل رهي آهي، پوڙهن وٽ. جنهن دل کي ڪڏهن ڪا وڻيو وڃي ته ڪڏهن ڪا بي وڻيو وڃي، پر پرائڪٽنگ ائين ڪندا، جيئن هنن کي احساس ئي ناهي ته ڪا ڪين وڻي به ٿي!

• شايد ئي ڪا عورت هجي جا مون کي وڻي هجي ۽ جنهن کي مون اهو نه چيو هجي ته "تون مون کي وڻين ٿي" ۽ شايد ئي ڪا عورت هجي جنهن سان مون بدتميزي يا هٺ چراند ڪئي هجي سبب اهو نه هو ته منهنجو اندر صاف هو، سبب اهو هو جو مان ڊڄڻو هوس، مون کي معاشري ۽ ماحول کان ڊپ لڳندو هو. اوهان منهنجي انهن ڳالهين کي منهنجيون ڳالهيون نه سمجهو، اهي ڳالهيون انهن جون به آهن، جيڪي منهنجي عمرجا يا مون کان ڪجهه ننڍا يا وڏا آهن.

• جيڪڏهن اوهان وٽ دل آهي ته اوهان اڳيئي ليڪڪ آهيو، ذهني تکائي هوشياري ۽ سمجهه اوهان جي لکڻين ۾ ظاهر هوندي. هڪڙي عورت مون کي چوندي هئي ته "اوهان هوشيار آهيو، انٽيليجنٽ آهيو. گهڻو پڙهيل آهيو، سمجهو آهيو" مطلب ته منهنجي تمام گهڻي ساراهه ڪندي ئي ۽ مون کي وڻندي به هئي ۽ مان سندس تمام گهڻي عزت ڪندو هوس. هڪڙي ڏينهن جڏهن هن منهنجي ساراهه پئي ڪئي ته مون ڪائنس پڇيو ته "اوهان جو منهنجي ذهن جي ايتري گهڻي ساراهه ڪندا آهيو ته بدلي ۾ مان اوهان لاءِ ۽ اوهان جي ساراهه لاءِ ڪهڙا لفظ استعمال ڪريان ۽ ڇا چوان ته اوهان ڇا آهيو؟ " اهو مون پاڻ پنهنجن پيرن تي ڪهاڙو هنيو. هو مون کي هاڻ اڳي کان به وڌيڪ وڻي ٿي، پر رستا ڌار ٿي ويا آهن.

• هر هڪ پوڙهي جي ماضي ۽ حال ۾ اهڙيون سوين آڪاٽيون آهن، جيڪي اصل ۾ حقيقتون آهن. پروفيشنل ليکڪ نالا بدلائيندا آهن، سيٽنگ بدلائيندا آهن، شهر ۽ ملڪ ئي بدلائي ڇڏيندا آهن. مان پروفيشنل نہ آهيان، جو تہ مان اکيون بہ وڃايان پيو ۽ شايد اهو ڪم جلد ٿي وڃي، تنهن ڪري مون وٽ وقت ٿورو آهي، اوهان شايد حيران ٿيو تہ هن حالت ۾ منهنجي اندر جي. نظر ۾ ڪا آهي، جنهن جي انتظار ۾ شايد ڪجهہ وقت وڌيڪ جيان. مان ٻڌايان تہ هن وقت مون کي ڇا کپي؟ فقط هڪ بہ ڏک وسڪي جا.

• پهروين پيرو آهي، جو منهنجو واسطو ڪنهن اهڙيءَ سان پيو آهي، جا پاڻ بہ منجهي پئي آهي ۽ مون کي بہ منجهائي ڇڏيو اٿس، اڄ خيال آيو آهي تہ عمر خيام شاعر وغيره نہ هو، هو مڪمل عقيدو هو، مڪمل مت هو، فقط مٽي ئي آهي، جنهن جي روپ ۾ اسان هڪ ٻئي سان ملنداسين. جڏهن اسان نهيل ئي مٽي جا آهيون تہ اسان هڪ ٻئي کان الڳ/ ڌار ڇو رهون؟ جيڪڏهن مان مٽيءَ جو نهيل آهيان تہ مون کي مٽيءَ سان ئي پيار هجڻ گهرجي، هوءَ بہ مٽيءَ جي نهيل آهي ۽ مان بہ مٽيءَ جو نهيل آهيان تہ پوءِ اسان ۾ وٿي ڇو هجي؟

# پنهنجو اچڻ!

• جيڪي ڪجهہ سنڌ صوبي ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن پنهنجين ذاتين جي باري ۾ لکيو آهي، سو اوهان غور سان پڙهو، هڪ پيرو نہ، بلڪ هزار ڀيرا ۽ اوهان مخسوس ڪندا تہ اوهان جي ذهن ۾ نئين سنڌ صوبي جي هڪ عاليشان ”مختصر تواريخ“ ٺهي ويندي، اهڙي عاليشان جيڪا قابل اعتبار ۽ قابل اعتماد هوندي. اڳي مان انڌو هوس تنهن ڪري سنڌي اخبارون نہ پڙهندو هوس ۽ اڳي مان ٻوڙو هوس تنهن ڪري سنڌي ماڻهن جو ڳالهائڻ نہ ٻڌندو هوس. ٽي چار مهينا ٿيا آهن، جو مون ڪي اخبارن مان ڄاڻ پئي آهي تہ هر هڪ سنڌي پنهنجو پاڻ ۾ هڪ ”مختصر تواريخ“ آهي جو هنن مان هر هڪ ڄاڻي ٿو تہ سندس وڏا ۽ انهن جا بہ وڏا ۽ انهن وڏن جا بہ وڏا سنڌ ۾ ڪٿان آيا هئا، سنڌين جي انهيءَ جوڙيل سندن ذاتين جي ”مختصر تواريخ“ جي اوهان چاهيو تہ فقط هڪ سٽ ۾ لکي سگهو ٿا ۽ اها جادوئي سٽ آهي تہ ”سنڌ صوبي ۾ رهندڙ موجود سيئي سنڌي يا غير سنڌي ذاتيون سنڌي صوبي ۾ عربستان مان آيون آهن، سنڌ صوبي ۾ رهندڙ ڪا هڪڙي بہ سنڌي يا غير سنڌي ذات دنيا جي ڪنهن بہ ٻئي ملڪ مان نہ آئي آهي، هر هڪ ذات سعودي عرب ۽ عربستان ۾ لائين ۾ بيٺل هئي، سنڌ صوبي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تہ جيئن اڳيئن لائين سنڌ ۾ داخل ٿئي تہ پوءِ هو بہ داخل ٿئي.“ اها مون ڪئي آهي ”تمهيد“ جنهن کي اوهان ”ديپاچو“ يا ”بہ اکر“ بہ چئي سگهو ٿا، هاڻ ٿو ٻڌايان تہ مان سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن جي پنهنجي زباني سندن ذاتين جي ”مختصر تواريخ“ جا پڙهي، هو پاڻ بہ خوش ٿيندا ۽ اوهان بہ گدگد ٿيندا.

• اوهان هندن جو ڏرمي ڪتاب ارٿ شاستر پڙهيو آهي؟
ضرور پڙهيو هوندو. جو اوهان پڙهاڪو مشهور آهيو. مون اُن جون ٻه چار پئراز پڙهيون هيون پهرين ڪجهه نه هو، چوڏاري دونهاتيل هو، ڪو به رنگ نه هو، ڪجهه اهڙي نموني جي شروعات هئي، انهن پيراز جي جيڪي مون پڙهيون. اهو ڪتاب منهنجو دوست مير مظفر ٽالپر ڪئناڊا ڪٽي ويو، پر اها هڪ سِٽ مون لاءِ اوهان لاءِ ۽ سنڌ جي مختصر تواريخ لاءِ ڪافي آهي، سنڌ ۾ ڪُجهه نه هو، بلڪل خالي هئي، نه ڪو پکي هو، نه ڪو جانور هو، نه ڪو ماڻهو، نه ڪو جيت هو، مطلب ته ڪجهه نه هو، ڇو؟ ڇو ته دنيا سڄي ۾ جيڪي به ماڻهو جيت پکي هئا، سي سڀيئيَ عربستان ۾ گڏ ٿيل هئا ۽ لائينون لڳائي رهيا هئا سنڌ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ سو سنڌ بلڪل خالي هئي. ڳالهه ته ڏکي ٿي ويندي، پر لکڻ به ضروري آهي جو آخر مان به ته ليکڪ آهيان. دنيا ۾ جيڪي به سنڌي هئا سي سڀيئي عربستان ۾ گڏ ٿي بس فقط سنڌ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ آتا هئا. ڪمال هي به آهي ته عربستان ۾ عرب به نه هئا، جيڪي انهن گڏ ٿيل سنڌين کي سمجهائين ته عربي ۾ گ ناهي تنهن ڪري ذات منگي نيڪ طرح لکو، عربي ۾ ڙ به ناهي، سو ابڙو به خيال سان لکو ۽ عربي ۾ چ به ناهي، سو چچ نامي جي ڳالهه متان ڪريو. پر اهي ڳالهيون اجايون آهن، ڇو ته سنڌين مطابق دنيا ۾ سڀ ڪان پهرين ٻولي سنڌي نهي هئي، جا عربستان ۾ گڏ ٿيل سنڌي پاڻ ۾ ڳالهائيندا هئا ۽ ان وقت تائين عربي، بلوچي، بروهي، پشتو، گجراتي، مارواڙي وغيره ايجاد نه ٿيون هيون، ڇو ته اجان سنڌ جا محقق سنڌ ۾ نه پهتا هئا.

• هي ته هئا دنيا، جهان ۽ ڪائنات جي ماضي، حال ۽ مستقبل جا سنڌي جيڪي عربستان ۾ گڏ ٿيل ان گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهيا هئا ته عربستان جا دروازا کلن ته سڄي دنيا ۾ پکڙجي وڃن ۽ علم، ادب، ٻولي، سائنس، آسمان، چنڊ، تارن ۽ ڪائنات تي تحقيقات ڪري وڏا سائنسي ڪتاب لکن. ان زماني ۾ ڏکڻ ايشيا بلڪل اهڙو پوٺو هو، جنهن ۾ نه ڪو ماڻهو هو، نه ڪو ڇيٽو هو،

نہ کو ٻکر ھو، نہ ڪا رِڏَ ھئي، مطلب تہ بلڪل خالي ھو. اوچتوجو عربستان جا ڏگ ڪولي قدرت سنڌين کي چيو تہ ”سڄي ھندستان بلڪہ دنيا ۾ پکڙجي وڃو ۽ سائنس کي ترقي وٺايو، سو ھڙئي سنڌي ھندستان ۾ پکڙجي ويا. اھو معجزو ھو جو جن کي عربي ٻولي جي ھڪ سٽ جي معنيٰ بہ نہ ايندي ھئي سي عربي ڪتابن جا سنڌي ۾ ترجما ائين پڙھي ويا جيئن انھن ترجمن ۾ ڪا خامي يا نقص جو سوال ئي نہ ھو، بس بس ثابت ٿي ويو تہ سڄي ھندستان بلڪہ ڪائنات ۾ سڀ کان پھرين سنڌي ماڻھو چائنجي ويا، اھي سيئي ماڻھو عرب نسل سڏائڻ لڳا آھن ۽ پوءِ بہ چوندا آھن تہ ”اسان سنڌي آھيون.“ چئو تہ عرب آھيون ۽ ھٿان نڪرو ٻاھر يا چئو تہ سنڌي آھيون. مان سمجھي نٿو سگھان تہ اوھان کي سچ ڳالھائڻ ۽ سچ مڃڻ چو نہ ٿو اچي؟ منھنجو پيءُ بروھي ھو منھنجي ماءُ سومري ھئي. منھنجو نانو عبدالله خان سومرو خيرپور ناٿن شاھہ کان اچي حيدرآباد ۾ الھندي ڪچي ۾ سيٽل ٿيو ھو. جنھن کي اڄ ڳاڏي کاتو چوندا آھن. ڪنھن زماني ۾ حيدرآباد ۾ سنڌ ھوٽل کان وڏي ھوٽل سنڌ زميندار ھئي جيڪا منھنجي وڏي مامي محمد حسن جي ھئي، منھنجو ٻيو مامو الله ڏنو سومرو ھوٽل فاران جو مالڪ ھو، ھاڻ سندس پٽ اختر آھي، جيڪو منھنجو ماروٽ آھي. سنڌي سفرناما لکندڙ الطاف شيخ منھنجي ماروٽ جو پٽ آھي، سو مان آھيان بروھي ۽ امان ھئي سومري، جيڪڏھن اوھان جي ماءُ پيءُ مان ڪو ھڪڙو سومرو ۽ ٻيو بروھي آھي تہ بيشڪ مون سان بحث ڪريو، نہ تہ پُنھنجو وات رکو بند.

• پوءِ ھندستان ۾ اھي ھندو ڪٿان آيا، جن تي ھر ھفتي ھر ڏھاڙي افغانستان مان ڪڏھن ڪو خلجي، ڪڏھن ڪو غزني، تہ ڪڏھن ڪو غزنوي حملو ڪري ايندو ھو؟ انھن سنڌين ان زماني ۾عربستان ۾ ڇا پئي ڪيو؟ ڪھڙن بروھين آسمان ۾ اسپٽنگ ڇڏيا آھن جو بروھي اڄ بہ فخر ڪن؟ ڪھڙن چنڊ تي ماڻھو لاٿا آھن، ڪھڙن نيوٽن جي لاز آف موشنس ۾ ھڪڙو بہ واڌارو ڪيو آھي جو آپي کان ٻاھر نڪرندا وڃن؟ چار اکر سنڌيءَ جا لکي ۽

پڙهي پاڻ کي آسماني مخلوق سمجهڻ اوهان کي انهن چمچن سيڪاريو آهي جيڪي اسٽيج تي چڙهي ائين ڳالهائيندا آهن جيئن چاڻ هوجوپيٽرءِ مارس تي پهتا؟ پهرين بہ چار بوليون چاڻو، پوءِ ڏسو تہ جيڪي ترجما پڙهندا آهيو، سي سدا آهن يا آڌا ابتا آهن. جنهن پني تي مان پيو لکان ۽ جيڪي پنا اوهان خراب ڪندا آهيو، سي چا اوهان ناهيا هئا؟ اوهان کي اچي چا ٿو ۽ اوهان ڪيو چا آهي جو پدرم بادشاه بود چئي پراوا پنا بہ خراب پيا ڪريو؟ مون کي پاڻ کان گهٽ يا پنهنجي برابر نہ سمجهجو، منهنجا افعال بچڙا آهن، پر مون جيڪي ڪم ڪري ڇڏيا آهن، سي اوهان کي مات ڪرائڻ لاءِ ڪافي آهن.

• هندستان جو رهاڪو هندو نہ سڏبو تہ چا افغان سڏبو؟ عربستان جو رهاڪو عرب نہ سڏبو تہ چا بنگالي سڏبو؟ توهان کي چو دشمني آهي نالن سان، ناتن سان، عادتن سان، ذهنيتن سان، متن سان، قومن سان، مذهبن سان، پيار محبت سان؟ مان مسلمان آهيان، پر مان ڪنهن بہ غير مسلمان کي زبردستي مسلمان نہ ڪندس؟

# فائدو؟

• اوهان ڪڏهن ڪنهن انگريز جي واتان اهو ٻڌو اهي تہ انگريزي جي ترقي لاءِ ضروري آهي تہ صحيح ۽ درست انگريزي ڳالهائجي ۽ لکجي؟ اوهان ڪڏهن ڪنهن اهڙي انگريز جو ڪو اهڙو ليک پڙهيو يا ڏٺو آهي تہ صحيح ۽ درست انگريزي ڳالهائڻ سان انگريزي ٻولي ترقي ڪندي؟ نہ هرگز نہ تہ پوءِ انگريزي ڇو دنيا ۾ وڌندي پئي وڃي؟ اردو وارن بہ گهٽي زماني ڪان اهو چوڻ ڇڏي ڏنو آهي تہ صاف ۽ سٺي اردو ڳالهائڻ سان اردو ترقي ڪندي ۽ اوهان ڏسو بہ پيا تہ اردو ڳالهائيندڙ بہ وڌندا ٿا وڃن. اوهان ڪي ڪڏهن ڪنهن can not کي can't لکڻ ڪان يا چوڻ ڪان منع ڪيو آهي؟ اوهان کي ڪنهن انگريز جهليو آهي تہ you کي موبائيل يا انٽرنيٽ تي u نہ لکو؟ هيئن ڪرڻ سان ٻولي ترقي ڪندي ۽ هوئن ڪرڻ سان ٻولي گهٽجي ويندي وارو نيڪو فقط انهن سنڌين ڪنيو آهي، جن وٽ يا تہ لکڻ لاءِ ڪا ڳالهہ ئي ناهي، يا لکڻ لاءِ فقط اهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي دنيا ۾ ڪا اهميت ناهي.

• اوهان وٽ ونڻ لاءِ وڏا وڏا نالا آهن، ڊاڪٽر فلاڻو، ڊاڪٽر ٽيرٽو، ڊاڪٽر مٽيرٽو. اوهان وٽ ٻڌائڻ لاءِ وڏا وڏا ادارا آهن. فلاڻي يونيورسٽي، ٽيراڻي يونيورسٽي، مٽيرٽي يونيورسٽي، فلاڻو بورڊ، ٽيرٽو بورڊ، مٽيرٽو بورڊ، پر هنن ڪان پڇو تہ هنن ڪو اهڙو ڪم بہ ڪڏهن ڪيو آهي جنهن دنيا جي ٻين ماڻهن کي سنڌي سکڻ تي مجبور ڪيو هجي؟ اهي ماڻهو ۽ اهي ادارا اوهان کي پنهنجي جائي جم ڪان اهي ساڳيون ڳالهيون، ساڳيا مضمون ساڳيون نمريون، ساڳي ڪوت ڏيندا آيا آهن، جيڪي فقط سنڌي پڙهندڙ ئي جائي جم ڪان پڙهندا آيا آهن.

• مان اوهان کان هڪڙو بلڪل سنڌوسوال ٿو پڇان، جنهن جو جواب اوهان ڏيئي ته ڏيکاريو، سوال آهي ته اهي اوهان ۽ مان، جن کي فقط سنڌي ٻولي ئي لکڻ پڙهڻ اچي ٿي، تن کي اچي چا ٿو؟ هنن جي ڄاڻ جو دائرو فقط انهن بلڪل اجاين ۽ غلط سلط ڳالهين تائين محدود آهي جيڪي سندن مٿي ڄاٽايل ڊاڪٽرن ۽ ادارن هنن کي سرڪاري ۽ غير سرڪاري خرچ تي ڇپائي سندن مغز ۾ پريا آهن ۽ جن اديبن کي هي پڏائيندا آهن، تن هنن کي ڏنو چا آهي، سواءِ عشقيہ ڪهاڻين، افسانن ۽ "سوچيان پيو"، شاعري، ڪجھ خوامر خواهہ قسم جي ڏکهين آڪاڻين جي، جن کي هي فخر سان "سنڌي ناول" چوندا آهن. ترجمن جي نالي ۾ جيترو ڪوڙ اوهان جي انهن ادارن اوهان کي ذهن نشين ڪرايو آهي تنهنجو ڪاٿو ئي ناهي. سنڌي ادبي بورڊ وارن برٽن جو سنڌ بابت انگريزيءَ ۾ لکيل هڪڙو ڪتاب منهنجي پيٽويي محمد حنيف صديقيءَ کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ ڏنو هو، تمام گهٽڻ ورهين جي ڳالهہ آهي، تنهن ڪري ان ڪتاب جو نالو وغيره مون کي ياد ناهي. حنيف هڪڙي ڏينهن مون کي برٽن جي ان ڪتاب جا ٽي چار صفحا ڏيکاري چيو تہ هي پڙهہ انهن صفحن ۾ برٽن لکيو هو تہ سنڌي ماڻهو جيڪي ٻيا ڪن تن جو نقل ڪندا آهن. انگريزن کي ڏسي اُنهن ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ شلوار قميص تي ٽاءِ ٻڌندا آهن. مان حيران ٿي ويس. مون حنيف کان پڇيو تہ هو هنن اکرن جو ترجمو ڪيئن ڪندو؟ حنيف چيو تہ ڪيس چيو ويو آهي تہ اهي اکر ۽ لفظ ڪاٽي وڃ. مون حنيف کي چيو تہ هو اهو ڪتاب ترجمو ڪرڻ تان هٿ ڪڍي وڃي پر حنيف چيو تہ جيڪڏهن مان انڪار ڪندس تہ گهٽا ٿي وينا آهن اهو ڪم ڪرڻ لاءِ سو مان چو پنج هزار رپيا وڃايان. هنن کي ڪپي ڪوڙ، سو مان هنن کي ڏيان پيو فقط اُهي لفظ غائب ڪري. اها ڳالهہ تڏهن جي آهي، جڏهن مون اجا لکڻ وغيره شروع نہ ڪيو هو، نہ تہ مان ان زماني ۾ ئي بورڊ کي خوار ڪري ڇڏيان ها. مون شايد ڏهن ورهين ڪانپوءِ سنڌيءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو پر منهنجي توجهہ فقط مشڪريون لکڻ ڏانهن هئي.

ديڳ مان فقط چار ڇهه ڇانور ڇڪبا آهن، سو اوهان سمجهي وڃو ته انگريزي ڪتابن جي ترجمن جي نالي ۾ اوهان جي ذهنن ۾ ڪيترو ڪوڙ ۽ ڪيترا گشا پريا ويندا آهن. پر هڪڙي ڳالهه تمام سهڻي آهي، اها هيءَ ته جن ڪي فقط سنڌي لکڻ پڙهڻ ايندي آهي، سي انگريزي ڪتابن جا ترجما به نه پڙهندا آهن.

• جن سنڌين جي دنيا فقط سنڌي لکڻ پڙهڻ تائين محدود رهي آهي، سي صبح شام، ڏينهن رات، آڌي مانجهي، فقط اهو ئي راڳ ڳائيندا آهن ته سنڌي ٻولي دنيا جي بلڪل اڳاٽي ٻولي آهي، بي انتها شاهوڪار آهي، تمام گهڻي قيمتي آهي، هن عاليشان محقق پيدا ڪيا آهن ۽ هن کي قومي ٻولي جو درجو ڏنو وڃي. مان پڇان ٿو ته اردو کي جو قومي درجو ڏنل آهي، تنهن اردو کي ڪهڙو فائدو ڏنو آهي! سڄو پاڪستان انگريزيءَ تي پيو هلي ۽ انگريزيءَ ڏانهن پيو گهلجي. جيڪڏهن سنڌي قومي ٻولي ٿي به وئي ته سنڌي پڙهندڙ ۽ ڳالهائيندڙ فقط اهي ئي هوندا ۽ رهندا، جيڪي اڄ آهن. ڏارين جو مٿو خراب ٿيو آهي ڇا، جو انگريزيءَ جا 26 اکر ڇڏي اردو جا 36 اکر ڇڏي سنڌي جا 56 اکر ياد به ڪن ۽ پوءِ اهي ۽ اهڙا اچار به ڳالهائڻ سکن جيڪي فقط سنڌي ڳالهائي سگهن ٿا. ساڪريٽس، پلئٽو، ارسٽاٽل پي ايچ ڊي قسم جا ڊاڪٽر نه هئا، جو هنن وٽ ان زماني ۾ مولانا قاسمي جهڙو رحمدل گائيڊ نه هو، جيڪو ڊاڪٽوريٽ جا ڊپلوما ورهائيندو هلي. اها ڳالهه مان گريس جي پيو ڪريان، پر اڄ گريڪ ٻوليءَ جي اهميت ڇا آهي؟ اها ساڳي جا سنڌ جا ماڻهو پنهنجي ٻولي جي ٻڌائيندا آهن. عظيم آهي ۽ قديم آهي ۽ اڄوڪي تڪڙي ترقي ڪندڙ دنيا ۾ ڪنهن به ڪم جي ناهي، سواءِ افسانا ۽ ڪهاڻيون لکڻ جي.

• ۽ اوهان کي ڪهڙي برهمڻ، کتري، يا وئش ٻڌايو آهي ته جنهن ٻوليءَ کي اوهان اڄ سنڌ صوبي ۾ سنڌي ٿا چئو، سا سچ پچ اها ئي ٻولي آهي، جنهن کي ٽي چار هزار ورهيه اڳ ڏاکڻي، پنجاب، قلات، سڄي بلوچستان ۾ بلڪل سمنڊ تائين سنڌي چيو ويندو هو! جيڪڏهن اڄوڪي سنڌ صوبي ۾ اوهان کو هڪڙو به

اهڙو ماڻهو ڏيکاريو، جيڪو پاڻ کي سنڌي چوائيندو هجي ۽ قسم کڻي چئي. وجي، تہ هن جا پڙ ڏاڏا ۽ تڙ ڏاڏا بہ اها ئي سنڌي ڳالهائيندا هئا، جنهن کي اڄ اوهان سنڌي ٻولي ۽ اها بہ قديم سمجهي وينا آهيو. تمام گهٽ ماڻهو هوندا آهن، جن جي ذهنيت سائنسي حقيقتون قبول ڪندي آهي. عبدالقادر جوڻيجي منهنجيون ڳالهيون ٻڌي چيو هو تہ سندس ڳوٺ ۾ سندس مائٽن ۾ اجا بہ ڪي ماڻهو آهن، جيڪي مارواڙي ڳالهائيندا آهن. ڪوجن، بورين ۽ سيلاٽن جي ٻولي گجراتي آهي، جو هي گجرات، مان تيندا آيا هئا. پر جيڪڏهن ڪو ڪوجو ضد ڪري پنهنجي پيٽ گذران خاطر چئي تہ نہ فقط هو پاڻ سنڌي آهي، پر سنڌي ٻوليءَ کي جٽيو ئي هن پاڻ آهي تہ اهڙي شخص کي پاڻ جا تا ڪري سگهون؟

• ڳالهہ در اصل مون کي ڪا ٻي لکڻي هئي، مون کي لکڻو هو تہ سنڌ صوبي ۾ چئن قسمن جا ماڻهو آهن، برهمڻ ، کتري، وئش ۽ شودر پر مان الائجي ڪيڏانهن هليو ويس. ساري، پاٽيهي سڌو ٿي ويندس.

# هاءِ ميرا دلِ_ II

• جيڪو ليڪ ڦڙباٽي ٿو ھٽي تہ ھن ڪڏھن بہ ڪو عشق نہ ڪيو آھي ۽ سدائين پاڻ کي پنھنجي زال تائين محدود رکيو اٿس، تنھن مشڪري کي سدائين اھا غلط فھمي رھي آھي تہ سڄي دنيا جون عورتون ھن سان عشق ڪنديون رھيون آھن، پر ھو پاڻ انھن عورتن کي لفٽ نہ ڏيندو رھيو آھي. ھي مشڪرو جڏھن مرندو آھي تڏھن ھن جي شڪل تي "افسوس" لکيل ھوندو آھي. ھي انھن مان ھوندا آھن، جيڪي "رهجي ويل" ھوندا آھن، مرڻ گهڙي ھنن کي اھي سپيئي ياد ايندي آھن. جيڪي ھنن کان فقط ان ڪري "رهجي" ويون جو ھي انھن عورتن کي پنھنجي "شرافت" سان مرغوب (convinced) ڪندا رھيا ھئا. مان انھن بيوقوفن من نہ ھوس ۽ نہ مرڻ گهڙيءَ تائين ھوندس. اھو بہ ڪو ليڪ تي سگهي ٿو، جنھن ڪڏھن ڪو عشق ئي نہ ڪيو ھجي!

• مون کي تہ جڏھن بہ ڪا وٽي تہ مون ان کي ڪنھن نہ ڪنھن نموني بلڪل صاف لفظن ۾ چٽي چڏيو تہ "مون سان مشڪل ھيءَ آھي تہ تون مون کي وڻين ٿي،" چو تہ مان حرامي قسم جو ماڻھو نہ ھوس، تنھن ڪري مون لپاٽ تہ ڪڏھن بہ نہ ڪاڏي، پر مون سدائين ھڪڙو بيو ڪم بہ ڪيو، جنھن کي بہ چيم تہ "تون مون کي وڻين ٿي"، تنھن ڏانھن نہ ڪڏھن مون وري نھاريو نہ ڪڏھن ھن جي ويجهو وڃڻ جي ڪوشش ڪيم، ورھين ڪانپوءِ جڏھن ملياسين تہ دوستن وانگي ملياسين. اڄ مان غريب آھيان، سياٽي مان وڌيڪ غريب ھوندس، پرين مان پيبنو ھوندس، پر دل جي معاملي ۾ مان مرڻ گهڙيءَ تائين شاھوڪار ھوندس.

• مان دل جي ڳالھہ ڇو پيو ڪريان؟ مون کي دراصل علي قاضي منجھايو آھي، جيڪي اڄا ماڻھوءَ ئي نہ ٿيا آھن، تن کي

قاضي صاحب سڌريل سنڌي ناهڻ جي ڪوشش پيو ڪري. جيترا ڏينهن مان سنڌ، سنڌيءَ ۽ سنڌين بابت لکندو رهيس، منهنجي سر (مغز) تي ڪا شيءِ سوار رهي، جنهن مون کي جيئڻ نہ پئي ڏنو، پر مان هن کان ڊڄندو هوس تہ متان هو سچ پچ خدا پرست هجي ۽ مون کي متي پرست سمجهي نظرن ۾ ڪيرائي ڇڏي. اڄ مون پنهنجي ئي هڪڙي ڪتاب ۾ غالب جو شعر، رومن فونيٽڪس ۾ لکيل پڙهيو.

هان وه نهين خدا پرست، جائو وه بي وفا سهي،
جس کو هون دين و دل عزيز، اس کي گلي مين جائين کيون!

• هن شعر جو مطلب هو تہ مان هن تان هٿ کڻي ڇڏيان، پر مون هن کي چيو تہ "تون مون کي وڻين ٿي" ۽ هن موٽ ڏني تہ "مون کي بہ تون!" اهو ڪمال هو، مون کان هند، سنڌ، پاڪستان وغيره سڀيئي ويا وسري، بہ چار سئو ورهہ اڳ مون ڪنهن کي چيو هو تہ "هي سڄو عرصو تون مون کي وڻندي رهي آهين" ۽ هن خوشيءَ ۽ حيرت واري لهجي ۾ چيو هو "سچ پچ!" پوءِ اسان شايد هڪ ٻيرو رستي تي ملياسين پنج منٽ، دل وارو معاملو ٿيو ختم، هاڻ سنڌي پروفيسرن جي نقطہ نظر کان بيڪار ڳالهيون.

• ڪاپر نيڪس چيو هو تہ سج بيٺو آهي ۽ ڌرتي ان چوڌاري پئي ڦري، هن جو گهر ساڙي ڇڏيائون ۽ هن جا ٻار ٻچا ساڙي هن کي باهہ ڏيئي ڇڏيائون. هو سنڌ جي ڪنهن يونيورسٽيءَ جي سنڌي يا فزڪس ڊپارٽمينٽ جو هيڊ نہ هو، ورهين ڪانپوءِ گئليلو فقط ايترو چيو تہ "ڪا پر نيڪس سچ چيو هو تہ ڌرتي سج جي چوڌاري ڦري پئي پر گئليلو چو تہ وڏو ماڻهو بہ هو ۽ مون وانگي 80 ورهين جو بہ هو، تنهن ڪري هن کي چيائون تہ ماڻهن سامهون معافي گهر، هن معافي گهري (وڏو ماڻهو ۽ پوڙهو ماڻهو ٻاڙي هوندا آهن) ۽ هن کي معاف ڪيو ويو، ڪمال جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ اڄ تائين بي دماغ ليڪڪ اهو ئي لکندا آيا آهن تہ اهو گئليلو هو، جنهن ثابت ڪيو هو تہ سج بيٺو آهي ۽ ڌرتي ڦري پئي. سنڌ ۾ اهو رواج عام آهي، ڊڪشنرين ۽ لغاتن ۾ جيڪي هزارين ۽ لکين اکر ۽ لفظ گڏ

ڪيل آهن سي اوهان ڇا ٿا ڀانيو، انهن مشڪرن پروفيسرن پاڻ سچي سنڌ جا ڳوٺ ڇاڻي گڏ ڪيا آهن؟ سچي محنت غريبن ۽ مسڪينن کان يا مفت ۾ ڪرائي يا تعليم کاتي جي مختلف شعبن ۾ ملازم ماسترن کان ڪرائي مٿن ۽ دلن ۾ لفظ گڏ ڪري ڊڪشنريون ۽ لغاتون ٺهنديون آهن، جن تي نالو وري هن وڏي صاحب جو هوندو آهي، جيڪو آل پاڪستان ليول جو گورنر هوندو آهي، مون کي به هڪڙي وائيس چانسلر هڪڙي ڊڪشنري لاءِ اکر گڏ ڪرڻ لاءِ چيو هو ۽ مان 18000 لفظ گڏ ڪري ويس ۽ جڏهن مان لچائي سمجهي ويس ته مون ٺپ جواب ڏيئي اهي سلپون شپر هاءِ وي تي تڪي هوا ۾ اڏائي ڇڏيون ۽ جيڪي ڪجهه بچيون، سي بيڪار دوستن جي چئي تي سنڌ سيڪريٽريٽ جي هڪڙي سيڪريٽري کي دان ڪري ڇڏيون، جيڪي هن شايد ڪنهن ڊڪشنريءَ ۾ ڇپايون هيون.

• مون ٻڌو آهي ته ڊپارٽمينٽ آف جيالاجي جو نالو بدلائي ڊپارٽمينٽ آف پيوئر جيالاجي رکيو ويو آهي. صاف ظاهر آهي ته اتان جي استادن جي ذهنيت ترقي ڪئي هوندي ۽ ڇاٽي ويا هوندا ته ٽيڪٽانڪ جيالاجي ڇا آهي. ڪنهن زماني ۾ مان هنن وٽ ٽيڪٽانڪ جيالاجي بابت ننڍڙي ليڪچر لاءِ ويو هوس، جو مون ڪجهه سمجهڻ تي چاهيو، ڊاڪٽر رئيس صاحب چيئرمين هو، هن فرسٽ ڪلاس چانهن پياري، پين استادن چولا ۽ پڪوڙا کارايا ۽ ٽيڪٽانڪ جيالاجي مون سينٽرل لائبريري ۾ اچي پڙهي، جتي منهنجي پوسٽنگ هئي.

# اِيجاد

• مان چاٽان ٿو تہ مان ڪيترو غلط ماڻهو آهيان، بلڪل ائين جيئن اوهان چاٽو ٿا تہ اوهانِ ڪيترا غلط ماڻهو آهيو، پر ڪا هئي جنهنِ ڪِي وهم ٿي پيو تہ مان چڱو ماڻهو آهيان ۽ جي مان چاهيان تہ اڃا بہ وڌيڪ چڱو ماڻهو ٿِي سگهان ٿو. سمجهايو بہ مانس تہ مانِ اڳي ئي ڪافِي چڱو آهيان ۽ مون ۾ وڌيڪ چڱائي جي نہ گنجائش آهي نہ چاهت، پر هو نہ مڃي چيائين تہ ”ڳالهہ اها ناهي تہ تون ڪيترو چڱو آهين، اصل ڳالهہ اها آهي تہ تون ڪيترو چڱو ٿيڻ ٿو چاهين.“ مان ڪيس سمجهائي نہ سگهيس تہ مون ۾ جا ٿوري گهڻي چڱائي اڳي ئي هئي، تنهن مان اڳ ئي مان بيزار هوس. هن کي ڪيئن سمجهايان ها تہ هن پاڻ کي منهنجي نظرن سان ڏسڻ بدران شايد آئيني جي نظرن سان ڏٺو هو، اهو چاٽڻ ۽ سمجهڻ بنا تہ آئينو ڪوڙ بہ ڳالهائيندو آهي.

• هن نہ ڪٿيو تہ مون ۾ وڏون کهڙيون آهن، نقص ڪيترا آهن ۽ ڪيترو وقت چٽاءُ ڪندس، چيائين تہ ”سپيئي شاهوڪار يا اقتدار وارا ماڻهو لياقتن وارا يا پڙهيل يا وٽندڙ يا شڪل صورت جا چڱا نہ هوندا آهن، تون جيڪيڏهن چاهين تہ پاڻ کي لکن ۾ توري سگهين ٿو.“ مون ڏانهنس نهاريو، هن مون کي ڪکن ۾ بہ نہ توريو هو، ”تون چڱو ٿيڻ جي ڪوشش ڪر“ هن ورجايو.

• ”تو وٽ آهي ڇا سواءِ انهيءَ بہ فوٽ زمين جي جنهن تي تون بيٺو آهين ۽ انهن خوابن جي تہ تون ڪو وڏو ماڻهو ٿيندين!“ اها طنز هئي، جيڪا مون کي وٽي چو تہ هن ڪئي هئي ۽ مون تي ڪئي هئي.

• ”جيڪڏهن تو وٽ ڪو مقصد ئي ناهي ۽ جيڪڏهن آهي بہ تہ ان لاءِ تو ۾ اتساهہ ناهي، ڪو بہ جذبو ناهي تہ جيڪي ڪجهہ

تون حاصل ڪندين اهو تون ڪهڙي ڪاتي ۾ وجهندين؟“مون وٽ جواب هو تہ ”تنهنجي ڪاتي ۾“ پر اهو جواب مون ڏنو ڪو نہ هوءَ منهنجي ايجاد هئي. سائنسدانن جي سڄي ڪمائي بڪ سميت سندس ايجاد ۾ ئي وينديءَ آهي.

• ”هيڏانهن هوڏانهن ڏس ڪيئن عام، سادا ۽ ڪند ذهن ماڻهو ڪمن ڪارن ۾ رڌل آهن، دنيا کي اهڙن ماڻهن جي ضرورت آهي ۽ تون پاڻ کي ڏس جو عقلمند ۽ اڪابر تيڻ جي شونق ۾ اهڙو محو آهين جو نہ ڪنهن ڪم جو رهيو آهين نہ ڪنهن ڪاج جو! تنهنجي هٿ ۾ قلم هوندو آهي يا ڪتاب تو ڪنهن وڏي ماڻهوءَ وٽ سندس هٿ ۾ ڪو ڪتاب يا رسالو ڏٺو آهي؟ ڪنهن وڏي آفيسر جي هٿ ۾ تو ڪو قلم يا ڪتاب ڏٺو آهي؟“ هوءَ منهنجي ماءُ نہ هئي، پيڻ بہ نہ هئي، هوءَ منهنجي ڪجهہ نہ هوندي بہ منهنجي سڀ ڪجهہ هئي، بس مون کي وڻندي هئي. ”ڪامياب ماڻهو خبر اٿئي ڇا ڪندا آهن؟“ هو چوندي پئي هلي ”هو پئسا گڏ ڪندا آهن، بئنڪن ۾ پيل پئسا ڳڻيندا آهن، هنن ۾ جيڪي بيوقوف هوندا آهن، سي ڪنهن هڪڙي بئنڪ ۾ پئسا رکندا آهن ۽ جيڪي عقلمند آهن، سي مختلف بينڪن ۾ پئسا ورهائي رکندا آهن.“ اهو سڀ ڪجهہ مان ڄاڻندو هوس، پر مان پنهنجي فطرت کان مجبور هوس.

• ”تون فطرتن باغي آهين.“ جيئن هو منهنجا خيال پڙهي وئي، ”تنهنجي فطرت ۾ بغاوت آهي.، هر ڪنهن ڳالهہ کان بغاوت، هر ڪنهن خيال کان بغاوت، هر ڪنهن ماڻهوءَ سان بغاوت، جيڪي آهي، تنهن سان بغاوت، جيڪي اجا ٿيو ناهي، تنهن سان بغاوت، جيڪو ڪتاب تنهنجي هٿ ۾ آهي، تنهن سان بغاوت، قلم جيڪو تنهنجي هٿ ۾ آهي، تنهن سان بغاوت، اهڙي بغاوتي فطرت ڪنهن وڏي سوچ جي ضمانت بہ ثابت ٿيندي آهي، پر تو هن وقت تائين ڪيو ڇا آهي، جنهن کي تنهنجي مستقبل ۾ ڪنهن سوچ جي نشاني سمجهجي؟“

• ”جن بہ ڪجهہ ڪيو، انهن پهرين معاشري ۽ ماحول کان بغاوت ڪئي، هر هڪ نئين خيال ۽ نئين ايجاد جي پيڙهہ ۽ بنياد ۾

ڪا بغاوت لڪل هوندي آهي، بغاوت تنهنجي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي، تنهنجي اندر ۾ ڪو نئون خيال آهي، جيڪو تو کي جيئڻ نٿو ڏئي. تون وڙهيو پئين هر هڪ سان، هر ڪتاب سان، هر خيال سان هوائن سان به طوفانن سان به. تون جو مون سان ڪڏهن نهين تو ته ڪڏهن وڙهين تو، اهو ثابت ٿو ڪري ته تنهنجي اندر ۾ ڪو نئون خيال جنم وٺي رهيو آهي، تنهنجي اندر ۾ ڪا نئين ايجاد آهي، جيڪا ظاهري روپ ۾ اچڻ لاءِ توکي آرام سان جيئڻ نٿي ڏئي، سو تون ڇا ايجاد ڪندين؟ مان تون مان بيزار آهيان پر توکي ڇڏي به نٿي سگهان، سو تون مون کي ٻڌاءِ ته تنهنجي من ۾، ذهن ۾، فطرت ۾ بيچيني ڇاجي آهي؟" هوءَ پاڻ پنهنجو خيال هئي، هو پاڻ ئي ته منهنجي ايجاد هئي، هوءَ پاڻ ئي ته منهنجي فطرت جو وڳوڙ هئي، پر جيڪڏهن هوءِ سمجهي به نٿي، ڄاڻي به نٿي ته مان ڇا ڪريان سواءِ بغاوت ڪرڻ جي!

• "نئون خيال ڪائين ڳالهه يا ڪا نئين ايجاد جي ڪوجنا ڪندي ناڪام ٿي، برباد ٿي وڃڻ يا مري وڃڻ بهتر ۽ هزار ڀيرا بهتر آهي، ڪنهن ٻئي جي ڪم کي عاليشان ۽ ڪامياب طريقي سان نقل ڪرڻ ڪان. مان ڄاڻان ٿي ته تو ۾ لياقت آهي، تنهنجي لياقت تنهنجو فقط خيال يا وهم ڪونهي، مان ڏسان ٿي ۽ ڄاڻان ٿي ته تو ڪان گهٽو وڌيڪ سڪيا سنهنجا ۽ پڙهيل ماڻهو به اهو ئي ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جيڪو ڪم تو ايجاد ڪيو يا جنهن ڪم جو پايو تو رکيو، پر تنهنجي اها لياقت تنهنجي يا منهنجي ڪهڙي ڪم جي جيڪڏهن تو ۾ ان پنهنجي لياقت لاءِ اتساهه ناهي ۽ تون هر هڪ پنهنجو ڪيل ڪم اڌ ۾ اڌورو ڇڏيو ڏين؟" منهنجي اندر ۾ طوفان هو، جيڪو ايامي رهيو هو، ڪيئن ٿي سمجهائي سگهيو سانس ته مان ڇا ڄاڻان ته لياقت ڇا ٿيندي آهي ۽ مون ۾ آهي به ته ڇا جي ۽ ڪهڙي آهي؟

• جا هوشياري ۽ سمجهه هن ليک ۾ ظاهر آهي، سا مون يا اوهان جهڙي فرد ۾ ممڪن ڪانهي. مان نقل ڪندو آهيان ته اعلان ڪندو آهيان ته اهو نقل آهي، ترجمي کي مان ترجمو چوندو آهيان،

مان سنڌ يونيورسٽيءَ جو استاد نہ آهيان جنهن جو ذهن فقط
هيڏانهن هوڏانهن پيو ڀٽڪي تہ ٻيا ڪهڙا ڪم پيا ڪن تہ جيئن
پاڻ بہ اهو ئي ڪم ڪري. هي ليک هڪڙي عجيب قسم جي
ڪتاب جي ڪجهہ پئراز تي جوڙيل آهي. سڄو ڪريڊٽ مان نہ
لهان، نوي سيڪڙو ڪريڊٽ اها مائي بہ لهي جنهن جو ڪو وجود
ئي ڪونهي.

# هوليَ!

• 10-3-09 تي هولي جو ڏينهن هو ۽ مون کي منهنجو ننڍپڻ ياد پيو اچي. جڏهن اسان سائيڪل ۾ هوا پرڻ واري پمپ ۾ رنگ پري بنگلي جي ڪمپائونڊ ۾ ڌوٻي، مالهي، ٻهاريدار، چوڪيدار ۽ ڪجهه ٻين جي ٻارن سان رنگ هڻڻ واري راند ۾ رات دير تائين جاڳندا هئاسين. مون کي بابو، بنسي، گنگا، پريو ۽ راڌا جا نالا ياد آهن، جيڪي ڌوٻيءَ جا ٻار هئا، پر ٻين جا نالا ياد ناهن، اها يادگيري تڏهن جي آهي جڏهن مان اجا ستن يا اٺن سالن جو هوس، پاڪستان اجا نهڻ وارو هو، بابا ڪراچي ۾ رنڇوڙ لائين ۾ انسپيڪٽر هو ۽ اسان کي مليل بنگلي جي پويان ٻن بنگلن ۾ مارٽن ۽ گرانٽ رهندا هئا. جيڪي شايد سارجنٽ هئا ۽ پاسي واري بنگلي ۾ هڪڙو هندو انسپيڪٽر رهندو هو. مارٽن جي پٽ جو نالو چارلس هو. جنهن کي اسان چارلي چوندا هئاسين ۽ گرانٽ جي پٽ کي اسان گرانٽ ئي چوندا هئاسون. سال گذري ويا آهن، پر اهي رنگا رنگي ڏينهن مون کي اڄ به هانٽ ڪندا آهن.

• اڄ مان پڇان ٿو ته جيڪڏهن پنجاب ۽ ڪوئيٽا ۾ بسنت ملهائي سگهجي ٿو ۽ لغڙ اڏائي سگهجن ٿا، جيتوڻيڪ بسنت جو ڪو به واسطو مذهب يا عقيدي سان ڪونهي، ته سنڌ ۾ بلڪل ساڳي آزادي سان هولي ملهائڻ تي ڇو ڪنهن کي اعتراض هجي؟ هولي به بلڪل ڪلچرل ۽ ثقافتي شيءِ آهي، جيئن بسنت آهي. جن جي مغز ۾ فتور يا نقص هوندو آهي، سي هر هڪ ڳالهه يا تقريب ۾ ڪو سبب ڳولهي يا گهڙي وٺندا آهن، بسنت ملهائڻ لاءِ به هنن وٽ پنج سئو سبب، هيلا ۽ بهانا آهن. هولي ملهائڻ لاءِ به مون وٽ

هڪڙو لوهه جهڙو سالڊ سبب آهي ۽ اهو سبب اهو آهي ته هيءَ هندستان جي ثقافت جو حصو آهي.

• آڪاٽيون ناهڻ ۽ قصا گهڙڻ ٻاراٽو ڪم آهي، جنهن ڪي ڪجهه ظاهري معزز ۽ نموني باز بزرگ مذهبن ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ ضد تي آهن ته اهي قصا ڪهاڻيون مذهبن ۽ عقيدن جو حصو آهن.

• چوڻ لاءِ چئبو آهي ته هندستان جو ڪو به مذهب ڪونهي. چوڻ لاءِ چئبو آهي ته هندستان سيڪيولر ملڪ اهي، جنهن جو مطلب آهي ته جنهن ڪي جيڪو وڻي سو مذهب اختيار ڪري يا نه ڪري ۽ جنهن ڪي جيڪا وڻي سا سڀيتا/ڪلچر/ثقافت قبول ڪري بنياديءَ حقيقت اها آهي ته هندستان قديمي طرح دراوڙهو ۽ دراوڙن وٽ مذهبي يا عقيدي قسم جي ائبسٽرئڪٽ شين بدران نوس ثقافت/سڀيتا/ ڪلچر هو،جيڪو هندستان جي سيني لوڪن جي رڳ رڳ ۾ سمايل هو ۽ جنهن جي مجموعي ڪي هو ڌرم چوندا هئا ۽ اڄ تائين به ان ڪي ڌرم ئي چوندا آهن.

• انساني فطرت جي بناوٽ ڪجهه اهڙي آهي، جو ان ۾ پهرين ڪانڪريٽ (نوس) جي پرک ايندي آهي ۽ پوءِ گهٽو پوءِ ائبسٽريڪٽ (خيالي) جي پرک ايندي آهي، انسان پهرين به ٻڪريون ۽ چار رڍون ته سمجهي ويو هو پر به ۽ چار ڇا آهن، گهٽو پوءِ سمجهيو هو. دراوڙي هندستان وٽ سڀيتا/ڪلچر/ثقافت واريون ڪانڪريٽ ڳالهيون هيون، ان وقت هنن جي ذهنن ۾ اهڙين ڳالهين جي پيدا ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه پئي ٿيو جيڪي هزارين ورهيه پوءِ مذهبن ۽ عقيدن ۾ ائبسٽريڪٽ صورت ۾ پيدا ٿيون. هولي به دراوڙي هندستان جي سڀيتا آهي، جيڪا سڀئي ملهائي سگهن ٿا. لغڙ اڏائڻ سانِ جي روزو نتو ٽٽي ته رنگ لڳائڻ سان به نه ٽٽندو، لغڙ اڏائڻ ۽ هڪ ٻئي جا لغڙ ڪاٽا ڪرڻ جيڪڏهن جائز آهي ته رنگ پاڻ ڪي لڳائڻ ۽ ٻينِ ڪي لڳائڻ به جائز آهي. جيڪي ڪجهه هندوستان جي ماڻهن وٽ هو ۽ آهي اها آهي ۽ هئي، سڀيتا، ثقافت، ڪلچر، جنهن جو پالڻ ڪرڻ ڪي هو ڌرما چوندا آهن.

• هندستان جي رهاڪن ڪي مسلمانن جو مذهب سمجهه ۾ ئي نہ آيو هو، اهو ئي سمجهندا رهيا تہ اها مسلمانن جي سيپتا آهي، جنهن ڪي مسلمان پنهنجو مذهب چوندا آهن. اهو ئي سبب آهي / هو جو هندستان جي ماڻهن مسلمانن جي حاڪمن ڪي ڪيئي صديون سک سان حڪومت ڪرڻ ڏني، جيڪڏهن هندستان جي ماڻهن وٽ بہ ڪو مذهب هجي ها جيئن عيسائين ۽ يهودين وٽ هو تہ هندستان ۽ افغانستان جي وچ ۾ بلڪل ائين جنگيون ٿين ها، جيئن صليبي جنگيون. هندومت ڌرم آهي. ريتن رسمن، ثقافتن، طور طريقن ۽ رواجن جو مجموعو آهي، جنهن سان ڪنهن بہ مذهب يا عقيدي جو ٽڪرُ يا تڪرار ناهي.

• اوهان مون سان بحث بہ نٿا ڪري سگهو ۽ ضد بہ نٿا ڪري سگهو، ڇو تہ مون عمرو بہ ڪيو آهي، حج بہ ڪيو آهي، مسلمان بہ آهيان، مسلمان جو پٽ بہ آهيان ۽ سيپئي نہ تہ ڪجهہ نمازون بہ پڙهيون اٿم ۽ پوءِ مون قرآن پاڪ جو ترجمو بہ پڙهيو آهي ۽ سمجهي پڙهيو آهي، جنهن لاءِ مان چاڻان ٿو تہ پنجئي وقت نماز پڙهندڙ ۽ باقائده روزا رکندڙ ماڻهن مان بہ تمام گهٽن چٽن قرآن پاڪ جي معنيٰ هڪ پيرو بہ نہ پڙهي آهي، سو مان اوهان کان پڇان ٿو تہ اوهان ڇا هرو پرو انهن تمام سهڻن رنگين ڏينهن جي پويان هٿ ڌوئي پئجي ويا آهيو، جن ڏينهن جو ذڪر اوهان جي خيال موجب اوهان جي مذهب ۾ ڪونهي؟ ڪهڙي مذهب جي ڪهڙي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ لغڙ اڏائڻ يا رنگن سان راند ڪرڻ سان اوهان جو مذهبي ڍانچو هيٺ مٿي ٿي ويندو ۽ اوهان مسلمان ئي نہ رهندا؟

• هولِيءَ جو ڏينهن سڄي دنيا ۾ ملهائجڻ لڳو آهي، يورپ ۽ آمريڪا ۾ باقائدي عاليشان طريقي سان تقريبون ۽ فنڪشن ٿيا آهن. ڏياري جي تهوار تي ڏيا ٻاريا چو نہ ٻاريون ۽ ڦٽاڪا ڇو نہ هلايون، ٻين صوبن ڪي ڇڏيو، پر سنڌ ۾ ڇو مسلمانن ۽ هندن ڪي هڪٻئيءَ کان ڌار ڪريُ اسان ڪي اجايل ڇڏيو ويو آهي؟ هٿا ڪير، جن اسان جي ثقافت جي ٻانهہ مروڙي ڇڏي؟

• حلال ۽ حرام اسان جا مذهبي لفظ آهن، پر ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪهڙي هنڌ لکيل آهي ته هندو جي هٿ جي پڪل شيءِ نه کائو؟ ڳالهه دراصل هيءَ آهي ته مان تتل وينو آهيان، منهنجي اندر ۾ انهن ۽ اهڙي قسم جي ناانصافين تي باهه آهي. محمود غزنوي جيڪي 17 ڪاهون ڪانيا واڙ ۾ دوارڪا مندر تي ڪيون هيون، سو فقط بت ڀڃڻ ۽ اسلام پکيڙڻ آيو هو؟ افغانستان کان دوارڪا تائين اچڻ ڪو ماتلي کان بدين پهچڻ نه هو، جو هو صاحب 17 ڀيرا آيو هو. بت شڪن جو خطاب اهڙي شخص کي فقط انهن تواريخ نويسن ڏنا، جن وٽ نه ذهن هو، نه عقل هو، نه سمجهه هئي ۽ نه ڪامن سينس هو. حيدرآباد ۾ جيڪو اولڊ ڪيمپس آهي سنڌ يونيورسٽي جو اهو سڄو هندن جي ٽرسٽ پراپرٽي هو، جنهن ۾ ڇوڪرين جو اسڪول هو ۽ سڄو ميدان خالي پٽ هو. ڪي استاد ۽ آفيسر آءِ آءِ قاضي وائيس چانسلر ڪي اهڙا لڳا جو اهو سڄو پٽ ڪاٽي ڪوٺي ماسترن ۽ آفيسرن ۾ ورهائي ڇڏيائون. جيڪي انهن جاين ۾ وينا آهن تن وٽ فقط قبضو آهي، مالڪي ناهيءَ خوشامدي تواريخ نويس لکندا ته آءِ آءِ قاضي ۽ سندس استادن ۽ آفيسرن سنڌ ۾ تعليم جي خدمت ڪئي. سڀيئي ڪوڙ ڳالهائيندا، ڪو هڪڙو به سچ نه ڳالهائيندو. پاڻ کي نه ته پنهنجي اولاد کي هڪڙي ڏينهن سنڌي درسي ڪتابن ۾ اهو پڙهڻو پوندو ته آءِ آءِ قاضي سنڌ صوبي جو محمود غزنوي هو، جنهن هندو ڇوڪرين جي اسڪول جي زمين عظيم ۽ قديم سنڌ جي يونيورسٽي جي ماسترن، ڊاڪٽرن، محققن ۽ آفيسرن ۾ ورهائي سنڌي ٻولي جي خدمت ڪئي.

# گند

• جيڪڏهن اوهان ڪو ڪم پيا ڪريو ۽ ان ۾ ڪا ګڙ ٻڙ ٿي وڃي ته ڪڏهن به ٻئي ڪنهن تي تهمت نه هڻو، هڪدم مڃو ته اها ګڙ ٻڙ اوهان کان ٿي آهي، اهو ڪم اوهان پئي ڪيو ۽ جيڪڏهن ڪجهه غلط ٿي ويو ته ڪنهن ٻئي کي ڏوهاري چوڻ بدران مڃو ته اهو ڏوهه اوهان جو هو. جيڪڏهن اوهان ڪو ڪم ڪنيو آهي ته ان ڪم جي مڪمل ذميواري/جوابداري اوهان جي آهي، جڏهن اوهان اها جوابداري کڻندا ته ان ڪم ۾ آيل نقص به ٺيڪ ڪري سگهندا.

• مان پنهنجي هر هڪ ڪم کي "گند" چوڻ جو نڌيڻ کان عادي رهيو آهيان. ڪو پچندو هو ته فلاڻو غلط ڪم تو ڇو ڪيو، ته مان چوندو هئس ته "بس، گند ٿي ويو،" جڏهن مون لکڻ شروع ڪيو ته مان پنهنجين لکڻين کي به "گند" ئي چوندو هئس. مون کي چيو به ويندو هو ته "جيڪڏهن تون پاڻ پنهنجين لکڻين ۽ ڪتابن جي عزت نه ڪندي ته پوءِ ٻيا ماڻهو به تنهنجين لکڻين ۽ ڪتابن کي گند ئي سمجهندا، پر ائين نه ٿيو. "گند" چوڻ منهنجي عادت هئي ۽ اڃا به آهي، جيڪڏهن منهنجو لکڻ به اهڙو هجي ها، جهڙو ٻين سنڌي ليکڪن جو آهي، يا هو ته حرام جو ڪو سنڌي پڙهندڙ منهنجو ڪو ليک پڙهي ها ۽ مان ليکڪ جي حيثيت سان ڪڏهو ڪو پنهنجوموت پاڻ مري ويو هجان ها.

• ٻيو اکر يا لفظ جيڪو مان استعمال ڪندو رهيو آهيان، ورهين کان سو آهي، "حرامپائي" جڏهن مان چوندو يا لکندو آهيان ته "چڏ حرامپائي" تڏهن منهنجو مطلب هوندو آهي ته "مشڪري ڇڏ، سڌي ڳالهه ڪر"، پر پڙهندڙ ڳلي پئجي ويندا هئا ته "سنڌيءَ" ۾ مشڪري لفظ آهي ئي ڪو نه ۽ سنڌيءَ ۾ چئبو آهي ته "ڳالهه ۾

چرچو نہ وجھہ“ يا ”ڳالھہ ۾ مشڪري نہ وجھہ“ پر مان نہ سڌريس، هاڻ سنڌيءَ ۾ اهو لفظ مشڪري بہ عام ٿي ويو آهي.

• مون ڪنهن کي لکيو تہ جيڪڏهن فلاڻي ڳالھہ ائين آهي تہ گند ٿي پوندو، يا شايد اهو لکيو هوم تہ جيڪڏهن فلاڻي ڳالھہ ائين هجي ها تہ ضرور ڪو گند ٿئي ها، اها ڳالھہ مون کي ڳلي پئجي وئي جو مون کان پڇيو ويو تہ لفظ ”گند“ مان تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ لکڻ منهنجي عادت آهي، ڪن تہ ڪم نٿا ڪن، پر جا هڪ اک ڪجھہ ڪم ڪري ٿي، سا بہ جواب ڏيڻ جي ويجهو آهي ۽ تنهن ڪري مان آڏي ابتي نموني ۾ جيڪي ذهن ۾ اچي ٿو، سو لکندو رهندو آهيان. گهڻن ئي پڙهندڙن کي نٿو وڻان، پر ڪمال آهي جو اجا بہ ڪاوش ۾ ڇپبو آهيان، مون کان نفرت ڪندڙن جو تعداد گهٽجي ويل ٿو ڏسجي جو شايد هاڻ پڙهندڙ مون کي غلط سمجهڻ لڳا آهن اهي فقط ٿورڙا رهيا آهن، جيڪي مون کي چڱي طرح سڃاڻي مون کان پري ٿا رهن.

• پر هن ليک جو نالو آهي ”گند“ ۽ هي ليک آهي بہ گند ون وي ٽريفڪ آهي، سڄو گند مون ڪيو آهي ۽ مون کي افسوس بہ ڪونهي، ڪجھہ ماڻهن جو خيال آهي تہ مان عقلمند ۽ سمجهو ماڻهو آهيان. جيڪڏهن مان عقلمند ۽ سمجهو هجان ها تہ ليڪ نہ هجان ها ۽ اهو گند هڪ طرفو هجڻ بدران بہ طرفو هجي ها. انهيءَ هڪ طرفي گند کان دلشڪستو ٿي مان گهر ۾ لڪي ويهي رهيو آهيان تہ ٻاهر نڪرندس تہ ٻئي طرف ڏانهن اميد سان نهاريندس، هي ليک لکندي مون کي پاڻ کي مزو نہ آيو آهي، سو اوهان کي ڇو وڻندو!

• ماڻهو تہ ماڻهو آهي، پوءِ مزور هجي يا وڏي اداري جو ميمبر، ڪمزوري ۽ بي حيائي هر هڪ ماڻهو ۾ ساڳيءَ مقدار ۾ برابر آهي، باقي رهي مذاح جي حس، اها ڪنهن ۾ گهٽ، ڪنهن ۾ وڌ ٿي سگهي ٿي، مذاح جي حس ۾ ڳالهائڻ جو ڍنگ بہ اچي ٿو وڃي.

• هڪڙا چار پنج ڄڻا سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي هڪڙي معزز ميمبر وٽ ويا ۽ ڪيس ڇپائون تہ فلاڻو پٽ فلاڻي جو ڪميشن جي لکت وارن پيپرن ۾ پاس ٿي ويو آهي ۽ هاڻي هو انٽرويو/زباني

امتحان لاءِ اوهان اڳيان ايندو، تنهن ڪري مهرباني ڪري پاس ڪجوس. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي انهيءَ معزز ميمبر جيڪو جواب ڏنو، سو اهڙو ته سهڻو هو جو اهو سنهري اکرن ۾ لکي سنڌ پبلڪ سورس ڪميشن جي هر هڪ ميمبر جي آفيس جي در تي لڳائي ڇڏجي، اهو جواب هو ته ”سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ ٻارهن ميمبر آهن، جن مان ٽي آنيسٽ آهن ۽ مان انهن ٽن مان نه آهيان.“

• ممڪن ته ڪونهي، پر شايد دنيا بدلجي وئي هجي، پوسٽ آفيس آهي، روهل راءِ يا ڏيپلو ۽ ضلعو آهي ٿرپارڪر، اتي هڪڙو ماستر ڪيولرام ڪي گرماڻي رهندو آهي. ذات جو ميگهواڙ آهي. مون ٻڌو آهي ته هن کي ڏيپلي ۾ هرڪو سڃاڻي. هن ٽي دفعا پوليٽيڪل سائنس جو امتحان سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن مان لکت ۾ پاس ڪيو آهي، پر هر ڀيري انٽرويو ۾ ڊهي پيو آهي. هن جو چوڻ آهي ته انٽرويو ۾ نتا ڪڍن. اها سندس سٽ مون کي دل سان لڳي ٿي جو مان به ته آخر ماڻهو ٿي آهيان، پرائمري ماستر ڪيولرام گرماڻي ميگهواڙ پوليٽيڪل سائنس جو ليڪچرر ٿيڻ ٿو چاهي، اهو ڪمال ناهي؟

• مون پنهنجو پاڻ کي به آئيني ۾ ڏٺو آهي، مون ماستر ۽ ماسترياڻيون به ڏٺيون آهن، جو منهنجن ٻارن به ماستري ڪئي آهي. مون يونيورسٽي جا استاد به ڏٺا آهن، مون ڪاليجن جا ليڪچرار به ڏٺا آهن. جو مان ڪاليجن ۾ به پڙهيو آهيان ۽ مون گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي يونيورسٽي جو هڪڙو اهڙو وائيس چانسلر به ڏٺو آهي، جيڪو جڏهن اتي شايد ليڪچرار يا اسسٽنٽ پروفيسر هو، تڏهن راڻي باغ جي ڪنهن پڃري ۾ رکڻ گهربو هو ۽ مان ڄاڻان ٿو ته پرائمري اسڪول ماستر سائين ڪيولرام ميگهواڙ انهن سڀني ۾ لياقت جي لحاظ کان ڪافي مٿي آهي.

• مان سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر نه آهيان، ان ۾ داخل ٿيڻ جو سوچي به نٿو سگهان جو مون وٽ گهربل لياقتون نه آهن، پر مان ڄاڻان ٿو ته ڪيرڪنهن کان بهتر آهي. سائين ڪيولرام ميگهواڙ ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي سوين ليڪچرارن

ڪان بهتر آهي، هن وٽ لياقت آهي، هن ڪي سمجهہ آهي، هن ڪي هوش آهي هن وٽ تجربو آهي هن وٽ شرافت آهي، پر اهي ڳالهيون ڪنهن ڪي ڪپن!

• انگريزن تہ سنڌ صوبو ٺاهيو هو پنهنجو انتظامي ڍانچو ٺيڪ ڪرڻ لاءِ، پر پاڪستان سنڌ صوبو قائم.فقط ان لاءِ رکيو آهي تہ لٽ مار ۽ ڦرمار ڪري اتان جي ڏوڪڙن تي پنهنجا ٻار آمريڪا ۽ آفريڪا ۾ پڙهائيءَ رٿائر ٿيڻ ڪانءَ پوءِ پاڻ بہ اوڏانهن پڄي وڃجي. مان غلطيءَ ۾ آفريڪا لکي ويو آهيان، منهنجو مطلبُ هو يورپ لکڻ.

• سوال آهي تہ مون بروهي ماڻهو جو ماسٽر ڪيولرام سانءُ ڪهڙو واسطو؟ واسطو اوهان جو بہ آهي، پر اوهان ڪي ڄاڻ ناهي.

# دبئي ۾ سنڌي

• هوٽل فاران جي سامهون آهي برهاني سينٽر، جنهن ۾ ياتيا صاحب رهندو آهي، الائجي ڪهڙي ماڙ تي، جو مان هن وٽ ڪڏهن به ويو نہ آهيان، هو رٽائرڊ مڪينيڪل انجينئر آهي ۽ اسان ڪيئي ڏهاڪن کان پاڻ ۾ واقف آهيون. ڪجهہ ڏينهن اڳ هن مون کي فون تي چيو تہ ”دبئي ۾ جيڪو سنڌين جو فيسٽيول ٿيو، سو تو انٽرنيٽ تي ڏٺو؟“ مون چيو تہ، ”مون وٽ ڪمپيوٽر وغيره ناهي“، هن چيو تہ ڏسين ها تہ خوش ٿئين. هان، تمام گهڻا سنڌي هئا، جن سنڌي ۾ تقريرون ڪيون، تو کي اهو پروگرام ضرور ڏسڻ گهربو هو“، مون جواب ڏنو تہ ”مان ڄاڻان ٿو تہ اتي ڇا هو، ڪو هڪڙو بہ سنڌي پنجاهہ سٺ ورهيہ عمر کان گهٽ جو نہ هوندو“ چيائين، يار تو واهہ جي ڳالهہ ڪئي، سچ پچ سڀيئي وڏي عمر جا هئا.“ چيومانس تہ اُهي سنڌين جي آخري نسل جا فرد آهن، جن کي سنڌي ڳالهائڻ ايندي آهي، انهن جو اولاد اردو/هندي ڳالهائيندو آهي ۽ سنڌي جو لفظ بہ نہ ڄاڻن“. ياتيا صاحب چيو تہ ”توکي پنهنجي گهر وٺي ايندس ۽ پاڻ ڳالهائينداسين.“

• اڄ کان شايد پنجاهہ ورهيہ اڳ هڪ سنڌي ليکڪا خيرالنساءِ جعفري انڊيا وئي هئي جتي ماسٽر چندر ڳاٽي سان ملي هئي ۽ مون کي اچي ٻڌايائين تہ ”ماسٽر چندر رنو پئي جو چيائين پئي تہ سندس گهر ۾ فقط هو اڪيلو آهي، جنهن کي سنڌي اچي باقي سندس پٽ، پوٽا ۽ ٻيو سڄو خاندان سنڌيءَ جو هڪڙو اکر ڄاڻڻ بنا هندي ۽ انگريزي ڳالهائيندا آهن.“ اها هئي خيرالنساءِ جعفري جي ٽيهہ يا چاليهہ سال اڳ ڪيل ڳالهہ هو. فوت ٿي وئي، سو اڄ پارت ۾ سنڌي ٻولي جو ڇا حال هوندو؟ اندو بہ سمجهي سگهي ٿو پر هند ۽ سنڌ جا سنڌي نہ سمجهندا.

• ڳالھ ڪريو سڏي ۽ ڪري. جن ليکڪن پنهنجا سنڌي ڪتاب (افسانہ يا ڪهاڻين جا مجموعا يا شاعري 2001 ۾ ڇپايا، سي وڪامجي ويا؟ نہ هنن وٽ اجا بنڊل پيا آهن جيڪي مفت ۾ ورهائيندا وتن، جن ڪي ڪو پڙهي ڪو نہ ٿو. جن پنهنجا سنڌي ''شاهڪار'' 2004ع ۾ ڇپايا سي وڪامجي ويا، يا اجا پيا مفت ۾ ورهائين؟ سنڌي ادبي بورڊ ، سنڌي لينگويج اٿارٽي سنڌالاجي جي ڇپايل ڪتابن جو ڳاڻاٽو تہ ڪرايو، هنن جا ڪتاب نہ تہ ڪو وٺي، نہ تہ ڪو پڙهي. ڪا درگاھ آهي، جا پنهنجا ڪتاب سنڌالاجيءَ مان ڇپرائيندي هئي تہ جيئن ان تي آفيشل نالو هجي، جا لٽ مار ۽ ڦرمار سنڌين ئي ''سنڌي ٻوليءَ جي خدمت'' جي نالي ۾ سنڌ جي انهن ۽ اهڙن ٻين ادارن جي ڪئي آهي، تنهن تي انهن ''سنڌين'' ڪي باقائدي ڦاهيءَ تي چاڙهيو وڃي، پر ٿيندو ڪجھ نہ، سنڌي ختم ٿي رهي آهي ۽ جا ٿورڙي اخبارن ذريعي هلي رهي آهي، سا بہ آئي رهي.
• علي قاضي ڪي جيڪڏهن سنڌ صوبي جي زمين سڏارٽي آهي تہ هتي، پنج، ست، پندرنهن اسٽار هوٽلون نهرائي. دنيا جي سيني بينڪن ڪي زمينون ڏيئي عاليشان بئنڪون ٺهرائي، جپان، آمريڪا ۽ فرانس ڪان وڏن بنگلن جهڙيون موٽرون گهرائي، ايم اين اي ۽ صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن ڪي ملندڙ صوبائي حڪومت طرفان زڪوات وڏائي، ٻيٽي ڪري، آفيسرن ڪي جا هر هڪ گرانٽ تي ڪميشن ملندي آهي، اها ڏهوٽي ڪري تہ جيئن اهي ميمبر ايندڙ اليڪشن ۾ پنهنجن چمچن/ ورڪرن ڪي دل کولي پئسا ڏين، مان انڌو نہ آهيان، مون سڀ ڪجھ ڏٺو آهي.
• پر جيڪڏهن علي قاضي ڪي سنڌ جي زمين بدران سنڌي ماڻهن ڪي سڏارٽو آهي تہ ان 56 ۽ 58 اڪري الف بي تي تان سنڌين ڪي هٽايو، سنڌي ٻاراڻا ڪتاب ختم ڪريو، اسڪول ۽ يونيورسٽين مان سائنس، مئٿس، سوشالاجي، هسٽري، (عربي ۽ انگريزي ڪتابن جا ترجما نہ جو هنن جا سنڌي ترجما غلط آهن) جيالاجي، لائبريري سائنس، جاگرافي ۽ اهڙي قسم جا سائنس سان لاڳاپيل (فزڪس، ڪيمسٽري، فارماڪالاجي، فارميسي)سبجيڪٽس ڪانسواءِ ٻيا هڙيئي ڪاتا بند ڪري ڇڏجن، سي

ڪجهه انگريزي ۾ هجي، سنڌي ٻولي جا هزارين ماستر پنهنجن گهرن ۾ پنهنجن ٻارن کي انگريزي سمجهائيندا ۽ پڙهائيندا آهن. فقط اهو هڪڙو ئي طريقو آهي، سنڌين کي سڌاري ڪراچي ۽ پنجاب جي برابر ڪرڻ جو. جيڪو سنڌي ٿاڻ ٿان ڪري تنهن کي نوڪريءَ کان ۽ ڪلاس کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ کي تالو هڻي انگلينڊ ۽ آمريڪا جا پرائمري ۽ سيڪنڊري ڪتاب گهرايو، جيڪي آمريڪا ۽ اسپئنش به پڙهن پيا. انگلينڊ ۾ سنڌي، هندي، جپاني، چيني ۽ سوين ٻيا ماڻهو پڙهن پيا، منهنجو مطلب آهي ته اها سنڌي واري مشڪري بند ڪريو ته سنڌين ۾ سڌارو اچي.

• هي جو يونيورسٽين ۾ ”فلاڻي جي چيئر“ ۽ ”ٽيرڻي جي چيئر“ وارو سلسلو حرام خوريءَ لاءِ ورهين کان هلندو پيو اچي اهو هڪدم بند ڪيو وڃي، جو ته ڀاڻ سيپيئي چڱي طرح ڄاڻون ٿا ته سنڌ ڪو هڪڙو به اهڙو ”محقق“ پيدا نه ڪيو آهي جنهن ڪو وڏو ڦاڙهو ماريو هجي. سنڌ جي سيني ”محققن“ فقط لفاظي ڪئي آهي ۽ سرڪاري خرچن تي سرڪاري پنا خراب ڪيا آهن، هنن ڪو هڪڙو به اهڙو ”تير ڪمان“ ناهيو آهي، جهڙا آفريڪا جا شيدي استعمال ڪندا آهن؟ انهن ”محققن“ جون ڪرسيون بند ڪري استادن کي چئو ته وڃي سائنس پڙهائين ۽ جيڪي رٽائرڊ آهن، انهن کي چئو ته جيڪي پئسا ڪنيا اٿن، سي ڀري ڏين.

• ڊڪشنري جوڙڻ ڪلريڪل (ڪلارڪن جو) ڪم آهي، انهن پروفيسرن جا فوٽو ڪڍو، جن انگلش ٽو سنڌي دڪشنري ناهي آهي، سنڌ يونيورسٽي جي پروفيسرن جي لوڏ وني هنن کي سينٽرل لائبريري ۾ پيل انگلش ٽو انگلش ۽ سيون لئنگويج ڊڪشنري ڏيکاريو. ”انگلش ٽو سنڌي“ ڊڪشنري واري مشڪري وارو رواج ختم ڪرايو، اڄ مان نندو ماڻهو آهيان، ياد رکجو هڪڙي ڏينهن بلڪل ائين ٿيندو جيئن مون لکيو آهي.

• پادر ۾ هٿ پوءِ وجهجهو، پهرين منهنجي ڳالهه ٻڌو، جيڪڏهن دعا ۾ اثر هجي ها ته ڪنهن به ماءُ جي جيئري هن جو اولاد نه مري ها، هاڻ بيشڪ پادر ۾ هٿ وجهو.

• منهنجو ياءُ جمون آمريڪا ۾ رهي ٿو، هن فون ڪيو ته "انٽرنيٽ تي "هولي!" پڙهي مون هڪدم مائٽن ۽ ڪجهه دوستن کي چيو ته انٽرنيٽ تي ڪاوش ۾ حليم کي پڙهو. مون چيومانس ته فوٽو ڪاپي ڪري دوستن ۽ مائٽن کي ڏي. چيائين ته "حليم، هتي جيڪي سنڌي آهن سي سنڌي ڳالهائي سگهندا آهن، پر لکڻ پڙهڻ مان هي نه ڄاڻن، هتيَ جي سنڌين لاءِ سنڌي ٻولي فقط ڪجهه پوڙهن سنڌين جي ٻولي آهي"، هن هي ٻه چيو ته "سنڌ ۽ پاڪستان جي سياست ۾ ڪو ٻه انٽريسٽيڊ ڪونهي ۽ تنهنجا ليک تمام گهٽ ٿا اچن، تو کي تنهنجا واقف شوق، سان پڙهندا آهن ۽ تنهنجي باري ۾ گهڻو ڳالهائيندا آهن." صاف ظاهر آهي ته مان خوش ٿي ويس.

• هاڻ مان علي قاضي صاحب جي ٿيوري ۽ آئڊيا سمجهي ويو آهيان، منهنجو خيال آهي ته ايڊورڊ سعيد جو مضمون Waiting for the Barbarians غور سان پڙهڻ گهرجي ۽ انتظار ڪري ڏسجي ته آخر ڇا ٿو ٿئي.

# ڊائس

• منهنجا دوست، محترم ۽ محترمائون مان ڏسان پيو ته اوهان اسان انهن سيني کي حيرت ۽ عجب سان ڏسي رهيا آهيون، جو اوهان کي يقين ۽ اعتبار آهي ته اسان جيڪي هن ڊائس يا اسٽيج تي ويٺا آهيون سي عقل ۽ سمجهه سان ٽمٽار آهيون ۽ اسان پنهنجو عقل ۽ سمجهه ضرور اوهان کي ڏنو هوندو، اوهان جو خيال هوندو ته نتيجي ۾ اوهان به ڪجهه وڏيڪ عقلمند ۽ سمجهو ٿي ويا هوندا. منهنجا دوستو ۽ منهنجون محترمائون ۽ اهو اوهان جو خيال آهي ۽ بلڪل غلط خيال آهي، اسان جيڪي ٽوپيون ۽ اجرڪ پائي معتبر ۽ وڏا عقلمند ٿيا اوهان کان چار فٽ مٿي ڊائس يا اسٽيج تي ويٺا آهيون، سي به اوهان يقين ڪريو ته بلڪل اهڙا ۽ ايترا ئي بيوقوف آهيون جيترا اوهان پاڻ آهيو.

• هي منهنجو پهريون پيرو آهي جو ڊائس يا اسٽيج تي چڙهيو آهيان ۽ مون کي هلڪڙو ڦلڪڙو ڳالهائيندڙ سمجهي سڀ کان پهرين مون کي وارو ڏنو اٿن ڳالهائڻ جو، هنن جو خيال آهي ته مان ضرور ڪو گند ڪندس جو اناڙي آهيان، اوهان مون کي غور سان ڏسو، مان اوهان کي اناڙي ٿو لڳان؟.

• هي جيڪي اسٽيج يا ڊائس تي ايندا، سي هڪ ٻئي کي ٻڌائيندا، هڪٻئي جي ساراهه ڪندا، جيڪي به بلڊنگون، اسڪول، وغيره نهيا سي سرڪاري پئسن سان نهيا، پر اسٽيج ۽ ڊائس تي ايئن ڳالهائيندا، جيئن جيڪي مري ويا، تن اهي بلڊنگو ۽ اسڪول پنهنجن ذاتي پئسن مان نهرايا هئا. مون کي اڄ سرڪار وٽان ڏهه ڪروڙ وني ڏيو، اڌ مون کي ڪميشن ڪاڻ ڏيو ۽ سياڻي کان سڄي دنيا ڄاڻي ويندي ته حليم وڏو عقلمند هو، جنهن پنج ڪروڙن ۾ فلاڻو تعليمي ادارو نهرايو...! اڄ اهي ڏهه ڪروڙ ڏهه ارب ٿي ويا آهن. جنهن کي

استيج يا ڊانس چٽبو آهي، سو نڱن جو ادارو آهي، جيڪي ان تي ويهن، انهن کي غور سان ڏسو، جنهن معتبر کي وچ ۾ پٽڪو پارائيندا سو سيني کي وڏو ڪاٺ وارو هوندو، يا بيوقوف هوندو.

• بابر، اڪبر، همايون، شاهجهان، اورنگزيب ۽ محمود غزنوي، محمد غوري، علاوالدين خلجي، انهن مان اوهان ڪڏهن ٻڌو ته ڪو حج تي به ويو يا عمري تي به ويو! ابدالي به نه ويو هو، سو پاڻ فقير ماڻهو چو منجهي پيا آهيون. محمود غزنوي سترهن ڀيرا گجرات ۾ سومنات تائين آيو، پر حج تي نه ويو، مان پڇان ٿو چو؟

• انگريزي اهڙي سهڻي ٻولي آهي، جو ان ۾ پاڻ اهو سڀ سمجهيو لکيو وڃون، جيڪو سنڌي يا اردو ۾ لکون ته ڪوڙا ڪائون يا ڦاهي چڙهون. پر ڪمال اهو آهي جو انگريزيءَ ۾ جيڪي وٽي، سو لکي ڇڏيو پر اهو لکيل پڙهي اوهان کي مزو ايندو، ڪجهه ته ڪري ڏسو انگريزيءَ ۾ به! تمام سهڻا لفظ ۽ ستون آهن انگريزي ۾، جن جو ترجمو سنڌي ۾ ڪيون ته پادر ڪائون، اهي به سنڌين جا.

• جيڪڏهن مان سنڌيءَ ۾ گجراتي ٻولي جي هڪ شعر جي معنيٰ لکي وجان ته ڪو سنڌي رٽائرڊ وڏيرو جنهن هڪڙو اکر به سنڌي نه لکيو آهي، سو چوندو ته ”حليم چا ٿي پئي ها جيڪڏهن تو هڪڙو سنڌي شعر به لکي ڇڏيو هجي ها!“ ”منهنجو خواب هيءَ آهي ته جيڪڏهن مان نالائق آهيان ته تون ئي ڪٿي پنهنجي لائقي ڏيکار! ڇپائي ڇڏ ڪو سنڌي شعر جيڪو تو کي وٽي!“

• جيڪڏهن مان چاهيان ۽ منهنجي دل چئي به پئي ته دانش نالي جيڪو اردو شاعر هو، تنهنجو هڪڙو اردو جو تمام سهڻو شعر گجراتي ۾ لکي ڇڏيان، پر اوهان ڳالهه کي الائجي ڪيڏانهن وٺي وڃو! سو ڀهرين اڄ اردو وارو شعر ٻڌو ۽ پوءِ اوهان جو رويو ڏسي، گجراتي ۾ لکندس. بوري، مارواڙي، ٿري، مينگهواڙ سڀيئي گجراتي ڳالهائيندا آهن ۽ مني زبان آهي. سنڌي اخبار ۾ جي اردو ۽ انگريزي لفظ ڇپجي سگهجن ٿا ته مارواڙي يا گجراتي لفظ چو نٿا ڇپجي سگهن؟ پائي مان ته لکندس، پوءِ پل گند ٿئي، مان ته بلوچي به لکندس ۽ فارسي به لکندس.

دو جوان دلون ڪان غم، دوريان سمجهتي هين
ڪوئي ياد ڪرتا هي، هچڪيان سمجهي هين
تم تو خود هي قاتل هو تم يه بات ڪيا جانو
ڪيون هئا مين ديوانه، بيڙيان سمجهتي هين.

جڏهن ايتريون سوين، هزارين، لکين، ڪروڙين ۽ اربين عورتون ٺاهيون هيون تڏهن پلا ضروري هو ڇا ته تو ڪي به ٺاهي منهنجو مٿورلائي ها! جيڪڏهن تو ڪي نه ٺاهيو هِجيس ها ته اڄ مان به ڪنهن ڪم جو ماڻهو هجان ها.

• ٽي چار سال اڳ مان پاڻ وڃائي ويٺو هوس، ڪو هوش نه هو، مون کي ڪا سمجهه نه هئي، مون کي اڄ به ڪنهن ياد ڏياريو ته مان اڳي سنو لکندو هوس ۽ هاڻ وري ڪجهه چڱو لکڻ لڳو آهيان پر مون وٽ آهي ڇا، جنهن بابت مان چڱو يا خراب لکان! منهنجو ذهن خالي آهي، ڪالهه مون ڪنير صاحب جو مضمون ڏٺو، هو اجا سنڌيءَ واريون دڪشنريون پيو ڏسي! ڪنير صاحب، اڳ جا پٽ هئي سا هاڻ ديوار آهي، اڳ جيڪو وال هو سان هاڻ گز آهي، اڳ جا سهڻي هئي، سا هاڻ خوبصورت آهي، اڳ جا لوٽڪ هئي سا هاڻ ڪلفو آهي، اڳي جا ٿوم هئي سا هاڻ لهسن آهي، ڦاروان هاڻي فالسا آهن، جيڪا ڪسي سڏبي هئي سا هاڻي نالي آهي، جنهن مس سان اسان لکندا هئاسين سا هاڻي سياهي سڏبي آهي، جا تو ۽ مون لاءِ ماکي هئي سا هاڻ شهد سڏجي پئي بازار ۾، ۽ اهو اکر جيڪو انگريزي ۾ Yellow (پيلو) لکبو هو، سو رنگ ڦٽائي هئڊو ڪيئن ٿي ويو؟ دنيا بدلجي وئي، زمانو بدلجي ويو، سو هاڻ رئڻ پٽڻ ڇڏي انهن علمَ جي اڪابرن کي ڳچيءَ کان جهلي پڇو ته ”جڏهن توهان وٽ اکر ۽ لفظ بچائڻ جو طريقو نه هو ته اوهان اهي اکر (لفاظي) گڏ ڪرڻ جي مشڪري شروع ڇو ڪئي؟“ سنڌي لفظ ختم ٿي چڪا آهن، ڪڏهوڪا ۽ هوش اوهان کي اجا به فقط ايترو آيو آهي، جو اجا پيا انهن مسخرن جون ڊڪشنريون ڏسو! مان اوهان کي هر هڪ مضمون ۾ ڪو سنڌي اکر ڏيندس، جنهن جو خانو خراب اهان جي ڏانشورن ڪيو آهي، مان ته غريبڙو آهيان، رئڻ ڇڏيو ۽ پنهنجي حشر تي کلڻ سکو.

# محقق!

• هي جيڪي صبح شام ۽ ڏينهن رات هر هنڌ هر هڪ اسٽيج تي چڙهي اهو ئي چوندا آيا آهن ۽ چوندا رهن ٿا ته سنڌي ادب دنيا جي ادب سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي پيو هلي، تن ڪان پڇو ته گذريل سئو يا ٻه سئو سالن ۾ ڪهڙو اهڙو سنڌي ڪتاب ڇپيو آهي، جيڪو انهيءَ لائق هجي جو هن جو ذڪر ٻه انهن ڪتابن سان گڏ ٿئي، جن جو ذڪر عبدالقادر جوڻيجو پنهنجي 2008ع بابت ليک يا مضمون ۾ ڪيو آهي؟ اهو مضمون ڪاوش ۾ ئي ڇپيو آهي ۽ تنهن ڪري انهن ضرور پڙهيو هوندو، جيڪي هر موقعي، هر تقريب ۾ بس اهو ئي چوندا آهن ته سنڌي ادب دنيا جي ادب سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي پيو هلي.

• شايد ئي ڪو نوبل پرائيز يا بڪر پرائيز يافته ڪتاب هجي، جيڪو عبدالقادر جوڻيجي وٽ نه هجي، ۽ هن نه پڙهيو هجي. هو چاڻي ٿو ته دنيا ۾ ڇا ڪجهه ڇپيو آهي ۽ ڇا ڪجهه ڇپجي پيو ۽ هو ڄاڻي ٿو ته سنڌي ادب اڃا ڄائو ئي ناهي ۽ جمبو ٻه ڪونه، سنڌي ادب جا اهي زميندار، وڏيرا ۽ پوتارن جيڪي هر هڪ تقريب ۾ ڪرسين جي اڳين لائين ۾ ويٺل هوندا آهن ۽ اسٽيج تي چڙهي هوائن ۾ انڌن ٻوڙن کي ٻڌائيندا آهن ته سنڌي ادب شاهراهه ذرتي تي تمام گهڻو اڳتي هلي رهيو آهي، سي رڳو سنڌين کي بيوقوف ٺاهيندا رهيا آهن. انهن سنڌي ادبي وڏيرن ۽ پوتارن پاڻ ته ڪو هڪڙو ٻه اهڙو ڪتاب نه لکيو آهي، جنهن جو ذڪر فڪر عام ماڻهن وٽ هجي، سو پنهنجو شرم لڪائڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي محقق جو درجو ڏيندا آهن. دنيا ۾ محقق جو درجو وڏي اهميت رکي ٿو، پر انهن سنڌين محققن هتي سنڌ ۾ محققن کي پاڻ جهڙي متاچري سطح جي ذهنيت تي قابو رکيو آهي.

• اهي جيڪي هر هنڌ هر موقعي تي انتهائي بي شرميءَ سان چوندا آهن ۽ اهو بہ استيجن تان تہ سنڌي ادب دنيا جي ادب سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي پيو، سي پاڻ کي محقق جو درجو ۽ خطاب ڏيئي انهيءَ جوابداريءَ کان بري ٿيو وڃن تہ ڪن بہ پنجن يا ڇهن ڪتابن جا نالا ڏين جيڪي سنڌيءَ ۾ هجن ۽ انهيءَ لائق هجن، جن جو ذڪر عبدالقادر جوڻيجو، پنهنجي ڪنهن مضمون ۾ ڪري سگهي. سنڌي ٻوليءَ جي انهن وڏيرن ۽ پوتارن کي ياد رکڻ گهرجي تہ عبدالقادر جوڻيجي فقط هڪڙي سال 2008 جي ڪتابن جو ذڪر انهيءَمضمون ۾ ڪيو آهي. گهٽ ۾ گهٽ ٽيهہ پنجٽيهہ، شايد انهيءَ کان بہ مٿي ورهين جا ڪتاب عبدالقادر جوڻيجي جي دل تي لکيل آهن، مان ڪانٽس اوڊر تي ڪتاب وٺندو هوس ۽ پڙهي موٽائي ڏيندو هو سانس.

• محمد علي قاضي سنڌي سوسائٽي جي تبديلي چاهي ٿو. هن صاحب جي مرضي اهي تہ سنڌي ماڻهو سڌرن ۽ ترقي ڪن. علي صاحب کي سڀ کان پهرين انهن ٺڳ محققن ۽ سنڌي ٻولي جي ٺيڪيدارن کان سنڌي سماج کي آجو ڪرڻو پوندو. اسان جي سوسائٽي ۾ ڪوڙ ۽ گسا پٽا تمام گهڻا هليا آهن. اهو جيڪو استيج تي چڙهي سنڌين کي ڪوڙ ٻڌايو ٿو وڃي تہ توهان جي ٻوليءَ ۾ عاليشان ادب ڇپيل آهي، سو ڪوڙ سنڌين کي غلط فهميءَ ۾ وجهيو ڇڏي. سنڌ ۽سنڌين جي بربادي ۽ تباهي جو ڪارڻ اهو ڪوڙ آهي، جيڪو ادب ۽ ٻوليءَ جي نالي ۾ اهي سنڌي محقق سنڌين کي استيجن تان ٻڌائيندا رهيا آهن ۽ سنڌين کي خوشفهمي ڏيندا رهيا آهن، انهن ٺڳن جو استيج تي چڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ئي بند ٿيڻ گهرجي.

• هي جيڪي سنڌي پي ايچ ڊي آهن، تن جون ٿيسزون اوهان ڏٺيون آهن، جيڪي سنڌالاجي ۾ رکيون آهن ۽ جن تي هنن کيٰ پي ايچ ڊي ۽ ايم فل جا سرٽيفڪيٽ ۽ ڊپلوما مليل آهن؟ اوهان هڪ ڀيرو ضرور پڙهي ڏسو ۽ ڏسو تہ هنن فقط اها ڊپلوما وٺڻ لاءِ پنهنجي گائيڊ ۽ ٻين پروفيسرن جي ڪيتري خوشامد ڪئي آهي،

اهي جيڪي پروفيسر تي رٽائر ٿي اچا به ڪوڙ ۾ نڳيءَ ڪان باز نٿا رهن، تن کي الائجي اچا ڇا ڪپي؟ اوهان مهرباني ڪري هنن جون لکيل ٿيسزون پڙهو، اوهان کان وڏا وڏا مشڪرا به وسري ويندا. هنن جي لکيل ديباچن جي هڪ هڪ سٽ تي اوهان کان ٺهڪ نڪري ويندو.

• هي محقق ڪيئن محقق ٿي ويا آهن، جڏهن هنن ڪا تحقيق ئي نه ڪئي آهي؟ هنن مان ڪنهن ڪا اهڙي کوجنا ڪئي آهي، جنهن جي ڄاڻ ماڻهن کي اڳ نه هئي؟ پي ايڇ ڊي هڪ ڊپلوما آهي، جيڪو فقط اهو ٻڌائي ٿو ته جنهن وٽ اها ڊپلوما آهي، سو هن قابل آهي ته تحقيقات ڪري، اها ڊپلو اهو نٿي چوي ته هن ڊپلوما جو مالڪ ڪا تحقيق ڪري چڪو آهي. هتي هڪڙي لوڊ آهي، پي ايڇ ڊي جي جيڪي پاڻ کي محقق ڄاڻائي هر ڪنهن اسٽيج تي چڙهيو وڃن ۽ راڳ ڳائڻ تا شرو ڪن ته سنڌي ادب دنيا جي ادب سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي پيو هلي. ليپي لوٽڪ ڪا نه سڌون مريڙي جون.

• جيڪي ڪجهه سنڌي ۾ سنو لکيو ويو آهي ۽ ماڻهن کي وڻيو آهي، سو انهن لکيو آهي، جن جو ماستري پيشي سان ڪو به تعلق نه رهيو آهي، امر جليل ماستر نه رهيو آهي ۽ نه وري عبدالقادر ماستري ڪئي آهي. اوپن يونيورسٽي ۾ نوڪري ماستري ناهي، ماستري ماڻهو کي انهيءَ قابل نه ڇڏيندي آهي ته هو ڪو ڪتاب لکي، اسٽيفن ليڪاڪ لکي ٿو ته جڏهن مون کي پي ايڇ ڊي جي ڊپلوما ملي، تڏهن مان سمجهي ويس ته هاڻ منهنجو دماغ هن قابل نه رهيو آهي، جو ڪا عقل جي ڳالهه به سوچي. اوهان هنن پي ايڇ ڊيز کي اسٽيج تي ڳالهائيندي ٻڌو ۽ ڏسو ته ڪيئن ٿا فقط ساڳيون ڳالهيون ورجائين. ڪڏهن به ڪا نئين ڳالهه نٿا اچارين، هي هڙيئي دنيا جي ادب جي معاملي ۾ ڪورا ۽ مڪمل جاهل آهن، هنن کي ڪا به ڄاڻ ناهي ته دنيا ۾ ٻين ٻولين ۾ ڪهڙا ڪتاب ڇپيا آهن. هنن کي فقط شيڪسپيئر جي نالي جي ڄاڻ آهي، جنهن کي به هنن ڪڏهن ڪو نه پڙهيو. عبدالقادر جوڻيجو ته نئين ٿهي سان گڏ پيو هلي، مان ڪجهه پراڻي ٿهي جو ماڻهو آهيان. اهي

جيڪي پي ايچ ڊي گهاگهه واڳون اوهان پاليا آهن، سي به پراڻي ٿهي جا آهن، پر هنن کان پڇو ته هنن ڪڏهن ڪو ڪتاب جيس مچز، جيس ڪليول، يا هينڊ انس جو ڏٺو به آهي؟ هر گزنه، هي اسٽيج تي اچي فقط هڪبئي کي ڏاهو، محقق، دانشور وغيره جا خطاب ڏيڻ ۾ پيڙ آهن.

• سنڌ ۾ علي قاضي جي گهربل تبديلي آڻڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته ڪوڙ ۽ ڍونگ جو اهو ناٽڪ ختم ڪيو وڃي، جيڪو انهن رٽائرڊ پروفيسرن جي جان آهي.

# اجايو!

• اسپنوزا فلسفي بہ هو ۽ يهودي بہ هو، هو نظر جي عينڪ جا شيشا پٽر واري ڦرڻي تي ڦيرائي سڌا ڪندو هو. يهودين ڪي نہ وڻندو هو، ڇو تہ هن جو پنهنجو فلسفو هو هن جنهن جو عقيدي سان ڪو بہ تعلق نہ هو. پڻس جي مرڻ تي سندس وڏي ڀيڻ ڪيس پيءُ جي ملڪيت مان حصو ڏيڻ کان انڪار ڪيو، اهو سبب ڄاڻائي تہ اسپنوزا فسلفي هئڻ ڪري هم يهوديت کان خارج آهي. اسپنوزا ڪورٽ ۾ ڪيس وڙهيو، جتي فيصلو ٿيو تہ اسپنوزا کي پيءُ جي ملڪيت تي مڪمل حق آهي. اسپنوزا ان فيصلي وقت ئي ڪورٽ ۾ لکي ڏنو تہ هو پيءُ واري سموري ملڪيت ڀيڻ جي نالي ڪري ٿو، ڪورٽ ۾ اهو ڪجهہ لکي ڀيڻ جي حوالي دستاويز ڪري پاڻ خالي هٿين ڪورٽ مان نڪري وڃي، پنهنجي شيشا ناهڻ واري ڌنڌي کي لڳو ۽ غربت ۾ ئي مئو، اهو آهي فلسفي جو اثر.

• نعمت الله نالي وڪيل، جيڪو مون کان بہ چار ڇهہ ورهہ سينيئر هو، تنهن بہ فلسفي ۾ بي-اي آنرس ڪئي هئي، هڪڙي ڏينهن وڪيلن جي بار روم ۾ڪنهن وڪيل اسان کي چيو تہ "حليم ۽ نعمت الله ٻئي فلسلفي ۾ آنرس آهن پر ٻنهي ۾ ايترو گهڻو تفاوت ڇو آهي؟" نعمت الله قريشي تہ دنيا جو ماڻهو هو، سو ماٺ رهيو، پر مان رهي نہ سگهيس، مون چيو تہ "فسلفو نهر وانگي آهي ۽ اسان ٻئي ان ۾ گهڙي پار پيا آهيون. مون کي فلسفلو لڳو آهي، تنهن ڪري مان آلو آهيان، اوهان حيران نعمت الله تي ٿيو تہ ڇو ۽ ڪيئن نهر جي پاڻيءَ مان لنگهڻ باوجود هو آلو نہ ٿيو آهي ۽ هن کي پاڻي جو ڇنڊ بہ نہ لڳو آهي!"، ڪجهہ وڪيلن کلي ڏنو. نعمت الله پيسن جي معاملي ۾ ڪامياب وڪيل هو ۽ مون کي فقط بڪ ڪرڻ ۽ گهڻو ڳالهائڻ جي عادت هئي، هو ڪامياب وڪيل ٿيو ۽ مان نہ

فسلفي ٿيس، نہ وڪيل ٿيس، منهنجا نصيب ئي ڪجهہ اهڙا هئا. مان اسپنوزا هوس ۽ آهيان، نعمت الله صاحب فقط وڪيل هو، مٿي چاڙهيل ٻنهي قصن ۾ هڪ جهڙائپ آهي.

• ٽيون قصو آهي عمر خيام جو، جنهن بابت غلط فهمي آهي تہ هو شاعر هو. هو شاعر نہ هو، هن جو پنهنجو بلڪل الڳ فسلفو هو، جيڪو هو رَبائين ۾ چوندو هو، اوهان پڇندا تہ ربائي ڇا آهي! پر پهرين اها ڳالهہ چڱي طرح سمجهي وٺو تہ جيڪڏهن عمر خيام شاعر هجي ها تہ هن جو نالو شاعرن جي لسٽ ۾ ۽ هن جا شعر دنيا جي شاعرن جي شاعريءَ ۾ ضرور هجن ها. دنيا جا مذهب، عقيدا ۽ فلسفا عمر خيام کي خاطر ۾ فقط ان لاءِ نہ آڻيندا آهن جو عمر خيام جو فسلفو سڌون سڌو فقط هڪڙي ئي اهڙي نقطي ڏانهن ٿو هلي، جنهن ۾ مذهب، عقيدن ۽ فسلفن جو تت سمايل آهي. عمر خيام کي فقط هڪ پيرو سوچ سمجهہ سان پڙهڻ کانپوءِ ۽ اهو سمجهي ڇڏڻ کانپوءِ تہ هو ڇئي ڇا ٿو ۽ هن جي من ۾ ڪهڙو خزانو آهي، اوهان عمر خيام جي خيالن مان ڪنهن هڪڙي کي بہ ڏاريو نٿا سمجهي سگهو. عمر خيام جيڪي ڪجهہ چيو آهي، ذرو بہ ذرو، اهو اوهان پاڻ آهيو. فٽز جيرانڊ هن کي مشهور ضرور ڪيو ۽ هن جي خيالن کي سهٽائپ بہ ضرور ڏني، پر عمر خيام جي اندر ۾ جگر ۾، روح ۾، هن جي جسم جي ذرن ۾ جيڪي ڪجهہ هو سو عمر خيام ۾ ئي يا مون جهڙي يا مون جهڙيءَ جي ئي ذرن ۽ ذرڙن ۾ رهيو.

• پاڻ سڀيئي اسان مان هر هڪ ننڍڙا ذرڙا آهيون، تمام ننڍڙا، تمام ننڍڙا، پر هر هڪ ذري ۽ ذرڙي ۾ بي پناهہ قوت آهي، جنهن سان هو ٻئي ذري ۽ ٻين ذرن ڏانهن ڇڪجي ٿو ۽ جنهن ساڳي قوت سان دنيا جا ڪروڙين ۽ اربين ذار ان هڪڙي ۽ دنيا جي هر هڪ زري کي پاڻ ڏي ڇڪين ٿا. جيڪڏهن اوهان عمر خيام ناهي پڙهيو ۽ هن کي ناهي سمجهيو تہ ڇا ڄاڻو دنيا ڪيئن نهي، ڪيئن نئين سر جڙندي ۽ عمر خيام جي معاملي ۾ جيتوڻيڪ مان هڪ بہ

دفعا روح جو نالو وني ويو آهيان، پر جي اوهان عمر خيام پڙهيو ته چوندا ته حليم پاڻ منجهي مئو هو.

• هاڻ رباعي ڇا آهي؟ رُباعي عمر خيام کان اڳ به ڇئي ويندي هئي، پر عمر خيام کان پڇجي پڇجي آخر ڪيترو پڇندا؟ سواءِ پيار، محبت ۽ واسطي ۽ تعلق جي عمر خيام ڪجهه نه هو. رباعي ۾ ٻه سٿون هونديون آهن ۽ هر هڪ سٽ ڪجهه اهڙي سهڻي نموني ٻن حصن جي هوندي آهي، جو اهي ٻه ستون اوهان کي چار ستون نظر اينديون.

• ”فجر وقت آسمان ۾، خواب وانگي شراب خاني ۾ آواز آيو.

• هوش ۾ اچ منهنجا پنهنجا، ۽ پيالو ڀري وٺ انهيءَ کان اڳ جو حياتي جي شراب جو پيالو خالي ٿئي!“

• عام خيال آهي ته هو شرابي ۽ عياش هو، اها غلط ۽ ڪوڙي ڳالهه آهي. هو غريب هو ۽ پيٽ کان پري هو، جيئن فردوسي بابت ڪوڙي ڳالهه عام آهي ته هڪ در کان سونا دينار پئي داخل ٿيا ۽ ٻئي در کان سندس لاش پئي نڪتو، وڏن ماڻهن بابت ڪوڙيون آکاڻيون جوڙڻ دنيا جو دستور رهيو آهي،

• جيڪڏهن عمر خيام کي سندس محبوبا ملي وئي هجي ها ته سندس رباعيون مري ويون هجن ها تمام سولو آهي عمر خيام کي سمجهڻ. فقط پنهنجو پاڻ کي سمجهڻ ئي ڪافي آهي، عمر خيام کي سمجهڻ لاءِ. جيڪڏهن اچ مون کي هوءَ ملي وڃي جا منهنجي اکين ۾ رهندي آهي ته منهنجو لکڻ وغيره سڀ ختم ٿي ويندو.

• پاڻ شراب چوندا آهيون وسڪي يا جن کي، پر عمر خيام جنهن کي شراب چئي ٿو، سو آهي وائين، اهو يورپ ۽ آمريڪا ۾ به عام آهي، وائين ۽ شراب جي تاثير ۾ تمام گهڻو تفاوت آهي. جيڪڏهن شراب جي گلاس مان هڪڙو ڍڪ اوهان جي محبوبا پئي ۽ پوءِ ان مان پيو ڍڪ اوهان پيو ته اوهان ڇڻ وائين پيتو، شراب ته بڪواس آهي. اول شيءِ اهو شراب آهي، جنهن جو پهريون ڍڪ هن پريو. مان بڪواس ۾ پئجي ويو آهيان، ڳالهه دراصل اها آهي ته

مون وٽ لکڻ لاءِ اڄ ڪجهه ڪونهي، مون کي اڄ احساس ٿيو آهي ته بابر بادشاهه جي ڪتاب جو انگريزي ۾ ترجمو مون کي ضرور پڙهڻ کپندو هو، جيڪو ضرور بابر جي درٻارين لکيو هوندو. هن صديءَ ۾ به ائين ٿيندو آيو آهي، اوهان اعتبار فقط ان آتم ڪٿا تي ڪري سگهو ٿا، جيڪا هٽلر پاڻ جيل ۾ لکي ۽ ان زماني ۾ اهو ڪتاب ڦيرائي گهيرائي ڪوڙ سچ ملائي انڊيا ۾ نٿي ڇپجي سگهيو، اڄ اوهان ٻار آهيو، سياڻ اوهان پاڻيهي سکي ويندا.

جنهن ليکڪ حياتيءَ ۾ پنجاهه سٺ ليک لکيا هوندا، هن انهن ليکن مان گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ليکن ۾ ضرور ڪو گند ڪيو هوندو. اهو ناممڪن آهي ته هر ڪنهن ليکڪ جا سڀيئي ليک عاليشان هجن، مون سئو کان به مٿي ليک لکيا هوندا ۽ مان خاطري سان چوان ٿو ته انهن ليکن مان گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه سيڪڙو ليکن ۾ مون ضرور ڪو نه ڪو گند ڪيو هوندو. اها ڳالهه هر هڪ ليکڪ سان لاڳو ٿئي ٿي، سيني ليکڪن پنهنجن ليکن مان چڱو خاصو سيڪڙو ليکن ۾ گند ڪيوآهي، پر مڃيندو ڪو به ڪو نه. مان مڃان ٿو ته منهنجن ليکن (ننهي ٻولين ۾) ۾ ڪي يقينن مون کي خيال سان لکڻ کپندا هئا، جو ته مون کي منهنجا پنهنجا نقص دل ۾ تير وانگي چڀندا آهن، مثال طور مون کي هڪڙي عورت تائين نياپو پهچائڻو هو (لکڻو هو) ته ”تون مون کي وڻين ٿي“ پر لکڻ وقت الائجي منهنجي دماغ کي ڇا ٿي ويو جو اهو نياپو مون ٻي عورت ڏانهن اماڻي ڇڏيو، هاڻ مان مٿي کي هٿ ڏيئي وينو آهيان ته ڇا ڪريان ظاهر آهي ته پنهنجي انهيءَ نقص/ غلطي کي درست ڪرڻ لاءِ مان ضروري غلطي ڪندس، في الحال مان ٻنهي عورتن کان پري آهيان.

پلا ائين ڇو ٿيندو آهي ته جيڪي ليکڪ ڊائس تي ويهندا آهن يا ڊائس تان ڳالهائيندا آهن، سي هڪ ٻئي جي فقط ساراهه ئي ڪندا آهن! هي ڇو هڪ ٻئي جو ڪو هڪڙو نقص به نه ٻڌائيندا

آهن! جيڪڏهن هي ماڻهو آهن ته هنن ۾ ضرور نقص به هوندا، سو اهي نقص ڇو لڪائيندا وتندا آهن؟ مان پاڻ پنهنجو نقص لڪايان يا لڪائڻ جي ڪوشش ڪريان ته اها ڳالهه اجا به ڪجهه جائز لڳندي، ڇو ته آخر مان به ته ماڻهو آهيان ۽ ماڻهوءَ جي فطرت آهي پنهنجا عيب لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي، پر اهو ڪهڙو چرچو آهي ته هڪ ٻئي پويان جا ڊگهي قطار ليڪڪن ۽ محقن جي ڊائس تي اچي ڳالهائيندي آهي، سا سڄي قطار رڳو هڪ ٻئي جي ساراهه ڪندي هلندي آهي؟ اوهان ڪنهن به ڊائس تان ڪنهن محقق کي ڪنهن ٻئي محقق (جيڪو پنهنجي ڳالهائڻ جي واري جو انتظار ڪري رهيو هجي!) تي تنقيد ڪندي ٻڌو آهي؟ نه....! اسٽيج ۽ ڊائس ٺهيا ئي فقط هڪ ٻئي جي ساراهه لاءِ آهن.

پوءِ اوهان ٿيسزون ڏسو: گائيڊ اهي هوندا آهن، جن کي ڪا ڄاڻ نه هوندي آهي ته ٿيسز ائنٽي ٿيسز ۽ منٽسيز ۾ تفاوت ڪهڙو آهي؟ جيڪي به هيل تائين ڊاڪٽري جون ڊگريون ڏنيون ويون آهن، تن مان ڪنهن هڪ ۾ به ائنٽي ٿيسز تيِ بحث ٿيل ڪونهي، اهو ڪمال آهي، خاص ڪري ان لاءِ جو مان پاڻ ٿرڊ ڪلاس بي اي آهيان. اسٽيفن لي ڪاڪ، جيڪو ڇئن پنجن سالن کان مان پڙهندو اچان، ڇئي ٿو ته جنهن کي پي ايچ ڊي جو سرٽيفڪيٽ مليو، تنهن لاءِ بلڪل خاطري ڪريو ته هاڻ هن جي مغز ۾ وڌيڪ ڄاڻ ياڪا نئين ڄاڻ سمجهڻ جي گنجائش ناهي. ڪمال جو ماڻهو هو، بلڪ بادشاهه هو، جو هو پاڻ پوليٽيڪل سائنس ۾ پي ايچ ڊي هو ۽ ساڳئي وقت پوليٽيڪل سائنس ۽ ايڪنامڪس کاتن جو سربراهه هو. مون هن جو پهريون ڪتاب چار پنج سال اڳ پڙهيو، تنهن کان اڳ مون ڪڏهن به هن جو ڪو ڪتاب نه ڏٺو هو. 1942ع ۾ هو مري ويو هو. هن جا ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ مون کي ڄاڻ پئي ته ڇو هن جا ڪتاب پڙهندڙ ماڻهن (شاگردن ۽ استادن!) کان پري رکيا ويندا آهن، دراصل هن پنهنجن ڪتابن ۾ يونيورسٽي جي ماسترن، هنن جي آڪڙ، اڻ ڄاڻ

هوندي ۽ پاڻ کي عقلمند ۽ سمجهڻ وارين عادتن کي سٺي نموني خوار ڪيو هو. عام ماڻهو ۽شاگرد ته ڇڏيو، يونيورسٽي ۽ ڪاليجن جا استاد ۽ پروفيسرن جي چاڻ ۽ سمجهه تي ڪلڻ لڳندا هئا. سو يونيورسٽي جي پروفيسرن هن کي نوڪري مان ڪيرائي ڇڏيو، اوهان اسٽيفن پڙهو ۽ وڏن پروفيسرن تي ڪلڻ سکو.

مون وٽ وقت ناهي، جسم ۾ طاقت ناهي، مستقبل ڪان ڊنل آهيان، جي مون وٽ وقت هجي ها ته مان اوهان کي فقط مزاح، عقل، ڄاڻ ۽ معمولات تي ڪلاڪن جاڪلاڪ ليڪچر ڏيان ها. هاڻ اوهان جو وقت آهي، پهرين اسٽيفن لي ڪاڪ پڙهو ۽ پوءِ ايم اي يا پي ايچ ڊي جو سوچيو.

# نئين دنيا

When a man is in Love
How can he use old words?
Ama woman in whose heart I
The pulse of time has stopped
I don't know spring flowers
Nor does April know me

• مٿيون ۽ سٿون/ ڇهه سٿون مون کي عرفانہ ملاح پڙهايون هن. منهنجو واسطو ان ڳالهہ سان ناهي تہ شاعر ڪير هو، حالتون ڪهڙيون هيون، دهشت جي ديس ۾ محبت جي ڳالهہ ڪجهہ اهڙو مضمون آهي، جيڪو مان سڄو پڙهي ويس، هن مضمون ۾ بي انتها سهڻائپ آهي جو هن ۾ دل جو نچوڙ آهي، هن ۾ دل جو رت آهي، هن ۾ دل جا ٽڪرا آهن. عقلمند ۽ محقق سنڌي رائٽر هن مضمون کي اجايو سمجهندا پر ان مضمون جي اهميت مان ڄاڻان ٿو جو مان بہ مئڊم ملاح وانگر فقط دل جا ڪتاب پڙهيل آهيان. مون کي .نالا ياد نٿا بيهن ۽ پڙهي بہ هاڻ نٿو سگهان پر مئڊم جيترو اوهان کان پڇي محققن ۽ سنڌي جي استادن کان پري رهجو. مان ماضيءَ جي ڳالهہ آهيان، اوهان کي شايد اندازو ناهي تہ اوهان مستقبل آهيو، اوهان پاڻ ڏسندا تہ اهي سنڌي محقق ڪيئن ٿا هوائن ۾ غائب ٿي وڃن، هي ڇا ڄاڻن تہ شعر ڇا آهي، شاعري ڇا آهي ۽ دل جي دنيا ڇا آهي.

• فطرتن جي معاملي ۾ .سڀيئي انسان هڪ جهڙا ۽ هڪ جيترا آهن. ٻڍاپي جي عمر ۾ انساني فطرت ظاهر ٿيڻ ۽ اکيون ڏيکارڻ

شروع ڪندي آهي،ظاهرن ڀلو ڪيترو به عقلمند ۽ سمجهو ظاهر ٿئي، پر سندس اندر وڏيڪ ۽ وڏيڪ ڪارو گهاٽو رس ٿيندو ويندو آهي. بيماريون ۽ وڏي عمر انسان جي موت جو سبب سڀ نه هوندا آهن. انسان مرندو آهي، اڌوري تيل خواهشن جي رهجي وڃڻ ۾.

مون کي اها اڄ ڏيو، جيڪا مون کي ڪالهه تائين فقط ان ڪري نه ملي جو مان ڪيس پنهنجي اشرافت جي چار ۾ قاسائي رهيو هوس ۽ جنهن جي ذهن تي مان اثر ويهاري رهيو هوس ته مان اهڙو ۽ ايترو شريف آهيان جو هن جي جسم جو احترام ڪندي هن جي جسم جي ڪنهن به حصي کي هٿ نه لڳائيندس. مون کي جي هوءَ اڄ ڏيو، هينئر ڏيو ته مان صبح ٿيڻ کان اڳ مرڻ لاءِ خوشي سان تيار آهيان.

• ظاهري اشرافت جو فريب ۽ ڪوڙو ڍونگ لاهي ڦٽو ڪريو، جيڪا وٽي تنهن کي ڪن ۾ چئو ته "تون مون کي وڻين ٿي"، قدرت جي ڳٽي تي منني ڏيو. مون هڪ غلطي ڪئي هئي، اها غلطي مون کان ٿي وئي. منهنجي پنهنجي بيوقوفي ۾، مون کي A وڻندي هئي ۽ هن کي به مان وڻندو هئس، مون هن کي نياپو موڪليو ته "تون مون کي وڻي ٿي". منهنجو ذهن ۽ دل هن جي چاهت ۾ اهڙي غلطي ڪري ويا، جو اهو نياپو Aڏانهن موڪلڻ بدران الائجي ڪنهن ڏانهن اماڻي ڇڏيو! مون کي A ڪپي، پر A ملي ته ڪيس سمجهايان ته اها غلطي مون کان ٿي وئي هئي، منهنجو ذهن ٿڙي ويو، هڪ مهينو ڪافي آهي، ان احساس لاءِ ته مان ٻن مهينن کان هن سان ملڻ جو انتظار پيو ڪريان.

• جڏهن ليکڪ وٽ لکڻ لاءِ ڪجهه نه رهندو آهي، تڏهن هو چاهيندو آهي ته هن کان انٽرويو ورتا وڃن ته جيئن ليکڪ جو ليبل به لڳل اچيس ۽ لکڻو به نه پويس.

• لکڻ وڏو خفو آهي، خاص ڪري سنڌي اکرلکڻ ڪو به سنڌي مضمون لکي ان ۾ نقطا ڳڻيو، اوهان جو مغز ڦري ويندو. پوءِ سنڌي ۾ اوهان ٽيڪنانڪ جيالاجي ته لکندا ڪونه، ڪا مئٽس يا

فزڪس يا ايڪشيشن ڪان بہ وئون ويندا، الجبرا ۾ هڪڙا فيڪٽر، ٻيو ڇا ڪجهہ آهي، جاميٽري ۾ جيڪي سڌين ليڪڪن سان شڪلون ناهي سگهجن ٿيون، سي سڌي ليڪي يا ٿلهي ليڪي ڪيتريون ممڪن آهن. اهو ڀهريون شخص ڪير هو، جنهن چيو هو تہ دنيا پاڻي جي ٺهيل آهي؟ ڊيموڪريٽڪس ڇا چيو هو تہ دنيا ڇا جي ٺهيل آهي؟ سنڌي ۾ ڪجهہ ڪونهي، سواءِ لفاظي جي؟ اڪر، اڪر، اڪر، هيءُ آهي سنڌي. جيڪڏهن اڄ سنڌيءَ ۾ لکيل سڀيئي ڪتاب ساڙي ڇڏجن تہ قط لفاظي سڙي ويندي ۽ ٻيو ڪوبہ نقصان نہ ٿيندو، ها پنا ضرور سڙي ويندا.

• هاڻ مون وٽ لکڻ لاءِ ڪجهہ ناهي رهيو، سياست سان منهنجو واسطو ناهي، سماج ڪي مون ڪان ايتري نفرت آهي، جيتري مون ڪي سماج ڪان آهي. جيڪي پاڻ ڪي محقق (آهي تہ الائجي ڇا) سمجهندا آهن تن ڪي ڏسي تہ سندن ٻار بہ ڪلندا هوندا ۽ هي اٿين سنڌي ٻولي ۾ پي ايچ ڊي ناهيندا آهن جيئن ڪڪڙ آنا لاهيندي آهي ۽ اهي بہ هوائي. نيٽ، وڊيو، موبائيل باوجود مان سمجهي نٿو سگهان تہ شاگرد سنڌي ٻوليءَ جا ماهر ٿيڻ لاءِ ڪيئن ڦاسجي ويندا آهن؟ ان ڪان تہ بهتر آهي تہ بنگال ڪا جادو يا نيپال ڪا جادو واريون چوپڙيون پڙهن.

• ڪنهن زماني ۾ لکڻ لاءِ هٿ استعمال ٿيندو هو، پوءِ انگريزن اها مشين ناهي، جنهن ڪي اڄا ٽائين ٽائيپ رائيٽر چئبو آهي. جيتوڻيڪ ٽائيپ رائيٽر نهڻ ڪيئي ورهن ڪان بند ٿي ويا آهن.

• جڏهن ٽائيپ رائيٽر نهڻ لڳا هئا، تڏهن ان تي لکيل اکرن تي آڱرين ڪي هيرائڻ لاءِ ماڻهن طريقا بہ ايجاد ڪرڻ شروع ڪيا، جن مان سڀ ڪان ڪارائتو پئمپن جو طريقو ثابت ٿيو، جيڪو اڄ تائين استعمال ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ ٽائيپ رائيٽر وارو زمانو ڪڏهوڪو فوت ٿي چڪو آهي، ان ٽائيپ رائيٽر نهڻ جي شروعاتي دور ۾ جيڪي ماڻهو پٽمن يا ڪو ٻيو طريقو سکي ويا هئا ۽ معاوضي تي

خط پٽ يا پنا ٽائيپ ڪندا هئا تن کي ٽائيپ رائيٽر چيو ويندو هو ۽ جنهن کي اڄ يا ڪلهه ٽائين ٽائيپ رائيٽر چيو ويندو هو تنهن کي ٽائيپنگ مشين چيو ويندو هو. ڳالهه بلڪل سڌي ۽ سادي آهي، پر انهن انگريزي اکرن کي سنڌي ۾ سمجهائڻ يا سمجهڻ مونجهاري وارو ڪم آهي، هاڻي اوهان کي وسري ويو هوندو ته ٽائيپنگ مشين ۾ ربن به پوندي هئي، پر اوهان جي وڏن کي ياد هوندو ته ڪاري رين به هوندي هئي ۽ ڳاڙهي ربن به هوندي هئي.

• متي جيڪي ڪجهه لکي آيو آهيان، سو سمجهاڻي طور آهي، هاڻي تي ٿئي ڪهاڻي شروع:

• ڪنهن زماني ۾ هڪڙو ٽائيپ (جنهن کي ان زماني ۾ ٽائيپ رائيٽر چوندا هئا) هو جنهن سڄي حياتي ٽائيپنگ ڪري پنهنجو ۽ گهر وارن جو گذران ڪيو هو ۽ هاڻ 80 سالن جو پوڙهو آهي پنهنجي ڪمري ٽائين محدود ٿي ويو هو، جنهن ۾ سندس پراڻي ٽيبل تي اهو ساڳيو ٽائيپ رائيٽر رکيو هو، جنهن تي هن سڄي حياتي ڪم ڪري پنهنجي ۽ گهر وارن جي روزي ڪمائي هئي. هن کي اها پراڻي ٽيبل ۽ اهو ٽائيپ رائيٽر ان ٻڍاپي ۾ به پيارا هئا ۽ هن جي هٿن جي آڱرين ۾ اڃا به چرپر رهندي هئي.

• هڪڙي ڏينهن هن پوڙهي پنهنجن پٽن، ڌين ۽ هنن جي اولاد کي سڏي چيو ته "مان پنهنجي آتم ڪٿا/رام ڪهاڻي/حياتيءَ لکڻ ٿو چاهيان، جنهن کي آپ بيتي به چئبو آهي، اڪين ڪان مان بلڪل جڏو آهيان ۽ هڪڙو اکر به ڏسي نٿو سگهان، پر سڄي حياتي ٽائپنگ ڪرڻ ڪري منهنجي هر هڪ آڱر بلڪل ان اکر تي پوندي آهي، جنهن تي مان چاهيندو آهيان. منهنجي ٻنهي هٿن جي آڱرين ۾ اڃان به جواني واري قوت ۽ سمجهه آهي، اوهان منهنجي ٽائپنگ واري ٽيبل ٽائپ رائيٽر سميت چڪي منهنجي کٽ جي ويجهو ڪريو ۽ پنن جا دستا به ڏيو ته مان مرڻ کان اڳ پنهنجي آتم ڪهاڻي ٽائيپ ڪري وڃان، جيڪا منهنجي مرڻ ڪانپوءِ اوهان ڏسجو، پڙهجو ۽

چپائجو. جيسين مان پنهنجي حياتيءَ جي ڪهاڻي مڪمل نہ ڪريان، اوهان مان ڪو بہ منهنجي ٽائيپ رائيٽر ۽ ٽائيپ ٽيبل، پنن ڏانهن نہ نهاري ۽ نہ ڏسڻ جي ڪوشش ڪري“، گهر جا ڀاتي پوڙهي ڪي ڀائيندا بہ هئا، هن جي عزت بہ ڪندا هئا ۽ جيئن پوڙهي چيُن تئين ٽيبل کهلي پوڙهي جي ڪٽ ويجهو ڪري پاڻ ان ڪمري کان پري رهڻ لڳا. جتان ٽائيپ رائيٽر جي اکرن جي ٺڪ ٺڪ جو آواز ايندو رهندو هو، جو پوڙهو لڳاتار ٽائپنگ ڪندورهندو هو. ائين ڏيڍ بہ سال گذري ويا.

• آخر اهو ڏينهن آيو، جنهن ڏينهن ان پوڙهي جي ڪمري مان ٽائپنگ جي ٺڪ ٺڪ جو آواز اچڻ بند ٿي ويو ۽ گهر جا سڀئي ڀاتي پوڙهي جي ڪمري ڏي ڊوڙيا. جتي ڏٺائون تہ پوڙهو کٽ تي مئو پيو هو، ٽائپنگ واري ٽيبل ٽائيپ رائيٽر ۽ پنن جا دستا سڀئي درست حالت ۾ هئا. گهر جي ڀاتين هڪدم اهي پنا کنيا، جيڪي پوڙهي ٽائيپ ڪري ڪابي هٿ طرف رکندو آيو هو، اهي پنا ڏسي گهر جا سڀئي ڀاتي حيران ٿي ويا، جو انهن پنن مان ڪنهن هڪڙي پني تي بہ ڪو اکر لکيل نہ هو، سڀئي پنا، جيڪي ان پوڙهي پنهنجي ليکي ٽائيپ ڪيا هئا بلڪل خالي ۽ ڪورا هئا.!

• ڳالهہ ڇا هئي؟ اهو سڀ سبب ڪيئن ٿيو؟ ڳالهہ فقط ايتري هئي جو اهو پوڙهو جنهن جو دماغ بہ صحيح هو ۽ جنهن جي هٿن جي آڱرين ۾ سگهہ ۽ قوت بہ هئي، سو اکين کان انڌو/جڏو هئڻ ڪري هي نہ ڏسي سگهيو تہ ان ٽائيپ رائيٽر ۾ ڪاربان ربن هئي ڪا نہ! ڪاربان نہ هجڻ ڪري ڪو بہ اکر ڇپجي نہ سگهيو! سڀئي پنا خالي ۽ ڪورا هئا!

# بکواس!

• ضروري ناهي تہ هرڪو ليک چڱو لکي وجي، ڏهہ ليک ڳڌ لکيا تہ پنج ضرور ڳند ٿيندا ۽ مان ڏهہ ٻارنهن ليک ڳڌ لکندو آهيان.

• مون وٽ ڇئن پنجن سالن کان ڪمپيوٽر يا انٽرنيٽ وغيره ناهي تنهن ڪري مجبورن سنڌي ۾ لکٽو تو پوي ۽ سنڌي ۾ لکڻ لاءِ اجايوڻ سجايون ڳالهيون سنڌ صوبي، ايراضي ۽ سنڌي سڏائيندڙن بابت لکٽيون ٿيون پون.

• جن پنهنجو پاڻ کي سنڌي سڏائڻ ۽ سنڌي ٻولي لکڻ ۽ ڳالهائڻ تائين محدود رکيو آهي، تن جو حال خراب ٿيٽو آهي، اوهان بہ خوش آهيو تہ "صوبو" بہ اوهان جو آهي. "حق" بہ اوهان جا آهن، "نوڪريون" بہ اوهان جون آهن ۽ جيڪڏهن انهن مان "ڪجهہ" يا "ڪا شيءِ" اوهان کي نٽي ملي تہ اوهان سان وڏو ظلم ٿي ويو! واهہ! ايترو بہ نٽا سمجهو تہ هڪڙي وڏي پيماني تي سازش هلي رهي آهي، جنهن ۾ اهي "وڏا سنڌي" وڏي پيماني تي شامل آهن، جيڪي حاڪميت جي وهب ۾ لباس ۾ لکين رپيا ماهوار پاڻ "حقي" ڪائيندا آهن، اڌ ڪروڙ کان وڌ "ناحق" ڪائيندا آهن. اوهان کي "آسرا" ڏيندا آهن. گوڙ ڪندا آهيو تہ اوهان کي "پوليس" هٿان گندي نموني ذليل ڪرائيندا آهن، "بک هڙتال" ڪندا آهيو. تہ "ڪارندا" اوهان کي بہ دم دلاسا ڏيئي هفتي کان پوءِ وري ٻيهر ناٽڪ شروع ڪرائڻ لاءِ چوندا آهن ۽ اوهان "اجان" بہ پاڻ کي "سنڌي" تا سڏايو! شاباش هجي اوهان کي! ماستري، ليڪچراري ۽ ٻين نوڪرين لاءِ اشتهار اوهان کي "ڪم ۽ ڏنڌي" سان لڳائڻ لاءِ نہ ڏنا ويندا آهن، اوهان کي اجا بہ وڌيڪ قرض لاءِ ڏنا ويندا آهن. اصولن ٿيڻ ائين گهرجي تہ جڏهن حاڪم پاڻ واتان چون تہ "رشوت ملي

آهي، ڏانڊلي ٿي آهي“، تہ انھن حاڪمن ڪي پاڻ ڪي جيل ۾ وجھڻ گھرجي، پر ھتي ٽڪو آنو رشوت وٺندڙ يا بلڪل بيگناھ ڪلارڪن پٽيوالن کي ”سسپينڊ“ ڪري ٽن مھينن کان پوءِ وري نوڪري تي چاڙھيو ڇڏين.

• انھن وڏين ڊگھين ۽ شاندار موٽرن کي ڏسو، جن جو پيٽرول بہ سرڪاري، ٽول پلازا بہ سرڪاري، ڊرائيورن جي پگھار بہ سرڪاري، اڳيان پويان ھلندڙ موٽرن جي لوڊ جو خرچ بہ سرڪاري ۽ اھو سڀ ڇا لاءِ؟ انھيءَ ھڪڙي ماڻھوءَ لاءِ جنھن وٽ ڏاڏي پڙڏاڏي جي زمين بہ آھي، بي انھتا ڪمدار بہ آھن ۽ ھاڻ حاڪمن جي زمري ۾ سازشين جي سازشن جو باقائده حصو آھي.

• انھن سيني ڪار گذارين جو علاج ڪھڙو آھي؟ فقط ھڪڙو پاڻ کي ”سنڌي“ سڏائڻ ڇڏيو، مان بروھي ٿو سڏايان، بلوچ پاڻ کي بلوچ سڏائين، سومرا، ڏاريجا، ناريجا، جوڻيجا وغيره پاڻ کي ڏاتين جي نالن سان سڏائين. اھو ھڪڙو ئي طريقو آھي، نوڪريون وٺڻ ۽ جيئڻ جو. جيڪڏھن اوھان پاڻ کي ”سنڌي“ چوندا ايندا تہ ڌرتيءَ جي تختي تان غائب ٿي ويندا. جا ٻولي چاھيو سا ڳالھايو، ھڪ نہ پر ڏھ ٻوليون ڳالھايو پر سڏايو پنھنجو پاڻ کي پنھنجي ذات/نسل سان پنھنجين ذاتين ڏانھن موٽي اچو. انھيءَ اکر ”سنڌي“ سڏائڻ تان ھٿ ڪڍو. اوھان جو ھرو ڀرو جو ضد تہ ”سنڌي سکو، سنڌي پڙھو، سنڌي لکو،“ اوھان کي ڪنھن بہ ڪم واري نوڪري قابل نہ ڇڏيندو ۽ اوھان بک مرندا ھن موضوع تي مان گھڻو ڪجھ لکي سگھان ٿو، پر اوھان کي ڪپي سنڌي. اوھان ڄاڻو ٿا تہ انگلينڊ جو بادشاھ/راڻي/شاھي خاندان انگريزي ۽ ٻيون ٻوليون ڳالھائيندو آھي، جيتوڻيڪ ھنن جو اصلوڪو نسل جرمن ھو؟ پنھنجو ايندڙ نسل برباد نہ ڪريو، پنھنجين ذاتين ڏانھن موٽي وڃو. جنھن کي اوھان ”سنڌ صوبو“ چوندا آيا آھيو، سو ڪڏھن بہ آزاد ملڪ قسم جي شيءِ نہ ھو. پنھنجن دانشورن، ڏاھن، عقلمندن وغيره کان پڇو تہ سھي تہ ھنن سواءِ سنڌي اکرن ۽ ٻين ٻولين مان غلط ترجما پڙھڻ جي ڪجھ پڙھيو بہ آھي؟

• وڏن ماڻهن لاءِ هميشہ ڪوڙيون آڪاڻيون گهڙبيون آهن.
فرانس جي بلوائي ڏينهن ۾ جڏهن غريب ماڻهو ماني لاءِ شاهي
محلاتن کي چوڌاري ڦري آيا تہ آڪاڻي ڻاهي وئي تہ "راڻي" غريب
رعيت کي چيو تہ جيڪڏهن ماني نٿي ملي تہ پوءِ ڪيڪ ڇو نٿا
کائو؟ اها ڪوڙي آڪاڻي غريب عام ماڻهن کي وندرائڻ لاءِ عام
ڪئي وئي.

• بالادست کي تہ ڇئو تہ پنهنجا بہ پار بہ ويلا بک تي رکي
ڏسي. مشڪل هي آهي تہ بکايل تي قياس/رحم وري بہ بکايل کي
ئي ايندو آهي. بہ ڇو نٿا ڦاڻن، انهن جي محل محلاتن جي بورچي
خانن ۾ وڏين موٽرن تي جن کي لکين سرڪار ڏيندي آهي هر
مهيني؟ پاڻ ڪجهہ نٿا ڪري سگهون تہ پٽي تہ سگهون ٿا!
ماڻهوءَ/انسان وٽ صبر ذرو ناهي. خيال ڪرڻ گهرجي، انهن کي،
جن جا ٻار روز آئسڪريم کائين ۽ ساڳئي رستي تي ڦاٽل ڪپڙن
وارا ۽ اڌ اگهاڙا ننڍڙا ٻار جن آئس ڪريم چکي بہ نہ هجي!، تو
ڪڏهن صبح سوير ننڊ مان اٿي پنهنجي شڪل آئيني ۾ ڏٺي آهي،
جنهن ڏينهن توکي صبح واري چانهن اڌ ڪلاڪ دير سان ملي
هجي! انڌن وانگي پئسا ۽ دولت ۽ ملڪليت گڏ نہ ڪريو، مهيني
۾ هڪڙي ڏينهن تہ ماڻهو بہ ٿيو ڪڏهن ڪجهہ گهٽ ڪماءِ، ڪڏهن
ڪجهہ گهٽ گڏ ڪر!

# مادري ٻولي

• ڪجهہ وقت اڳ مادري ٻوليءَ جو عالمي ڏينهن ملهايو ويو ۽ پاڻ وٽ ڇا ٿيو؟ مادري ٻولي جي ساراهہ ڪئي وئي، ان جي حق جي ڳالهہ ڪئي وئي ۽ ٻارن کي مادري ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي، فقط سنڌي ٻولي جي ڳالهہ ڪئي وئي، اهو نہ سوچيو ويو تہ مادري ٻولي الڳ ڳالهہ آهي ۽ صوبائي ٻولي الڳ ڳالهہ آهي. انهن ٻارن جا حق درگذر ڪيا ويا، جيڪي پنهنجي گهرن ۾ سرائڪي، ڍاٽڪي، بلوچي، براهوي ۽ مارواڙي ٻوليون ڳالهائيندا آهن. ڇو؟ اهي ٻار ناهن ڇا؟ فقط سنڌي کي ئي مادري ٻولي جو مقام ڏنو ويو ڇو؟ سبب ڄاڻائڻ گهرجي جيڪو نہ ڄاڻايو ويو، عالمي اداري مادري ٻولي جو ڏينهن ملهائڻ جو چيو هو، صوبائي ٻولي ملهائڻ جو نہ چيو هو ۽ جي سنڌ صوبي جي نالي ڇڙهيل محققن ۽ عالمن کي سنڌي بابت ئي ڏينهن ملهائڻو هو تہ هنن جو ڪم هو تہ هاءِ گهوڙا ۽ واهہ واهہ تائين محدود رهڻ بدران سنڌي ٻوليءَ جون گهٽتايون ۽ گهرجون بہ ظاهر ڪن ها.

• ساڳي ٻولي جڏهن ديوناگري اسڪرپٽ ۾ ٿي لکجي تہ ان کي هندي سڏبو آهي ۽ جي ساڳي ٻولي فارسي اسڪرپٽ ۾ ٿي لکجي تہ ان کي اردو چئبو آهي، تنهن جي معنيٰ تہ ان هڪڙي ئي ساڳي ٻولي وٽ لکجڻ جا بہ طريقا آهن. ڀارت ۾ هندي جي نالي هيٺ اردو پئي لکجي ۽ پاڪستان ۾ اردو جي نالي هيٺ هندي پئي لکجي. نہ هنن کي اعتراض آهن، جيڪي اها ٻولي ديوناگري ۾ پيالکن ۽ نہ وري انهن کي اعترا ض آهي، جيڪي فارسي اسڪرٽ ۾ پيا لکن. اهو ئي سبب آهي جو اها اردو/هندي ٻولي ترقي ڪندي پاڪستان ۽ ڀارت جي سيني ٻولين کان گهڻو اڳتي

نڪري وئي آهي، اڳتي پڙهڻ کان اڳي مهرباني ڪري اها پئرا پيهر پڙهي وڃو.

• ۽ ان ٻوليءَ وٽ ڪهڙا ۽ ڪيترا اسڪرپٽ آهن، جا اڄ سنڌ ۽ ڀارت ۾ سنڌي جي نالي سان سڃاتا وڃن ٿا؟ فقط هڪڙو اسڪرپٽ آهي، جيڪو فارسي ۽ عربي اسڪرپٽن جو ڪار آهي ۽ لکڻ ۾ ڪيترو تڪليف ده آهي، جو لکندڙ گهٽبا ئي وڃن. ڪنهن زماني ۾ اها ئي ٻولي ديوناگري اسڪرپٽ ۾ لکبي هئي ۽ اها سنڌي ئي سڏبي هئي، جو ته اوهان جي ٻولي ۽ ادب جي ماهرن ڪي اها منهنجي ڳالهه نه وڻندي ۽ ان ڪري هو مرڳو انڪار ڪندا. تنهن ڪري اوهان کي صلاح آهي ته سنڌالاجيءَ ۾ وڃي اها سنڌي ڊڪشنري ڏسو جا انگريزن جي اچڻ تي هڪڙي انگريز آرمي آفيسر ڇپائي هئي، اها ديوناگري اسڪرپٽ ۾ آهي، ان زماني ۾ ڇاپ گهر ممبئي ۾ هئا. 1945ع ۾ انگريزن اهو اسڪرپٽ سنڌي ٻوليءَ کي ڏنو، جيڪو اڄڪلهه استعمال ٿئي پيو ۽ جنهن تي سنڌي ٻوليءَ جي ابن ڏاڏن اهڙي ڳنڍ ٻڌي آهي، جو ڪنهن ٻئي اسڪرپٽ کي ڀيلهه ڪرڻ لاءِ برداشت ئي نٿا ڪن. جيئن اردو وٽ ٻه اسڪرپٽ آهن، تيئن جيڪڏهن سنڌي وٽ ٻه اسڪرپٽ هجن ته سنڌين کي ٻه سنڌن ٻولي ترقي ڪندي نظر ايندي. سنڌ جي ٻولي جي ابن ڏاڏن تي آخر ڪهڙو وزن ڪري پوندو جي ديوناگري اسڪرپٽ ٻه قبول ڪيو وڃي.

• اڄ اردو سنڌي ٻوليءَ کان هڪ سئو کان ٻه وڌيڪ ورهيه اڳتي آهي، جو ان ٻه وٽ ٻه اسڪرپٽ آهن، سياڻي اردو ٻولي سنڌي ٻوليءَ کان ٽي چار سئو ورهيه اڳتي نڪري ويندي جو ڪافي وقت کان انگريزي، رومن اکر ٻه اردو ۾ استعمال ٿيڻ لڳا آهن ۽ سنڌين کي سنڌن هڪڙو ئي موبي، پيارو، اسڪرپٽ اهڙو گهٽيو آهي جو هاڻ سنڌي ٻه انگريزي اکرن ۾ اردو ڪڻ لڳا آهن، ائين ته سنڌي جي پاڙ ئي پٽجي ويندي. جي سنڌي ٻولي بچائڻي آهي ته ان کي هڪدم نئون ۽ تازو اسڪرپٽ ٻه ڀيلهه ڏيو، پوءِ ديوناگري هجي يا انگريزي اکرن تي ٻڌل اسڪرپٽ هجي.

• مادري ٻولي جو ڏڻ ملهائڻ وقت اهو بہ سوچڻ گهرجي تہ مادري ٻولي سنڌي کي پوئتي رکڻ لاءِ جوابدار ڪير آهن؟ هي اهي ساڳيا آهن، جيڪي هاڻ چون پيا تہ مادري ٻولي سنڌي. سان ظلم ڪيوَ ويو آهي، هي اهي ئي آهن، جن سنڌ جي تعليمي نظام ۾ ڪنهن نہ ڪنهن ويس ۾ ڪو پارٽ ادا ڪيو آهي، ڪاميٽيون ٺاهيون آهن، ڪاميٽين جا ميمبر رهيا آهن، آفيسر رهيا آهن، استاد رهيا آهن، ڪتابن جا ايڊيٽر رهيا آهن، درسي ڪتاب ڇپايا آهن، درسي ڪتاب جوڙيا آهن ۽ جن جا نالا ورهين بلڪہ صدين کان سنڌي ڪتابن تي ڇپيل نظر ايندا رهيا آهن. هنن سنڌ جي تعليمي نظام جي خرچ تي پنهنجا گهر ڀريا آهن ۽ هاڻ بہ سنڌي ٻوليءَ جي اسڪرپٽ ۾ ڪو بہ سڌارو فقط ان ڪري نٿا آڻڻ ڏين جو حال رائج اسڪرپٽ ۾ سندن اهي ڪتاب ڇپيل آهن، جن جي رائلٽي/ ڪمائي، هي ڪائي رهيا آهن.

• جتي ڪو بورڊ هوندو، اتي تباهي هوندي، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورد ختم ڪري ان جي جاءِ تي سنڌ ٽيڪسٽ بڪ اٿارٽي قائم ڪري سيئي اختيار هڪڙي فرد کي ڏنا وڃن ۽ هن کي ئي جوابداري ڏني وڃي تہ پنهنجي لياقت آهر ڪم ڪري ۽ جي هو گند ڪري تہ ان کي ئي جوابداري ڏني وڃي. بورڊ تہ هڪ بهانو آهي، گڏجي ڪائڻ جو. ساڳئي نموني پرائمري ۽ سيڪنڊري ايڊيوڪيشن جا بورڊ بہ ختم ڪري انهن تي بہ هڪڙو هڪڙو فرد مقرر ڪيو وڃي، جيڪو ان کاتي جي چڱائيءَ لاءِ مڪمل طرح جوابدار هجي.

# پاڻ سيپئي!

• جيئن اوهان پنهنجو پاڻ کي سجاڻو ٿا، بلڪل تيئن مان بہ پنهنجو پاڻ کي چڱي طرح سڃاڻان. مان بلڪل چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو تہ مون هيءَ دنيا بہ وڃائي ۽ هوءَ دنيا بہ وڃائي ڇڏي، منهنجا افعال ئي اهڙا هئا، جهڙا اوهان جا هئا ۽ اڄ بہ منهنجا افعال اهڙا ئي آهن، جهڙا واهان جا آهن. مان ۽ اوهان سيپئي پنهنجيون ٻئي دنيائون وڃايو ويٺا آهيون. مان اها ڳالهہ مڃان ٿو، پر اوهان انڪاري آهيو، ڇو تہ اوهان پنهنجو پاڻ کي خوامخواهہ معتبر ثابت ڪندا آيا آهيو. مان تہ ظاهر ظهور، ڪلم ڪلا ۽ اعلانن چوان ٿو ۽ مڃان ٿو تہ مان باقائدي گدلو ۽ گندو آهيان، جو مان دل ۽ جان سان "هن" سان ڳنڍيل آهيان. جنهن لاءِ مون کي ۽ اوهان کي حڪم مليل آهي تہ هن جي ويجهو بہ نہ وڃون. منهنجو وجود هن جي وجود کان الڳ ناهي. هن جو جسم منهنجي جسم جو تت آهي ۽ منهنجو ۽ هن جو روح ساڳيو هڪڙو هو، جنهن کي ڪٽي بہ اڌ ڪري مون کي ڇيو ويو تہ پنهنجي انهيءَ حقيقي اڌ جي ويجهو نہ وڃجيئن! مان ٿو پڇان تہ آخر مان ڇو پنهنجي ان پاڻ کان وڌيڪ پياري اڌ ڏانهن نہ وڃان!؟ مون کي جواب ڪپي، سوال نہ. سوال مون وٽ اڳيئي گهڻا آهن، رڳو ان وڏي ميلي جو انتظار ڪريو، جنهن جو واعدو ڪيل آهي، تہ ان ۾ هر هڪ ڳالهہ جو فيصلو ٿيندو، ان ميلي ۾ منهنجا سوال ٻڌجو، اوهان کان ٿهڪ نڪري ويندا.

• اها سوچ تہ هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش الڳ ٽي ملڪ آهن، انهن ٽنهي ملڪن جي رهاڪن جي دماغي خرابي جي نشاني آهي، اهي ٽيئي ملڪ دراصل ۽ در حقيقت هڪڙو ئي ملڪ هو. جا ڳالهہ انهن ٽنهي ملڪن جي رهاڪن کي سمجهہ ۾ نٿي اچي،

سا اها سادي ڳالهہ آهي تہ ملڪيت (ملڪ) الڳ ڳالهہ آهي ۽ مذهبي عقيدو الڳ ڳالهہ آهي. مان رهان پاڪستان جي حدن ۾ تو پر عقيدي طور(مذهبي طرح) مسلمان تو سڏجان. اشوڪ ياتيا ملڪي طرح هندستان يا پاڪستان يا بنگلاديش ۾ رهي تو پر ڌرمي طرح هو هندو آهي، ساڳي طرح عطاءُ رحمان رهڻ لاءِ تہ بنگلاديش ۾ آهي پر عقيدي طور مسلمان آهي. ملڪن جو ڪو بہ ڌرم يا مذهب يا عقيدو نہ هوندو آهي. ڌرتي کي ملڪن ۽ مذهبن ۾ عقيدن ۾ ورهايو ويو آهي. جيڪڏهن هندو پاڪستان جو بارڊر ٽپي پاڪستان ۾ ايندو تہ ڇا مسلمان ٿي ويندو؟ جيڪڏهن ڪشمور بنگلاديش ويندو تہ مسلمان ٿي ويندو؟ ابو الڪلام آزاد نهرو سان گڏ هو تہ ڇا هندو مت جو ٿي ويو هو؟ جيڪڏهن پير صبغت الله شاهہ ۽ سڀاش چندر بوس ساٿي هئا تہ ڇا هنن پنهنجا عقيده ۽ متا بدلائي ڇڏيا هئا؟

• ڇو اڃي انهن ڳالهين ۾ ڦاٿا آهيو؟ ڪنهن بہ زمين جو ڪو بہ ڌرم يا عقيدو ڪونهي ۽ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو ڪو بہ ملڪ ڪونهي. سڄي دنيا رڳو ڦرمار تي پئي هلي ۽ هر هڪ ماڻهو رواجن، عادتن ۽ پنهنجي فطرت تي پيو هلي، جنهن کي ٿلهي ليکي ڌرم (نڪ، عزت) چئبو آهي. نڪ جي ڳالهہ تان مون کي هڪڙو تمام سهڻو نڪ ياد آيو، پر مان پنهنجو پاڻ ۾ ڦاٿل آهيان ۽ هو آهي گورنر جو منهنجي در تي بہ ڏڪ هٽي مون کي جاڳائي ٿي تہ "مان ئي آهيان"،

• ريتون، رواج، رسمون، عادتون، فطرتون ۽ سوچ جن سيني کي گڏي/ملائي پاڻ هندو مت يا هندو ڌرم چوڻ جا عادي آهيون، اهي سيئي گڏجي بہ هڪ ويساهہ آهي، جنهن کي پاڻ عقيده چوڻ جا عادي ٿي ويا آهيون. آخر ڪو تہ وقت ضرور هو (هوندو) جڏهن نہ ريتون هيون نہ رواج هئا، نہ رسمون هيون، نہ عادتون نهيون هيون، سوچ ۽ سمجهہ جو نالو نشان بہ نہ هو، تڏهن ان وقت ڇا هو؟ واچ، گهڙيال، چنڊ تارا، سج ۽ گرهہ بہ نہ هئا، جو وقت جو ڪاٿو ڪجي. جواب ڏيوسڏو، هيرا ڦيري وارو نہ جواب ڪپي سڏو، پن اڪين وارو، ڪاٺو نہ ناز نخري ۽ ادائن وارو نہ، ان وقت ڪهڙو عقيدو هو،

ڪهڙو مذهب هو ۽ ڪهڙو ڌرم ۽ ڪهڙو مت هو؟ صاف ظهار آهي
تہ ان وقت ڪجهہ نہ هو، نہ وقت هو، نہ خال هو، نہ خيال هو.

• اسان جو ٽيو آهي دماغ خراب، پاڻ سيپئي هڪ ۽ هڪ جهڙا آهيون. اسان کي مرڻ کانپوءِ اسان جي جسم تي چڙهيل گوشت ۽ چمڙي جو ڇا ٿيندو آهي؟ مٽي ٿي ويندو آهي سڀ ڪجهہ ۽ پوءِ اسان جي هڏن جو ڇا ٿيندو آهي؟ اها ٿي ساڳي مٽي! اڙي پائي، ٽيٽو ڪجهہ ناهي، مٽيءَ مان آياسين ۽ مٽي ٿي ويندسين. ورهين کان موت جو انتظار ڪندي هاڻ مان بيزار ٿي پيو آهيان. سيپئي وڏا ويا هليا، ڪافي ننڍا بہ هليا ويا پر مان جيئڻ جو تيئڻ حاضر آهيان، اها مشڪري ناهي تہ بيو ڇا آهي؟ ڪو سسٽم هجي، ڪو طريقو هجي، پر هتي موت واري معاملي ۾ بہ جهڙي سرڪار پئي هلي! ڪائڻ پائڻ لاءِ غريبن وٽ ڪجهہ ڪونهي ۽ پگهارون وري شاهي آفيسرن جون پيون وڃن. چڱو آهي، سٺو آهي، ائين ٿي تہ بلوا ايندا آهن، ائين ٿي تہ وٽن گهرن، محلن، محلاتن کي باهيون لڳنديون آهن، وڏين موٽرن کي باهيون لڳنديون.

• فرانس ۽ روس کي ياد ڪريو، هڪڙو آفيسر ڪرسيءَ تي نہ بچندو، هڪڙو گهر صحيح سلامت نہ رهندو، ڪري وٺو من مانيون، اوهان نہ تہ اوهان جا ٻچا، اوهان جي پيچاڻن جا نہ فقط جواب ڏيندا، پر اوهان پاران زبردست مذمت کي منهن ڏيندا. ٽيڪسٽ آرٽيڪل آهي. "پادر".

# ساڙ ۽ حسد

عشق وغيره جهڙا ڪم جيڪي مون کي پڌاپي ۾ ڪرڻ کپندا هئا، سي مون جوانيءَ جي شروعات ۾ ئي ڪري ڇڏيا. قرآن پاڪ پڙهڻ وارو ڪم جيڪو مون کي ننڍپڻ کان ئي ڪرڻ گهربو هو، سو مان هاڻ ٻڍاپي ۾ پيو ڪريان. ڳالهه سبتي آهي، مان پاڻ ابتو آهيان، دل شئي ئي غلط قسم جي آهيٖ، هر هر ترڪيو وجي.

توري گهٽي متاچري جاڻ رگ ويد، بائيبل ۽ قرآن پاڪ بابت مون کي سدائين کان رهي آهي، پر فقط ٽي چار مهينا ٿيا آهن. جو مان قرآن پاڪ ائين پڙهن لڳو آهيان، جيئن عام ماڻهو غور ۽ ڌيان سان پڙهندا آهن، الائجي ڇا ٿي ويو آهي مون کي، منهنجو ارواهه دنيا تان اٿي ويو آهي. مان ڏسان پيو ته اسلام بابت سموري ڄاڻ قرآن پاڪ ۾ بلڪل واضع طرح موجود آهي ۽ مان ڊڄي ويو آهيان اسلام بابت مسلمانن جي غلط سمجهه کان ۽ قيامت جي ڏينهن الله جي فيصلي کان. مون ۾ ڪو به اهڙو نقطو ڪونهي، جيڪو قرآن پاڪ مطابق مون کي دوزخ کان بچائي سگهي. امان مجبور ٿي بابا کي چوندي هئي ته ”جي ٿي ڪڇان ته پنجن ٿيون مُڇان، جي ٿي رهان ماٺ ۾ ته پوان ٿي ڪاٺ ۾“، منهنجو ساڳيو حال آهي، سو مان ڇا ڪريان؟ لکڻ ڇڏي ڏيان؟

اوهان مهرباني ڪري قرآن پاڪ جو ڪو سٺو ترجمو به ٽي پيرا ڌيان سان پڙهو، اوهان کي پاڻ احساس ٿيندو ته قرآن پاڪ ۾ مڪمل دين سمايل آهي ۽ اوهان جي سوچ ۾ تبديلي اچي ويندي. اوهان فقط ترجمو پڙهو ۽ پاڻ تي اهو شرط لاڳو رکو ته قرآن پاڪ جو ترجمو پڙهندي اوهان جو هٿ ڪنهن ڪتاب ڏانهن نه وڃي. اوهان ڏسندا ته هر هڪ نقطي تي قرآن پاڪ پاڻ اختياري واري سمجهاڻي آهي.

قرآن پاڪ عربي ۾ پڙهڻ فرض آهي، پر هڪ پيرو ترجمو پڙهي ڏسو ته سهي، ته اوهان کي ڪيترين ڳالهين جي ڄاڻ نه هئي.

منهنجي زندگيءَ ۾ هڪڙو عجيب واقعو ٿيو آهي، حياتيءَ ۾ پهريون پيرو مون کي منهنجي ڪنهن ليک تي ايوارڊ مليو آهي/گرانٽ ملي آهي. طفيل عبدالرحمان ۽ حسن علي عبدالرحمان به ڀائر هئا. طفيل صاحب جج هو ۽ حسن علي صاحب وڪيل هو. حسن علي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر به رهيو هو ۽ هن جيڪي به استاد ڀرتي ڪيا، سي لياقت ڀريا هئا. اها ڳالهه مشهور آهي، ڪئناڊا جي شهر ٽورنٽو ۾ حسن علي عبدالرحمان جي ياد ۾ هڪ تنظيم جوڙي وئي آهي، جنهن جي سربراهه حميره حسن علي آهي. انهيءَ تنظيم هر سال سنڌي لکڻين تي گرانٽ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي، هن سال اها گرانٽ/ايوارڊ مون کي ڏني وئي آهي، منهنجي انهيءَ ليک تي، جيڪو "پئسو" جي نالي سان ڪاوش ۾ ڇپيو هو، مون لاءِ اها ڳالهه تمام وڏي آهي.

مان منجهي پيو آهيان، مون کان لکيو نٿو ٿئي. فيض احمد اخبار نه پڙهندو هو، ڪنهن پڇيس ته ڇو؟ چيائين ته، "ها، ڪڏهن ڪڏهن ڪا اخبار ڏسي ڇڏڻ گهرجي". مشتاق قريشي (نوابشاهه) جو چوڻ آهي ته، مون کي ملڪي سياست تي به ڪڏهن ڪڏهن ڪجهه لکي ڇڏڻ گهرجي. مشڪل هي آهي ته پاڪستان ۾ سياست به مذهب جو درجو ورتي وئي آهي. پاڪستاني سياست ۾ به مذهب وانگي سڌيون حقيقتون لکڻ منع آهي، ڳالهائڻ جي ڪوٽ ناهي. سچوڏينهن ڳالهايو، سموريون راتيون ڳالهيون، پر هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون هجن، ڪا به سڌي ٺوس بنيادي ڳالهه نه هجي، اوهان پاڻ غير انساني حرڪتون ڪندا رهو، پر جي ڪو ٻيو انهن حرڪتن جو جواب ڏئي ته هن کي انسانيت تي وڏا ليڪچر ڏيو، اهو آهي دستور، جيڪو اڄ رائج ٿيل آهي.

الله جي حڪم ڪان پرتي پڄي آخر اوهان ڪيترو پري پڄندا؟ الله جو حڪم ته اوهان سان ان گهڙيءَ لاڳو ٿيو وڃي جنهن گهڙي اوهان جو وجود ماءُ جي پيٽ ۾ قائم ٿو ٿئي. وڏا تي پاڻ الله جي حڪمن کي نصيب ۽ قسمت سمجهڻ لڳندا آهيون. بحث مباحثو اجايو آهي. حياتيءَ تي فتوي ماڻهوءَ جي مرڻ ڪانپوءِ ظاهر/ ثابت

تيندي آهي. منهنجي مرڻ تي جا فتويٰ ايندي تنهن ۾ سنئي ڳالهہ فقط اها هوندي تہ مون کي حسن علي عبدالرحمان اداري طرفان پهريون انعام/ايوارڊ مليو هو، مون کي خواب خيال ۾ بہ نہ هو تہ آمريڪا يا ڪئناڊا ۾ مون کي ڪو پڙهندو بہ هوندو.

ڪي دوست تمام گهڻو ياد ايندا آهن. غلام محمد پتو مون کي ائين سنڀاليو هو، جيئن پيءُ پنهنجي ٻار کي بہ نہ سنڀالي، مان بيمار هوس ۽ ذهني طرح نارمل نہ هوس. هڪڙو هو افضل شيخ جيڪو فزڪس ۾ ڊگري وٺي شڪارپور ۾ ليڪچرار ٿي ويو. هن جو خيال هوندو تہ مون ڪيس وساري ڇڏيو هوندو، پر ائين نٿو ٿي سگهي، هو مون کي ياد آهي. ڪراچي ۾ رشيد نظاماڻي نالي وڪيل هو، جنهن جي ڪو آپريٽو هائوسنگ سوسائٽي بہ مون کي ياد آهي. مون کي پروفيسر ڊاڪٽر سرور لاڙڪ بہ ياد ايندو آهي. هي دنيا آهي، هي سڀيئي رهندا، مان غائب ٿي ويندس.

سنڌي لکندڙن ۾ هڪ ٻئي سان ساڙ ۽ حسد تمام گهڻو آهي. هڪ ڊزن سنڌي لکندڙن جن ۾ ڪي انگريزيءَ جا ماهر بہ شامل هئا گڏجي هڪڙي ڊاڪٽر شيرين شيخ انٽرنيٽ تي گهڙي ۽ مون سان لهہ وچڙ ۾ آيا. مون سمجهيو تہ ڪا مائي آهي، جنهن سان جذباتي وٺل آهي، جيتوڻيڪ ڪجهہ دوستن مون کي ٻڌايو هو تہ هو پائي آهن،مون جيڪي ڪجهہ لکيو سو تمام سهڻو هو، اڄ هو ڊزن ماڻهو ڪهڙي حال ۾ آهن سا ڄاڻ مون کي ناهي، مان هنن جون شڪليون ڏسڻ ٿو چاهيان، سندن فطرتي رسالو بہ غائب آهي.

مولانا قاسمي صاحب هڪ ڀيري مون کي چيو هو تہ، ”مان تو کي پڙهندو آهيان ۽ مون کي تنهنجو لکڻ گهڻو وڻندو آهي، پر اها ڳالهہ مان ظاهر نٿو ڪري سگهان، جو منهنجو اٿڻ ويهڻ مختلف ماڻهن ۾ آهي“، مون کيس ”مهرباني“ چيو هو. هو عظيم ماڻهو هو، جو منهنجي ليول تائين هيٺ لهي هن مون سان دل جي ڳالهہ ڪئي هئي،

آصف، شاهہ خورم ۽ شاهہ زمان منهنجا هم عمر دوست آهن، فقط پنجيتاليهہ پنجاهہ ورهيہ مون کان ننڍا آهن، جيڪو تفاوت ڪو خاص وڏو ناهي.

# عيب ۽ صبر

اوهان ۾ ڏهه عيب هجن، پنجاهه برايون هجن ۽ سئو نقص هجن، پر جي اوهان وٽ صبر آهي ته اوهان خوش نصيب ثابت ٿيندا. اوهان ۾ پنجاهه گڻ هجن، سئو چڱايون هجن ۽ هزار ڀلايون هجن، پر جيڪڏهن اوهان وٽ صبر ناهي ته اوهان بدنصيب ثابت ٿيندا. اهو قدرت جو قانون آهي، اهو الله پاڪ جو فرمان آهي جيڪڏهن اوهان وٽ صبر ناهي ته اوهان پنهنجين هزارين چڱاين سميت بدنصيبي جي طوفان ۾ لڙهي ويندا. اوهان مون تي اعتماد ڪريو مان غلط نه پيو چوان. مان پاڻ ڏک ڪاڏل آهيان. ڏک ڪاڏل ماڻهو غلط ڳالهائڻ جي قابل ئي نه رهندو آهي. ننڍپڻ کان ٻڌندو آيس ته حضرت ايوب عليه السلام جو صبر ياد ڪريو، پر مون ڪڏهن به توجهه نه ڏني ته چا هو ان صبر ۾، ۽ چو اهو صبر ياد ڪريان. شايد سمجهائڻ وارا سمجهائي نه سگهندا هئا. يا شايد مان سمجهڻ کان لاچار هوس. ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ وارا فقط ايترو چوندا هئا ته حضرت ايوب عليه السلام جي جسم ۾ ڪيئنا پئجي ويا هئا ۽ هن ايترو صبر ڪيو هو جو جڏهن اهي ڪيئان جسم تان ڪري پوندا هئا ته پو انهن کي کڻي جسم تي رکندو هو. اها سمجهاڻي نامڪمل هئي، اها سمجهاڻي اهو نه سمجهائيندي هئي ته حضرت ايوب عليه السلام کهڙي ڳالهه تي، چا کان ۽ چا تي صبر ڪيو هو ۽ پوءِ چا ٿيو هو. ليڪڪن جون لکيل معمولي ڳالهيون ته اوهان پڙهندا آهيو پر صدين کان هلندڙ مذهبي ڳالهيون اوهان درگذر ڪيو ڇڏيو، اهو فقط رويو آهي فقط ايترو ڌيان رکو ته جا ڳالهه صدين کان هلندي پئي اچي، تنهن ۾ ضرور ڪا صداقت، ڪا سچائي هوندي، ضرور ڪو سبق هوندو، ضرور ڪا نصيحت هوندي. جڏهن اوهان بي صبرا هوندا آهيو، تڏهن اوهان

اهڙيون ڳالهيون نہ پڙهندا آهيو، جهڙيون مان هاڻ پيو لکان، ڪنهن زماني جي ڳالهہ آهي تنهن ڪري پراڻي ڳالهہ آهي، پر ان ڳالهہ ۾ هر دور لاءِ نواڻ آهي:

ايوب عليہ السلام جون زمينون ٻنيون ٻارا سڪي برباد ٿي ويا، فصل وغيره تباهہ ٿي ويا، جايون جڳهيون ڊهي پٽ ٿي ويون، آسماني بجلي ڪرڻ سان سيئي جانور سڙي مري ويا، جڳهہ ڊهي ڪري پئي ۽ خوشيون ڪندڙ سندس ست پٽ ۽ ٽي ڌيئرون دٻجي مري ويا. ايوب عليہ السلام اهو حال ڏسي پنهنجو پهريل جُبو ڦاڙي ڇڏيو ۽ الله تعاليٰ کي چوڻ لڳو تہ توهان هي ڇا ڪيو، مون توهان جو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو تو مون کي هي سزا ڏني آهي!

الله تعاليٰ شيطان کي چيو تہ ڏس ايوب اڃا تائين بہ مون ڏانهن رجوع آهي ۽ مون ڏانهن ئي نهاري پيو آهي. شيطان چيس تہ ماڻهو مال متاع ڏيئي بہ پنهنجو جسم بچائيندا آهن، سو جيڪڏهن ايوب جي جسم تي سختي آئي تہ ايوب بدلجي ويندو ۽ توهان تان هٿ کڻي ويندو. الله تعاليٰ چيس تہ تو کي موڪل آهي تہ هن جي جسم تي سختي ڪر، پر هن جي حياتي کي نقصان نہ پهچي. ناتجربيڪار ذهن پنهنجي ذهانت ڪري هي ڳالهہ بہ قبول نہ ڪندو! سو شيطان حضرت ايوب عليہ السلام جو جسم پيرن جي ڪڙين کان وٺي مٿي تائين ڦرڙين سان ڀري ڇڏيو ۽ هو ٺڪريءَ جي ٽڪر سان پنهنجون ڦرڙيون مهٽڻ لڳو. زال چيس تہ توهان الله تعاليٰ کي ڇڏي ڏيو جنهن تو سان ائين ڪيو آهي پر جواب ڏنائينس تہ ڇا مان الله تعاليٰ طرفان مليل فقط مهربانيون ۽ سٺيون شيون قبول ڪريان ۽ سندس طرفان مليل ڏکيون۽ تڪليفون ڏيندڙ شيون ٺڪاري ڇڏيان؟ ڇا مان راحتن ۾ الله تعاليٰ ڏانهن جهڪان ۽ تڪليف ۾ الله تعاليٰ تان هٿ کڻي وڃان؟ اها آهي هن قصي جي شروعات، اصل ڳالهہ اڃا اڳتي آهي. اناڙي بہ آهيان ۽ آئوٽ آف پرئڪٽس بہ آهيون منهنجي سڏي لکڻ کي دل ۾ جاءِ ڏيندا.

حضرت ايوب عليہ السلام پنهنجو مال متاع، اولاد صحت وڃائي بہ الله تعاليٰ کي ئي چوندو رهيو تہ توهان هي ڇا ڪيو؟

توهان هي چو ڪيئ، جو منهنجو سڀ ڪجهہ برباد ٿي ويو ۽ منهنجو جسم ڪينئن سان ڀرجي ويو آهي؟ مون وٽ جيڪي ڪجهہ هو سو سڀ ڪجهہ توهان جو ڏنل آهي، سو مون ڪهڙو ڏوهہ ڪيو جو توهان اهي سڀ ڪجهہ ڇيون مون کان ڪسي ورتيون؟ توهان مون تي مهربان هئا، توهان منهنجي هٿ ۾ برڪت ڏني هئي، مان جنهن شيءِ کي هٿ لڳائيندو هوس تہ اها ملڪيت بنجي ويندي هئي، مان جنهن ڪم ۾ هٿ وجهندو هوس تہ اهو وڏو فائدو ڏيندو هو، پر پوءِ توهان هي ڇا ڪري ڇڏيو.

مطلب تہ حضرت ايوب عليہ السلام الله تعاليٰ کي ٿئي ٻڌائيندو آيو، هن جو ذهن الله تعاليٰ تان نہ هٽيو، هن هي نہ چيو تہ فلاڻا چو منهنجا اٺ ڪاهي ويا، يا فلاڻا چو منهنجيون رڍون ۽ ٻيو مالُ ڪٽي ويا. هو الله تعاليٰ کان ٿئي پڇندو رهيو تہ جيڪڏهن توهان مون تي اهي مهربانيون ڪيون هيون تہ هي مهربانيون چو مون کان کسيون ويون آهن. حضرت ايوب عليہ السلام جا ٽي هڪڙا ٽي دوست هئا، جن کي هن جو فڪر بہ هو ۽ افسوس بہ هو، هو ٽيئي هن وٽ آيا، هن کي تسلي ڏيڻ لاءِ ڳالهايو تہ انهن ٽنهي الڳ الڳ هو، پر مان ٽنهي جو ڳالهائڻ هڪ جاءِ گڏ ٿو ڪريان: هنن ٽنهي دوستن جو ايوب عليہ السلام کي چوڻ هو تہ الله تعاليٰ بنا ڪنهن سبب جي سزا نہ ڏيندو آهي، جو هو رحيم ۽ رحمان آهي، تو تي مهربان هو جو تون سڌي رستي تي هيئن، تو ڪو بہ آڏو ابتو يا ڏنگو ڦڏو ڪم نہ ڪيو، تون نيڪ صالح هئين، تون الله تعاليٰ جو تعبيدار بندو هئين، تنهنجي فطرت ۾ ڪو ٽيڙ نہ هو، تون الله تعاليٰ جون خاصيتون بيان ڪندو هئين ۽ هن اڳيان جهڪندو هئين، پر هو جو توتي ڪاوڙيو آهي، سو ضرور تو ڪا غلطي ڪئي آهي، ڪو ڏوهہ ڪيو آهي، ڪو گناهہ ڪيو آهي، جا ڳالهہ هن کي بہ نہ وڻي آهي، هو هر ڪنهن ڳالهہ جو ڄاڻون آهي. هن کي تنهنجي هر هڪ غلطي ڏوهہ گناهہ جي ڄاڻ آهي. جيڪڏهن تو کي پنهنجي ڏوهہ غلطي يا گناهہ جي ڄاڻ ناهي تہ اها تنهنجي غلطي ۽ تنهنجو نقص آهي، الله تعاليٰ مهربان آهي ۽ هو بنا ڪنهن سبب

جي ناهي ڏمريو، تون معافي گهر ۽ توبهہ ڪر هو معاف ڪندڙ ۽ معافيون ڏيندڙ آهي، تون الله تعاليٰ سان سندس شڪايت نہ ڪر تون پاڻ ۾ ڪا ڏنگائي ڳولهہ.

ايوب عليہ السلام ٽنهي دوستن کي الڳ الڳ جواب ڏنا، پر مان انهن ٽنهي جوابن کي هڪ هنڌ رکان ٿو، هن چيو تہ مون کو بہ ڏوهہ نہ ڪيو آهي، مون ڪا بہ غلطي نہ ڪئي آهي ۽ مون کو بہ گناهہ نہ ڪيو آهي، مان الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو رهيو آهيان. جنهن ۾ ذري بہ کوٽ ناهي. الله تعاليٰ اڳيان منهنجي جهڪڻ ۾ ذرو بہ عار نہ رهيو آهي. الله تعاليٰ کي سجدو ڪرڻ ۾ منهنجي دل بہ سجدي ۾ هوندي آهي، مون ڪيس پانيو آهي. مون ڪيس چاهيو آهي ۽ هو ئي منهنجو معبود آهي، پوءِ مون کي هيءَ سزا ڇا جي آهي؟ اوهان چئو ٿا تہ مون کو ڏوهہ ڪيو آهي، پر مون ڪنهن جو بہ حق نہ ماريو آهي، مون ڪنهن کي بہ نہ ستايو آهي، منهنجي اک ۾ ڪڏهن بہ مير نہ آئي آهي، مون ڪڏهن بہ ڪنهن عورت ۾ بري نيت نہ رکي آهي، مون ڪڏهن بہ ڪنهن ٻئي جي شيءِ يا ملڪيت کي لالچي اکين سان نہ ڏٺو آهي، مون ڪنهن جي بہ امانت ۾ خيانت نہ ڪئي آهي، سو اوهان اهي تهمتون مون تي نہ هڻو، مون تي ڪوبہ ڏوهہ يا گناهہ نہ ڪيو آهي، جو مان سدائين الله تعاليٰ جو غلام ۽ ٻانهو رهيو آهيان. منهنجو عرض الله تعاليٰ کان آهي تہ هن مون کان سندس ئي ڏنل نعمتون ڇو موٽائي ورتيون آهن ۽ آخر منهنجو ڏوهہ ڪهڙو آهي، جڏهن مون ڏوهہ ئي نہ ڪيو آهي؟ مون کي الله تعاليٰ سڀ ڪجهہ ڏنو، مال متاع، دولت، ملڪيت، صحيح، آرام، اولاد ۽ عزت مون کي الله تعاليٰ سڀ ڪجهہ ڏنو، جن جو مان عادي ٿي ويس ۽ اهو سڀ ڪجهہ بہ مون کان کسجي ويو آهي، مان ماڻهن جي نظرن ۾ اڇي ويو آهيان ۽ ڏنو ٿي ويو آهيان، مون کي ڪنهن کان ڪا بہ شڪايت ناهي، منهنجو عرض الله تعاليٰ کان آهي تہ منهنجو ڏوهہ ڪهڙو آهي، جڏهن مون کو بہ گناهہ يا غلط ڪم نہ ڪيو آهي، جڏهن منهنجي عبادت ۾ ڪا بہ ڪمي يا گهٽتائي نہ آهي.

حضرت ايوب عليہ السلام جي انهن ٽن دوستن سان چوٿون بہ گڏ هن جيڪو انهن ٽنهي کان عمر ۾ ننڍو هو، هن چيو تہ سمجهہ جو عمر سان تعلق ناهي، مان اِوهان ٽنهي کان ننڍو آهيان، پر ڏسان پيو تہ اوهان ٽيئي غلط آهيو، هن ڪو بہ ڏوهہ يا گناهہ يا غلط ڪم نہ ڪيو آهي ۽ نہ هن جي عبادت ۾ ڪا دير يا گهٽتائي آئي آهي، پر ايوب عليہ السلام بہ غلط بحث پيو ڪري، جيڪڏهن هو الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو رهيو آهي، تہ هن الله تعاليٰ تي ڪا مهرباني نہ ڪئي آهي، جيڪڏهن ڪو ڏوهہ يا ڪا غلطي يا گناهہ نہ ڪيو آهي تہ هن الله تعاليٰ تي ڪو ٿورو نہ ڪيو آهي، الله تعاليٰ مالڪ آهي، جهانن جو ۽ سڄي ڪائنات جو، هو بي پرواهہ ۽ لاپرواهہ بادشاهہ آهي، عبادت يا گناهہ ۾ ماڻهو جا ذاتي فعل آهن، جن جو اجريا سزا الله تعاليٰ جي مرضيءَ تي آهي تہ ڏئي يا نہ ڏئي، چو تہ هيءُ الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو رهيو آهي ۽ ڪو بہ گناهہ نہ ڪيو اٿس، تنهن ڪري سمجهي ٿو تہ الله تعاليٰ کي ڪانئس نعمتون ۽ رحمتون نہ کسڻ کپنديون هيون. اها ڳالهہ هن (حضرت ايوب عليہ السلام) جي صحيح نہ آهي، الله تعاليٰ ان ڳالهہ کان بي نياز آهي تہ هو ڪنهن کي ڇا ٿو ڏئي ۽ ڪنهن کان ڇا ٿو کسي، هن چيو الله تعاليٰ کان شڪوه ڪري تہ اهي نعمتون ڇو کسيون ويون ۽ پوءِ الله تعاليٰ فرمايو ايوب (عليہ السلام) سان ڇيائين تہ تون ڪاٿي هئين جڏهن مون ڌرتي جوڙي هئي؟ جڏهن مون ڪائنات ناهي هئي؟ جڏهن مون آسمانن ۾ سج، چنڊ، تارا ۽ گرهہ بيهاريا هئا، جڏهن مون ڌرتيءَ لاءِ اتر، ڏکڻ ۽ اوڀر، اولهہَ مقرر ڪيا هئا؟ جڏهن مون تارنءِ گرهن جون منزلون مقرر ڪيون هيون؟ جڏهن مون ڌرتي تي سمنڊ ناهيا هئا، جن ۾ مون مڇيون ۽ ٻيا جانور پيدا ڪيا هئا؟ ڪنهن جي حڪم سان آسمانِ ۾ اڏامندڙ پکي هوا ۾ پنهنجو وزن قائم رکن ٿا؟ ڪنهن جي حڪم سان ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار جنم وني ٿو، ڪنهن جي حڪم سان مختلف جاندار جانور ڌرتيءَ تي آزاد گهمن ٿا. ڪنهن جي حڪم سان هي سڄي ڪائنات ست ئي آسمان ۽ ڌرتي قائم آهن، ڪنهن جي حڪم سان اهو سڄو سلسلو پنهنجي منزل طرف هلي رهيو آهي؟

پوءِ حضرت ايوب عليہ السلام الله تعاليٰ کان معافي گهري ۽ الله تعاليٰ حضرت ايوب عليہ السلام جي ٽن دوستن مان مکيہ کي چيو تہ توهان ٽنهي جو بحث غلط آهي، منهنجي هن ٻانهي ۽ غلام ايوب جي عقيدت ۾ سچائي آهي، جو هن مون کان منهن نہ موڙيو ۽مون ڏانهن ئي راغب رهيو آهي، اوهان ٽيئي قرباني ڪري پنهنجي بحث کان آجا ٿيو تہ ايوب اوهان لاءِ دعا گهري. پوءِ حضرت ايوب عليہ السلام جا ڏينهن ڦري ويا ۽ جيڪا مال ملڪيت هن کان وڃائجي وئي، تنهن کان ڏهوڻ هن کي ملي، هن کي اولاد ۾ ست پٽ ۽ ٽي ڌيئرون مليون. اهو آهي قصو حضرت ايوب عليہ السلام جيٰ صبر جو. هن جون تڪليفون ڏسو ۽ هن جو صبر ڏسو تہ ڪيئن هن الله تعاليٰ جي وات نہ ڇڏي، سڀ ڪجهہ الله تعاليٰ جي مرضيءَ تي آهي تہ ڪنهن تي ڪڏهن مهرباني ٿئي ۽ ڪنهن کي ڪڏهن تڪليفن ۾ وجهي، پاڻ لاءِ ضروري فقط اهو آهي تہ الله تعاليٰ جي در کانسواءِ ڪنهن ٻئي جو در ڏانهن نہ نهاريون، صبر جي ڪا حد ئي ناهي.

مان ننڍو هوندو هوس تہ ڦڏا ڪندو هوس، وڏو ٿيندو ويس تہ ڦڏا وڌندا ويا، مان سڄو ئي ڦڏئي هوس سو جيڪڏهن منهنجو هي حال آهي جيڪو آهي تہ ان ۾ الله تعاليٰ جو ذمون ناهي، مون ۾ ڳڻن جي ڪوٽ نہ هئي، فقط صبر نہ هو.

# فطرت

تارا ۽ گرھ موجود نہ ھئا، وقت ۽ طرف ايجاد نہ ٿيا ھئا، دونھاتيل ڦھلاءُ ھو، جنھن جو ڪو بہ رنگ روپ نہ ھو، ڪو بہ خال نہ ھو، جيڪو پريل يا خالي ھجي، سانت ۽ آواز جو وجود نہ ھو، مانيٽي ماٺ ۾ وتي نہ ھئي، اڳ ۽ پوءِ جو پايو نہ پيو ھو، اھا ھئي ڪائنات جنھن آرس ڀڳي تارا ۽ گرھ ظاھر ٿيا، وقت ۽ طرف ڦھلجي ويا، ڦھلاءُ ۾ رنگ ۽ روپ ايري آيا، ڪائنات روپ بدلائڻ لڳي، ڏيگھہ ۽ ويڪر وجود وتو، جَدول جو بنياد پيو ۽ ھر ڪا شئي پنھنجي محور ڏانھن وڌڻ لڳي. ڪائنات جو آرس ڀڄڻ شروعات ھئي، اھڙي پڇاڙي جي جا ڪائنات جي ٻي آرس ڀڄڻ تي مڪمل ٿيندي، اوھان بہ انتظار ڪريو، جيئن مان پيو ڪريان، پاڻ سڀيئي گڏ اھو تماشو ڏسنداسين ۽ ڇاٽي ويندا سين تہ ڪائنات اھا پھرين آرس ڪيئن ورتي ھئي.

متي ڄاڻايل آئيڊيا جو ڪجھہ حصو رگ ويد مان چورايل آھي، مان افلاطون نہ آھيان.

چوڻ لاءِ چئبو آھي تہ ھي دنيا محض راند ۽ تماشو آھي، ڪو بہ نٿو چئي تہ قدرت جا اسان ڪي دل ڏني آھي، سا اسان سان سراسر زيادتي آھي. انساني فطرت وڏو عذاب آھي، ان جو لاڙو غلط پاسي ئي رھندو آھي، ھزارين ورھين جون ڌرمي ۽ مذھبي روايتون بہ انسان جي فطرت بدلائي نہ سگھيون آھن.

ھڪڙو عجيب تماشو آھي. ڪو اسڪول ٿو کولجي تہ چيو ٿو وڃي تہ حڪومت جي پھرين ترجيح اسڪول کولڻ آھي، تعليم جي ڳالھہ تي ٿئي تہ چيو ٿو وڃي تہ حڪومت جي پھرين ترجيح تعليم عام ڪرڻ آھي. معيشت جي ڳالھہ تي چيو ٿووڃي تہ حڪومت جي پھرين ترجيح معيشت سڌارڻ آھي. ٻہ ٽا ڦاٽن تہ چيو ٿو وڃي تہ

حڪومت جي پهرين ترجيح دهشتگردي ختم ڪرڻ آهي. هر ڪنهن ڳالهہ لاءِ چيو ٿو وڃي تہ حڪومت جي پهرين ترجيح فلاڻي آهي. سوال آهي تہ حڪومت جون پهريون ترجيحون ڪل ڪيترڙيون آهن ۽ انهن مان جي ڪا هڪڙي ترجيح بہ پوري ٿي هجي تہ ان ترجيح جو نالو ٻڌايو وڃي. حقيقت اها آهي تہ حاڪمن وٽ ترجيح واري معاملي ۾ لفاظي جا انبار آهن. ڪا بہ ترجيح پوري ٿيڻي ناهي.

هڪڙو ٻيو بہ تماشو آهي ۽ اها بہ فقط لفاظي آهي، ڪٿي بہ ڪو واقعو ٿيندو آهي تہ حاڪمن مان ڪو هڪدم اعلان ڪندو تہ ان ۾ هڪ سازش آهي، جنهن کي جلد بي نقاب ڪيو ويندو. هزارين اهڙيون سازشون ورهين کان بي نقاب ٿيڻ جي انتظار ۾ ترسيل آهن، مان ٿو ٻڌايان اوهان کي تہ ڪا بہ سازش بي نقاب نہ ٿيندي، پاڻ اهي سڀئي نقاب واريون سازشون پاڻ سان گڏ قبر ۾ کڻي ويندا سين. حاڪمن جون اولين ترجيحون بہ جيئن جو تيئن پاڻ سان گڏ هلنديون.

ٻي اوهان کي ڪهڙي سياسي مشڪري ٻڌايان؟ مون وٽ تہ انهن جا انبار آهن.

ٽي چار ڏينهن اڳ علم جي اڪابرن هڪ ڪانفرنس ۾ اعلان ڪيو تہ سنڌي صورتخطي ۾ ڪو بہ اهڙو نقص ڪونهي، جنهن کي درست ڪجي. اهو ڪمال آهي، جيڪڏهن سنڌي صورتخطي ۾ بہ نقص نہ آهي تہ موبائيل فون تي انگريزي اکرن ۾ اردو ڇو پئي هلي؟ ۽ ڇو سنڌي ڳالهائيندڙ بہ سنڌي لفظن تان هٿ کڻي انگريزي اکرن ۾ اردو پيا لکن؟ انهيءَ خوفناڪ ڪانفرنس ۾ مان نہ هوس. مون کي سڏايو بہ نہ ويو هو ۽ جي سڏايو ويو هجان ها تہ مان نہ ويو هجان ها. ورهين بلڪ صدين کان ڏسندو ۽ ٻڌندو اچان تہ اهڙين ڪانفرنسن ۾ فقط ڦٽاڪا وڄندا آهن ۽ ڳالهائيندا فقط اهي آهن، جن سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن جي خرچ تي پنهنجا ذاتي ڪتاب ڇپائي انهن ادارن مان پئسا ڪمايا آهن. شاباس هجي انهن ماڻهن کي جيڪي اهڙيون ڪانفرنسون اٽينڊ بہ ڪندا آهن ۽ انهن ۾ ويهي تاڙيون بہ وڄائيندا آهن. گذريل مڪمل صديءَ ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ ماڻهن کي "سنڌي لکو ۽ سنڌي پڙهو" جو نعرو

سيڪاري ڪين سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ڪان پري رکيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ ايڪنامڪس يا پوليٽيڪل سائنس پڙهي اوهان ڪهڙي بئنڪ ۾ آفيسر ٿيندا؟ سنڌي ۾ ڪيمسٽري ۽ فزڪس پڙهي اوهان ڪهڙي سائنسي اداري ۾ قبول ڪيا ويندا؟

وري سياست-ڪٽي ڪو وڏو حادثو ٿيندو آهي ته ڪنهن حاڪم قسم جي آفيسر جو بيان ايندو آهي ته ”هڪدم انڪوائري ڪئي وڃي!“ مثال طور جيڪڏهن اهو آفيسر اهو بيان نه ڏئي ها ته ڇا انڪوائري نه ٿئي ها؟ صاف ظاهر آهي ته جي ڪو حادثو ٿيندو ته اتي صوبيدار، انسپيڪٽر ۽ ڊي ايس پي هوندئن به پهچندا آهن ۽ انڪوائري ڪندا آهن، پوءِ باقي اها بيان بازي ته ”هڪدم انڪوائري ڪئي وڃي“ ڇا لاءِ؟ خبرن ۾ ايندو آهي ته ”فلاڻي صاحب انڪوائري جو حڪم ڏيئي ڇڏيو“. جي هو صاحب انڪوائري جو حڪم نه ڏئي ها ته ڇا انڪوائري نه ٿئي ها؟

اوهان قسم ڪٽي ٻڌايو ته اوهان گذريل پنجن ڏهن ورهين ۾ ڪڏهن ڪا سنڌي لغات کولي ان ۾ ڪنهن سنڌي اکر يا لفظ جي معنيٰ ڳولهي آهي؟ بلڪل نه. اوهان اڄ تائين ڪنهن به سنڌي ماهوار رسالي جو ڇوٿون يا پنجون اشو نڪرندو ڏٺو آهي؟ وڌ ۾ وڌ 3 اشو نڪرندا آهن ۽ پوءِ همراهه پيسن ۾ ڪٽي پوندا آهن. جيڪو ٿو سنڌي ناول ڇپائي سو مفت ۾ ورهائي. ڪجهه ڪاپيون ذاتي اثر رسوخ تي ادارن ڪان خريد ڪرايو ڇڏي. اوهان ڪڏهن آءِ آءِ قاضي صاحب جو پنهنجو لکيل ڪتاب پڙهيو آهي؟ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي ڇپايل ڪتابن ۾ ايڊيٽوريل بورڊ جي نالن ۾ ورهين جا ورهيه مان ساڳيا نالا ڏسندو آيس. اوهان اهي ڪتاب ڪٽي ڏسو ۽ کلو. جڏهن ڪتاب سرڪاري نصاب تي رکيا آهن ته ڪتاب جي ليکڪ کي پئسا ملندا آهن. سڄو جادو پئسن جو آهي، مئٽرڪ انٽر، بي اي وغيره مان سنڌي ڪمليسري ڪڍي ڇڏيو، ته ايم اي سنڌي ۾ هڪڙو به سنڌي شاگرد نظر نه ايندو. جن وٽ لفظ سائيڪل لاءِ به سنڌي لفظ ناهي سي، سنڌين جو مستقبل خراب ڪرڻ لاءِ پرچار ڪندا آهن ته سائنسي ڪتاب به سنڌي ۾ ترجمو ڪريو، اهو عاليشان چرچو آهي.

# مشاورت ۽ تحفظات!

جيڪو ڪم نہ ڪرڻو هجي، تنهن جي باري ۾ مشاورت ڪرڻ گهرجي. اها مشاورت ڪڏهن اسلام آباد ۾، ڪڏهن ڪراچي ۾ ۽ ڪڏهن ڪاٺياواڙ ۾ ڪرڻ گهرجي. اهو ڌيان رکڻ گهرجي تہ مشاورتي ڌرين ۾ ڪا اهڙي ڌر ضرور هجي، جيڪا هرڀيري ڦڏو ڪري تہ ان سان مشاورت نہ ڪئي وئي. اهو مشاورتي معاملو يا سلسلو ايترو تہ ڊيگهہ وٺڻ گهرجي، جو جنهن معاملي بابت مشاورت ٿي رهي هجي، تنهن ۾ واسطيدار ڌريون ڇتيون ٿي مٿي جا وار پٽينديون پڇي وڃن. تنهن کان پوءِ اوهان ڌيرج ۾ صبر سان اعلان ڪريو تہ انهيءَ معاملي بابت وڏيڪ مشاورت آفريڪا جي فلاڻي ملڪ ۾ ٿيندي. اهو لفظ مشاورت پاڻ ڪي نئون مليو آهي، ان جو پورو فائدو وٺڻ گهرجي، پاڻ تہ صلاح مشورو چاڻيندا هئاسين. مشاورت آهي تہ الائجي ڇا، پر جيڪي ڪجهہ آهي مزيدار آهي.

هر ڪنهن ملڪ ۾ حاڪميت بہ هوندي آهي ۽ مخالفت بہ هوندي آهي، پر پاڻ وٽ حاڪميت پاڻ پنهنجي مخالف آهي، نتيجو ڇا ٿيندو، سا خبر الله تعاليٰ کي پر نظر اچي رهيو آهي تہ ڪا ڊگهي مشاورت هلي رهي آهي، جنهن ۾ ٻاهريون ڌريون بہ شامل آهن. معاملو تہ الائجي ڇا جي باري ۾ آهي، پر مون کي اهو ناول ٿو ياد اچي، جنهن جو نالو هو "ميوٽني آن دي ٻائونٽي" جيڪڏهن اوهان اهو ناول نہ پڙهيو آهي تہ جلد پڙهي وٺو، پوءِ نہ چئجو ـ تہ اوهان کي خبر نہ هئي.

ڪنهن هنڌ ڪو شاهينگ (ماڻهو) پنجاهہ روپيا ڪيرائي ويو، اهي پيسا مون کي معتبر سمجهي ڏنا ويا تہ جنهن جا هجن، سو جيڪڏهن ظاهر ٿئي تہ هن کي ڏيئي ڇڏيان. ورهين جي ڳالهہ آهي،

کو بہ شاهينگ پيسا وٺڻ لاءِ نہ آيو، مون پيسا ڪائي ڪپائي ڇڏيا. اڄ مون کي اوچتو اهو معاملو ياد آيو، مون ڪنهن غريب کي اهي پيسا ڏيئي پنهنجي ضمير جي جند آجي ڪئي آهي. جڏهن سيئي بسون هليون ويون آهن، تڏهن مون کي خيال ٿيو آهي تہ مون کي زڪوات بہ ڏيڻ گهرجي. منهنجو خيال آهي تہ زڪوات تہ فقير تي بہ فرض آهي.

ورها ورهيہ گذري ويا آهن، مون ڪا قرباني نہ ڪئي آهي. بلڪ صديون گذري ويون آهن، هاڻ رمضان گذري ويو، مون سڄي حياتي هڪڙو بہ روزو نہ رکيو، سو منهنجو ڇا ٿيندو؟

هڪڙو ڪيس هو ڪنهن تمام ننڍڙي گڏھ جو، منهنجو مطلب آهي تہ هڪڙي ننڍڙي گڏھ جي چوريءَ جو ڪيس هو ۽ مان جوابدار جو وڪيل هوس. منهنجي اصيل جو چوڻ هو تہ اهو ننڍڙو گڏھ سندس پنهنجو آهي. هن چورايو ڪونهي ۽ ڪيس ئي ملڻ گهرجي. الائجي ڪير هومئجسٽريٽ پر ڪيس بلڪل معمولي هو. فرياديءَ اهو ننڍڙو گڏھ وچ بازار ۾ ٻڌل ڏٺو هو، منهنجي اصيل جو چوڻ هو تہ اهو گڏھ سندس پنهنجو هو ۽ جيڪڏهن چوري ڪيل هجي ها تہ هن اهو گڏھ وچ بازار ۾ بيهارڻ بدران ڪنهن هنڌ لڪائي بيهاريو هجي ها. شاهدي وغيره ڪانپوءِ بحث ۾ بہ مون اهو ئي چيو تہ گڏھ منهنجي اصيل جو آهي ۽ جيڪڏهن چوري ڪيل هجي ها تہ وچ بازار ۾ نہ بيهاريل هجي ها. مئجسٽريٽ منهنجي اصيل کي ٽي مهينا جيل جي سزا ڏني ۽ پوءِ مون کي چيائين تہ ”جيڪڏهن تون چئين ها تہ اهو ننڍڙو گڏھ تنهنجي اصيل جو ناهي تہ مان تنهنجي اصيل کي ڇڏي ڏيان ها“. ڳالھ منهنجي وڪالت جي شروعاتي زماني جي آهي پر مون کي اڄ تائين اهو فيصلو سمجهہ ۾ نہ آيو آهي.

اوهان سمجهي ويندا تہ هو ڪير هو..... هو شهر ۾ وڏي گيٽ مان داخل ٿيو ۽ هوريان هوريان هلندي ۽ هيڏانهن هوڏانهن چوڌاري نهاريندي اڳتي وڌڻ لڳو. هن هڪڙو ماڻهو ڏٺو، جيڪو هيرن، موتين، جواهرن کي حرمن ۾ هوس سان ڏسي رهيو هو، هن

ان ماڻهوکي چيو تہ ”تون ھي ڇا پيو ڪرين؟“ ان ماڻهوءَ ھن ڏانهن نهاريو، سڄاتائين ۽ چيائينس تہ“ مان تہ اندو ھوس، تون ئي تہ ھئين جنهن مون کي اکيون ڏنيون. سو جيڪڏهن مان ھي بہ نہ ڪريان تہ ڇا ڪريان؟“ ھو اڳتي وڌي ويو ۽ ھوريان ھوريان ھلندي ھيڏانهن ھوڏانهن ڏسڻ لڳو، پوءِ ھن ھڪڙو ماڻهو ڏٺو، جنهن وٽ عورتون ھيون، ھن ان ماڻهو کي چيو تہ ”تون ھي ڇا پيو ڪرين“؟ ان ماڻهو ھن ڏانهن نهاريو، سڄاتائينس ۽ چيائينس تہ ”مان تہ ڪوڙهي ھوس، اھو تون ئي تہ ھئين جنهن مون کي ڪوڙھہ کان آجو ڪيو، سو جيڪڏهن مان ھي بہ نہ ڪريان تہ ڇا ڪريان؟“ ھو اڳتي وڌيو ۽ ھوريان ھوريان ھلندي شهر جي پوئين گيٽ کان ٻاهر نڪري شهر کان پرتي وڃڻ لڳو، جتي ھن ھڪڙو ماڻهو ڏٺو، جيڪو زاروقطار روئي رهيو ھو، ھن پڇيس تہ ”تون ڇو روئي رهيو آھين؟“ ان ماڻهو ڏٺس، سڄاتائينس ۽ چيائينس تہ ”مان تہ مري ويو ھوس، توئي تہ مون کي جيئرو ڪيو ھو، سو جيڪڏهن مان روئان نہ تہ ڇا ڪريان؟“ اوھان ڄاڻي ويا ھوندا تہ ھو ڪير ھو، آسڪر وائلڊ جي لکيل ھي لکت مون کي پسند آھي.

ڪجھہ ڏينهن اڳ سوجهري مون کي فون ڪري ٻڌايو ھو تہ ھن وٽ منهنجي ڪتاب سنڌ، سنڌي، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ساھت جي ڪاپي موجود آھي. اڄ جڳديش چيو پئي تہ ڪيس اھو ڪتاب گهرجي. مان پڙھندڙن کي عرض ٿو ڪريان تہ مهرباني ڪري اھو ڪتاب پڙھو ۽ ڏسو تہ مون ان ڪتاب تي ڪيتري محنت ڪئي ھئي. تمام سولي سنڌيءَ ۾ مان سنڌ جي تواريخ لکي ويو آھيان. اھو ڪتاب ٻن حصن ۾ آھي ۽ ٻئي حصا پڙھڻ جهڙا آھن، مون وٽ ناھن.

اڄوڪي سياست ۾ ڪي ھڪڙو بيو لفظ ”تحفظات“ بہ ڏنو آھي، معاملو کهڙو بہ ھجي، ڪا نہ ڪا ڌر ضرور چوندي تہ ”ان معاملي تي اسان کي تحفظات آھن“، اھو چوڻ بدران تہ ”انهيءَ معاملي فلاڻي ڳالھہ تي اسان کي اعتراض آھي.“ جيڪڏهن اوھان چيو تہ اوھان کي تحفظات آھن تہ اوھان کي ڪامياب سياستدان ليکيو ويندو.

جديد سياست هن ملڪ کي بلڪل نئين رخ ۾ وٺي ويئي آهي، هرڪو پيو ڳالهائي، سڀئي پيا ڳالهائين، ڪي گڏجي پيا ڳالهائين ته ڪي هوائن ۾ پيا ڳالهائين، ڪي جلسن ۾ پيا ڳالهائين ته ڪي ميٽنگن ۾ پيا ڳالهائين، مطلب ته سڀئي پيا ڳالهائين. اهو سلسلو ڇهن اٺن مهينن کان پيو هلي. پاڻ ڏسون پيا ته انهن ڇهن اٺن مهينن ۾ ڪو به ڪڙتيل (نتيجو) نه نڪتو آهي. پاڻ چاٽون به تا ته ان مان ڪو به نتيجو (ڪڙتيل) نڪرڻو ناهي ته پوءِ اهي جيڪي ڳالهائين پيا، سي ڪنهن کي بيوقوف پيا ٺاهين؟ منهنجي هڪڙي اک زيرو آهي، پر مان فقط هڪ اک سان ڏسي به سمجهي سگهان ٿو ته اسان کي ڪيڏانهن نيو پيو وڃي، پن اکين وارن کي ته مون کان وڌيڪ سمجهه ۽ ڄاڻ آهي. هرڪو ٿو چاٽي ته اهي ڳالهيون فقط تيستائين دل وندرائڻ لاءِ آهن، جيستائين ڪو وڏو نڪاءُ نه ٿو ٿئي. ڳالهائڻ ۽ ڳالهين جي رفتار ٻڌائي ٿي ته اوچتو ئي اوچتو ڳالهيون بندٿي وينديون ۽ ائڪشن شروع ٿي ويندو. جنهن وقت اها گهڙي آئي پاٽيهي پاڻ پڌرو ٿي ويندو ته سڀئي ڳالهائيندڙ ڏريون پاڻ ۾ ٺهيل هيون. في الحال مون کي عمران خان پسند آهي. ڳالهائين ته سڀئي پيا پر عمران خان "تحفظات" ۽ "مشاورت" جهڙا خوفناڪ لفظ ڪتب نه آڻيندو آهي. جڏهن ته نواز شريف فقط تحفظات ۽ مشاورت وارا به اکر ٻوليندو آهي.

ڪمپيوٽر، ٽيليفون، موبائيل وغيره جهڙا اجايا ۽ بيڪار اوزار اسان ۽ اوهان جهڙن عام ماڻهن جي استعمال لاءِ آهن، سياستدان اهي بيڪار اوزار استعمال نه ڪندا آهن. " هن وقت گهٽا وڳا آهن" اهو پڇڻ لاءِ به سياستدان ميٽنگون ڪندا آهن. اوهان ٽي وي ۽ اخبارون غور سان ڏسو، اوهان محسوس ڪندا ته هي سياستدان هڪٻئي سان فون يا موبائيل تي ڪڏهن به نه ڳالهائيندا آهن ۽ هڪٻئي سان فقط ميٽنگن ۾ ئي ملندا آهن. "تنهنجي گهر ۾ اڄ ڇا رڌيو (پڪو) آهي." جهڙي ڳالهه پڇڻ لاءِ به پن سياستدانن کي هڪ ٻئي سان ميٽنگ ڪرڻي پوندي آهي. مزيدار يا عجيب ڳالهه هيءَ آهي ته "هن وقت گهٽا وڳا آهن"، ۽ "تنهنجي گهر ۾ اڄ

چا رڊيو آهي،“ جهڙن معاملن تي ميٽنگن ڪانپوءِ ٻئي سياستدان ميڊيا وارن سان ائين ڳالهائيندا آهن، جيئن هنن ڪو وڏو سياسي معاملو حل ڪيو هجي!

گهڻو وقت اڳ فيض احمد فيض چيو هو ۽ شايد حبيب جالب کي چيو هئائين ته، ”هي ملڪ سدائين ائين ئي هلندو رهندو.“ فيض صاحب کي اها ڄاڻ هئي ته جيڪڏهن ملڪ رهندو ته ائين ئي هلندو رهندو، پر خرابي ڪهڙي آهي، جيڪڏهن هي ملڪ ائين ئي هلندو رهندو ته.

# زمانوءِ زمانا

! مان جو بيڪار تي ويس، تنهن ۾ ڏوهه زماني جو هو.

! اسان وارو زمانو ئي غلط هو، هر ڪنهن کي شوق هو، فلسفي ۽ جينيس ٿيڻ جو. ڪو خليل جبران پڙهندو هو تہ ڪو ارسطو، فرسطو يا سقراط پڙهندو هو. هڪڙو گروهہ اهڙو بہ هو، جنهن ٺيڪو کنيو هو، آڪسفورڊ انگريزي ڊڪشنري سڄي بر زبان ياد ڪرڻ جو، مون انهيءَ گروهہ جي ڪجهہ شاگردن کي ڪاليج جي زماني ڪانپوءِ پان کائيندي ۽ اردو جي خوفناڪ قسم جي شاعري ڪندي ڏٺو. اهو زمانو ئي اهڙو هو،جنهن ۾ مان ننڌٽڪو تي ويس، جو اهڙي زماني ۾ اڪيلو هجڻ ۽ اڪيلو رهڻ ذهني سلامتيءَ لاءِ خطرناڪ هو. منهنجو ڪو گروهہ نہ هو، ڪو ساٿي نہ هو ۽ ڪو بہ سنگتي نہ هو، چو تہ منهنجي داخلا فلسفي ۾ هئي، تنهن ڪري مون تي اجايو ۽ خوامخواهہ فلسفي جو ليبل لڳل هو، جيتوڻيڪ مون ارسطو، فرسطو ۽ سقراط وغيره ڪڏهن بہ نہ پڙهيا.

! انهيءَ زماني ۾ بي خوفناڪ شئي، جا ايري رهي هئي، سا هئي روسي اديبن۔جون لکڻيون. روسي ناول هوريان هوريان ڇائنجي رهيا هئا. مان انهن ڳالهين کان پري هوس ۽ حيرت ۽ احساس ڪمتريءَ سان زماني کي ڏسندوهوس. اهو زمانو سڄي جو سڄو ۽ سمورو غلط هو. خلقت جي وڏي لوڏ شاعر ۽ ليکڪ تي وئي، اهو انسان جو وڏي پيماني تي زيان هو.

! تنهن ڪانپوءِ جو زمانو بدليو تہ مارڪس جو فلسفو پاڙون وٺڻ لڳو، انهيءَ فلسفي جو ارسطو ۽ فرسطو جي فلسفي سان يا ارسطو جي منطق سان ڪو بہ تعلق نہ هو. اهو اقتصاديات (ايڪانامڪس) جو هڪڙو بنيادي زاويو هو. اهي سيئي ڳالهيون

مان پري ڪان بنا ڪجهہ سمجهڻ جي ڏسندو هوس ۽ بيزار ٿيندو هوس، جو مون کي غلط يا صحيح نموني ارسطو وارا منطق (لاجڪ) وٽندا هئا.

! انهيءَ هڪڙي زماني ۾ ڪيئي زمانا هئا، جيڪي مون تي عمل ڪري مون کي احساس ڪمتريءَ جو شڪار ڪندا رهيا. پاڪستان جي ٺهڻ ڪري جا خلق حيدرآباد ۾ ۽ ڪاليجن ۾ گڏ ٿي وئي هئي، سا آفيسرن جي اولاد جو وجود ڪائي وئي، مان ننڍڙڪو ٿي ويس. جي مون ايم اي نہ ڪئي تہ منهنجو ڏوهہ نہ هو، جي مون ڏيان ۽ خيال سان پڙهائي نہ ڪئي تہ ان ۾ منهنجو ڏوهہ نہ هو، جي مون تميزواري ڪا نوڪري نہ ڪئي تہ ان ۾ بہ منهنجو ڏوهہ نہ هو، مان هيسيل ۽ ڊنل هوس. منهنجي ان زماني ۾ سمايل سيئي زمانا انهن لاءِ خوشبخت هئا، جيڪي سماجي طرح ڪشمڪش ۽ جدوجهد ۾ هئا، مان مارجي ويس.

! حقيقت ميڄڻ ۾ ڪو بہ عار نہ هجڻ گهرجي، زماني ۽ زمانن جي گردش ۽ عملن منهنجو ذهن ائبنارمل ڪري ڇڏيو، جا نوڪري مون سنڌ يونيورسٽي ۾ ڪئي، سا تماشو هئي. مون جا وڪالت ڪئي هئي، سا بہ هڪ تماشو هئي، زماني ۽ زمانن جي اعمالن مون کي اهڙو اپاهج ڪري ڇڏيو جو مان پنهنجي گهر ۽ ٻارن جي پڙهائي جي باري ۾ بہ ڪا احساس برتري رکي سگهان. هڪڙو گٽر هو، جنهن ۾ مان وهندوهليو آهيان، جي هاڻ ڪٿي مون کي واهہ واهہ ٿي ملي تہ منهنجيون اکيون پرجيو اچن. سڀ غلط آهي، سڀ ڪجهہ غلط آهي. فقط حسن علي عبدالرحمان گرانٽ/ايوارڊ صحيح آهي، جو صحيح رخ ڪان ۽ صحيح شخصيتن طرفان آيل آهي، شايد منهنجا ڏينهن بدلجڻ لڳا آهن، شايد زمانو آرس پيچي رهيو آهي.

! انهن سيني زمانن جي هلندي ۽ انهن سيني زمانن سان گڏ، هڪڙو اهڙو گندوءَ تمام ڊگهو زمانو بہ هليو، جيڪو منهنجي دل جي وس ڪان ٻاهر هو. سڄو معاملو دل جو هو ۽ اهو زمانو اڄ مان ڄاڻان ٿو تہ سيني زمانن ڪان وڌيڪ منحوس هو، مون جيڪي ڪجهہ لکيو، تنهن جون بنيادون انهيءَ زماني ۾ دفنايل آهن، جي

اوهان کي منحوس ٽيٽو آهي تہ اڄ ئي ڪو عشق ڪريو. عجيب ڳالهہ اها آهي تہ مان بدڪردار ڪڏهن بہ نہ هوس، فقط بيوقوف ۽ ٽورڙو ڳڏهہ هوس.

! فيصلا ٽيندا آهن، ماڻهوءَ جي مرڻ ڪانپوءِ. ماڻهوءَ جي مرڻ ڪانپوءِ ڄاڻ پوندي آهي تہ ڪير ڪيترو غلط يا صحيح هو، ماڻهوءَ جي لياقت ۽ اهميت جي ڄاڻ بہ موت ڪانپوءِ ظاهر ٿيندي آهي. مون بابت فيصلو ڪرڻ/ ٽيڻ تائين اوهان بہ انتظار ڪريو ۽ مان بہ انتظار ٿو ڪريان.

! انهن زمانن هلندي مون هڪڙي نجوميءَ کان پنهنجي قسمت بابت پڇيو هو، هن چيو تہ "بند آهي". مون سندس مطلب نہ سمجهيو هو، جو مون کي نجوم جي ڄاڻ نہ هئي. اڄ جڏهن مان نجوم ڄاڻان ٿو تہ تڏهن اهو بہ ڄاڻان ٿو تہ نجوميءَ جو مطلب هو تہ منهنجا نصيب بند آهن. ٻيو نجومي منهنجو پيءُ هو، جنهن مون کي چيو هو تہ، تون وڏو بدنصيب آهين، بابا نجوم نہ ڄاڻندي بہ وڏو نجومي هو، اهو سڄو زمانو خراب ۽ بدنصيبي جو هو.

! حياتيءَ کي جي مان زمانن ۾ ورهايان، جيئن هتي مون ڪيو آهي، تہ اها وڏي غلط ڳالهہ ٿيندي. سڄي حياتي هڪڙو ئي ڏکو زمانو آهي، جنهن جي پڇاڙي ٻيلاپو آهي، زماني جي انهيءَ پڇاڙي ۾ ٿڪ وسريو وڃن ۽ هڪڙي ننڍڙي سفر تي روانو ٿيڻ جي تياريءَ ۾ گنبيرتا ڇهري تي ڇائنجيو وڃي.

# سوشل سائنس

• جسم اهو ساڳيو ئي هجي، پر حياتيون گهڻ ۾گهٽ چار ڇهه هجن، اها آهي منهنجي ڊماند قدرت کان. هڪڙي حياتي ته هجي مون کي منهنجا پنهنجا ڪارا ڪرتوت ٻڌائڻ ۽ لکڻ لاءِ باقي پنج ڇهه حياتيون هجن ٻين جا ڪارا ڪرتوت ٻڌائڻ ۽ لکڻ لاءِ.

• بي اي جي انگريزي ڪورس ۾ اسان لاءِ هڪڙو ڪتاب هو، جنهن جو نالو هو سوشل هسٽري آف انگلينڊ سنڌ ۾ اڄ تائين ان پائي جي سوشل هسٽري آف سنڌ نه لکي وئي آهي. منهنجانه فقط افعال بچڙا آهن ۽ نه فقط ڳالهائڻ به گندو آهي، پر منهنجو لکڻ اڪثر آپي کان ٻاهر هوندو آهي. سنڌ جي يونيورسٽين ۾ ٿي ڳالهيون عجيب آهن. هڪڙي ڳالهه ته اها آهي ته سنڌي ڊپارٽمينٽ وارا شاگردن کي سنڌي سيکارڻ بدران ”سنڌي ادب“ سيکاريندا رهيا آهن، بنا اهو سمجهڻ جي ته ڪنهن به ٻوليءَ جو ادب سيکاريو نه ويندو آهي. اديب قدرت جي پيداوار آهن ۽ دنيا جو ڪو به وڏو ماستر ڪو هڪڙو اديب به پيدا نٿو ڪري سگهي. سو سنڌي ڊپارٽمينٽن جي ماسترن(جيستائين هيٰ هلن پيا) کي گهرجي ته شاگردن کي سنڌي اکرن ۽ سنڌي لفظن جا اچار سيکاريو ۽ جيڪڏهن سنڌي لفظ اچارڻ ۾ تڪليف ٿئين ته انهن رٽائرڊ پروفيسرن جي مدد وٺن، جيڪي 1973ع ۽ 1974ع ۾ ٽي وي تي ڳ، ٻ، ڏ، ڄ ۽ ڃ جا اچار سيکاريندا هئا. يونيورسٽين بابت ٻي عجيب ڳالهه اها آهي ته جاگرافي ڊپارٽمينٽ جو نالو نشان نظر نٿو اچي ۽ جي هجي ها ته ڪنهن يونيورسٽيءَ ضرور ڪو اهڙو ائٽلس (Atlas) ڇپايو هجي ها، جيڪو يورپ جي ڪنهن ملڪ ۾ ڇپيل ڪنهن ردي ۾ ردي ائٽلس جهڙو ته ضرور هجي ها. يونيورسٽين

جي شاگردن کي اها خبر ئي ناهي تہ ائٽلس کهڙي بلا جو نالو آهي ۽ جن ائٽلس ئي نہ ڏٺو آهي، تن کي ڪهڙي ڄاڻ تہ ڪهڙو ملڪ ڪٿي آهي، ڪهڙو جبل ڪٿي آهي، ڪهڙي ندي ڪٿي آهي.

• ڳالهيون تہ سيئي مزيدار آهن، پر سنڌ يونيورسٽي جي انهن ڊپارٽمينٽن جون ٿيسزون ڏسڻ وٽان آهن، جيڪي سنڌيءَ ۾ لکيل آهن. اوهان ڄاڻو ٿا تہ ٿيسز ڪيئن لکبي آهي؟ اوهان ڪيئن ڄاڻندا جڏهن اهي پاڻ بہ نٿا ڄاڻن جن اهي ٿيسزون لکيون آهن، جن انهن جا انٽرويوز ورتا آهن، جن هنن کي پاس ڪري هنن جون مانيون کاڌيون آهن ۽ جن انهن ڪئنڊيڊيٽس کان ماڪيءَ جا شيشا ۽ اصل نج ڳوٺاڻو گيهہ ورتو؟ سو اوهان ڪيئن ڄاڻندا؟ اوهان مهرباني ڪري ٻاهرين ملڪن جا ريسرچ مئگزين پڙهو. چڱو پلا اوهان پنهنجي يونيورسٽين جي ڪيمسٽريءَ، فزڪس، اسٽيٽسٽڪس، باٽني، ايم بي اي، ايم پي اي ۽ بين انهن سائنس سبجيڪٽس جون ٿيسزون ڏسو، ڊيگهہ ۾ وڃڻ جي ضرورت ناهي. انهن ٿيسزن جو فقط پهريون صفحو پڙهو، مٿان ئي مٿان لکيل هوندو آهي Placittum (پلئسيٽم) جنهن ۾ بلڪل ڪليل لفظن ۾ لکيل هوندو آهي تہ ريسرچ ڪندڙ اهڙي ڪهڙي نئين ڳالهہ ثابت ڪرڻ ٿو چاهي جا اڳي ثابت ٿيل ناهي، يا ريسرچ ڪندڙ اهڙي ڪهڙي ڳالهہ غلط ثابت ڪرڻ ٿو چاهي، جا اڳي صحيح سمجهي ويندي هئي. اها هوندي آهي ٿيسز(ريسرچ) جي شروعات. هاڻ اوهان سنڌالاجي ۾ رکيل ٿيسزون ڏسو، هرهڪ ٿيسز جي شروعات ڏهن پندرهن صفحن جو تت اهو ئي هوندو (لکندڙ کهڙو بہ ٿارزن هجي) تہ، ”مان ايم اي ڪرڻ کانپوءِ بہ پنهنجو پاڻ کي جهالت جي اوڙاهہ ۾ سمجهندو هوس، انهيءَ جهالت جي اوڙاهہ ۾ علم جي روشني نہ هئڻ ڪري ان اوڙاهہ ۾ گهپ اوندهہ هئي، جنهن ۾ مان علم جي روشني حاصل ڪرڻ لاءِ چئني پاسي هٿوڙايون هڻندو رهيس. اوچتو مون تي روشني جي لاٽ پئي ۽ مون مٿي نهاريو، اتي مٿي منهنجو محسن، منهنجو استاد، منهنجو پروفيسر ڊاڪٽر فلاڻو ٽارچ کنيو بيٺو هو، جنهن مون کي ٽارچ جي روشني ڏيکاري جهالت جي انهيءَ اوڙاهہ مان

ڪڍيو ۽ مون تي علم جا چار ئي طاق روشن ڪري ڇڏيا.“ اها نہ تہ ڪجهہ اهڙي ئي قسم جي تمهيد/شروعات انهن سڀني ٿيسزن جي هوندي آهي ۽ پوءِ هوندا آهن حوالا جيڪي انهن پروفيسرن ۽ گائيڊن جي ڪتابن مان هوندا آهن، جن وٽ candidate جي ٿيسز بحث ۽ انٽرويو لاءِ وڃڻي هوندي آهي. ڪمال اهو آهي تہ ڪنهن بہ ٿيسز ۾ اهو ڄاڻايل نہ هوندو آهي تہ اها ٿيسز ڪهڙي ٿيوري غلط ثابت ڪرڻ لاءِ لکيل آهي ۽ ڪهڙي اڳ غلط ثابت ٿيلَ ٿيوري کي صحيح ڪرڻ لاءِ لکيل آهي. ٻيو ڪمال اهو آهي تہ انهن سڀني کي ڊاڪٽوريٽ جو خطاب عطا نيل آهي ۽ انهن مان ڪا هڪڙي ٿيسز بہ ڪنهن سلڇڻي استاد نہ پڙهي آهي. ڪنهن جي ٿيسز جو عنوان آهي تہ ”فلاڻو عظيم اديب هو“ تہ ٻئي ٿيسز جو عنوان انهيءَ ساڳئي اديب بابت آهي تہ ”هو اجا بہ وڏيڪ عظيم ليکڪ هو“. ۽ ٽئين ٿيسز ۾ آهي تہ ”هو اجا بہ وڏيڪ عظيم ليکڪ هو“ آخر اها مشڪري ڇا جي آهي؟ سنڌالاجي ۾ پيل ڪنهن بہ ٿيسز ۾ اهو لکيل ناهي تہ اها ٿيسز ڪهڙي نئين ڳالهہ تي ثابت ڪري يا ڪهڙي اڳ ثابت ڪليل ڳالهہ غلط ثابت تي ڪري.

• مشڪل هي آهي تہ اوهان سنڌي ڳالهائيندڙن ۽ فقط سنڌي پڙهندڙن سان سنئون سڌو سچ ڳالهائيندي بہ ڊپ ٿو لڳي جو اوهان ڳالهہ جو جواب ڳالهہ سان ڏيڻ بدران سڌو پادر ۾ هٿ وجهندا آهيو. جا ٻولي ڳالهائڻ ۾ سولي هوندي سا ضرور انهن ٻولين تي چڙهت ڪري ويندي جنهن جا اکر ڳالهائڻ ۾ ڏکيا هوندا اها معمولي ڳالهہ بہ اوهان سمجهڻ کان ۽ مڃڻ کان انڪار ڪندا. ٻيون جيڪي ڪرٽيون هيون سي وسري ويون. اخبار ۾ هڪ مزيدار خبر آهي تہ هاڻ ٻارن کي مفت سنڌي ڪتابن سان گڏ سي ڊيز بہ ڏنيون وينديون جيڪي جرمن حڪومت سنڌ صوبي تي مهرباني ڪيون آهن. پهرين انهن کان حساب وٺو. انهن سنڌي ٽائپ رائيٽرن جو، جن جو نالو ”المصطفيٰ“ هو ۽ جيڪي نهرائڻ لاءِ هڪ ٽولي يونيورسٽيءَ جي خرچ تي يورپ گهمي پوءِ اچي اهو ٽائي رائٽر پاڪستان ۾ نهيو هو ۽ تمام گهٽي واهہ واهہ ڪانپوءِ اهو ٽائيپ رائٽر قسطن تي

ٻہ ڏنو ويو، ڪجهہ ادارن ڪان زوريءَ خريد بہ ڪرايو ويو. ڪو هڪڙو ٽائپ رائيٽر ڪنهن سنڌي اخبار بہ خريد نہ ڪيو ۽ اهو ٽائيپ رائٽر ڪنهن سنڌيءَ جي گهر ۾ڪنهن پراڻي ڪبٽ مٿان يا پڳل چنل ڪٹ هيٺان يا ڪباڙين وٽ نظر اچڻ لڳو. اوهان ڏسجو تہ اهي سنڌي ڪتاب ۽ سي ڊيون جيڪي جرمنيءَ وارا ڏيئي رهيا آهنَ تن جو حشر سال ٻن ۾ ڇا ٿو ٿئي. اڳي يونيورسٽيءَ جا پئسا هئا ۽ هاڻي جرمنيءَ جا پئسا آهن، پر خانو خراب هر حال ۾ سنڌين جو ٿيو هو ۽ هاڻ بہ ٿيندو.

• يورپ ۽ آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌين جا ٻار ڇا انگريزي ٻولي سمجهڻ لاءِ ڊاڪٽر الانا ۽ سائين ڪان سمجهاڻي وٺندا آهنَ؟ مان اوهان جو ليڊر نہ آهيان، دانشور نہ آهيان، ايڪس وائيس چانسلر نہ آهيان، پر مان تہ بہ اوهان کي چوان ٿو تہ سڄي توجهہ انگريزي ۽ انگريزي ۾ لکيل سائنسي ڪتابن تي ڏيو. نالو مون کي نٿو اچي پر هڪڙي ”شاهہ“ مائي هئي، جنهن وڏي فخر سان رجسٽرار آفيس ۾ مون کي چيو هو تہ ”اها اسان سنڌين لاءِ وڏي فخر جي ڳالهہ آهي جو ڊاڪٽر الانا سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيو آهي،“ مانَ جواب ڏنو تہ ”اها سنڌ يونيورسٽيءَ جي بدقسمتي آهي جو سنڌيءَ جو پروفيسر سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيو آهي.“ ان مائيءَ کي اها ڳالهہ ۽ منهنجو نالو ياد هوندا.

• هن ليک ۾ بئلينس ڪونهي، پر مون ۾ بئلينس هو ڪڏهن جو هن ليک ۾ هوندو؟

# اجايون ڳالهيون

تاريخ چئبو آهي Date کي، تاريخون چئبو آهي Dates کي ۽ تواريخ چئبو آهي، هسٽري کي، پر الائجي ڇو سنڌي لکندڙ بہ اردو ۽ هندي ليکڪن وانگي هسٽري کي تاريخ لکندا آهن. هسٽريءَ لاءِ سنڌي لفظ تواريخ آهي، نہ کي تاريخ اها ئي تمهيد هاڻ کوت شروع.

بلڪل غلط ڳالهہ آهي تہ ڪراچي بندرگاهہ اڳاڻو ديبل بندر آهي، مان ورجايان ٿو تہ ديبل بندر اجوڪو ڪراچي بندر نہ هو، حقيقت ۾ اهو ديبل بندر جتي عربن جا سامونڊي ٻيڙا لنگر انداز ٿيندا هئا، سو اتي هو،جتي هاڻي گوادر ٺاهيو ويو آهي. مان وري بہ ورجايان ٿو تہ اهو ديبل بندر جتي محمد بن قاسم جي منجيق ڪٽي ايندڙ ٻيڙو لنگر انداز ٿيو هو، سو اتي ئي اهو، جتي اجوڪو گوادر بندر جوڙيو ويو آهي.

جنهن زماني ۾ انگريزن اچڻ شروع ڪيو هو، ان زماني ۾ بلوچستان جو سامونڊي ڪنارو ڪولاچي بلوچ قوم جي ڪري آباد هو. انگريزن جيڪو نالو ان علائقي کي ڏنو، سو هو ڪولاچي، جيڪو قري گهري ڪراچي ٿي ويو. اڄ بہ ڪراچي، لسٻيلو ۽ لياري وارا علائقا ڪولاچي قوم سان سٽيل آهن. جيئن هندستان وارن بمبئي نالو بدلائي ممبئي رکيو تيئن ڪراچي جو نالو بدلائي ڪولاچي رکڻ گهرجي. مان نوان سوال نہ پيو اٿاريان. مان فقط هلڪن اشارن سان سنڌ ۽ بلوچستان جي تواريخ جو رخ صحيح پيو ڪريان.

اجوڪي سنڌ صوبي جو واسطو اصلوڪي اڳاڻي سنڌ سان فقط ايترو آهي تہ سکر ضلعي جو ڪجهہ حصو اصلوڪي اڳاڻي سنڌ ۾ هو، محمد بن قاسم زميني رستي گهوڙن تي چڙهي اچي

اصلوڪي سنڌ تي حملو ڪيو هو، صاحب پاڻ سڌو بلوچستان ۾ داخل ٿيو هو، پر سندس منجيق سامونڊي رستي اجوڪي گوادر ۾ ديبل بندر وٽ پهتي هئي، جتان ڪٽائي الور پهچائي وئي هئي.

بحث مباحثي لاءِ مون وٽ نہ وقت آهي نہ دماغ، مان ٿڪل، ٽٽل ۽ پريل ماڻهون آهيان. حقيتن جيٰ مون ڪي ڄاڻ آهي، ڇو تہ مان پاڻ بروهي آهيان، تنهن ڪري مون کي اهو چوندي ڪجهہ عجيب ٿو لڳي تہ راجا ڏاهر بروهي هو ۽ اصلوڪي سنڌ جا حڪام بروهي ڳالهائيندڙ بروهي هئا. اهو بلڪل ائين هو، جيئن قلات جو حاڪم بہ بروهي ڳالهائيندڙ رهيو آهي، جنهن کي اصلوڪي سنڌ چيو ٿو وڃي، تنهن ۾ قُلات بہ شامل هو، فقط گادي جو هنڌ الور هو، جنهن سنڌي تواريخ نويسن کي منجهائي ڇڏيو آهي.

جيڪو سنڌي اسڪرپٽ 1844ع ۾ نهيو، سو ڪيئن موهن جي دڙي واري اسڪرپٽ سان لاڳو ٿي سگهي ٿو؟ صاف ظاهر آهي تہ موهن جي دڙي واري اسڪرپٽ جا جزا سمجهڻ لاءِ ڪو ٻيو اسڪرپٽ ڳولهڻو پوندو. مونکي ڄاڻ ناهي تہ بروهي ٻولي جو پنهنجو بہ ڪو اسڪرپٽ هو يا نہ پر مونکي اها ڄاڻ آهي تہ بروهي ٻولي آرمائڪ ٻولين جي خاندان مان آهي ۽ آرمائڪ ٻوليون نہ فقط ڳالهايون ويندڀون هيون پر لکيون بہ ويندڀون هيون. منهنجو ذاتي خيال آهي تہ پهرين ڪوجنا ڪري بروهي ٻولي جو اسڪرپٽ هٿ ڪجي تہ موهن جي دڙي وارو اسڪرپٽ سمجهہ ۾ اچي ويندو، ڇو تہ موهن جي دڙي تي ڪانياواڙ وارن جو بہ اثر هو تنهن ڪري ٿي سگهي ٿو تہ پارت مان ئي ڪو اهڙو اسڪرپٽ هٿ اچي وڃي. ڳالهہ تہ عجيب آهي پر اها حقيقت آهي تہ پارت ۾آندرا پرديش پاسي هڪڙيون بہ قومون اهڙيون بہ آهن، جيڪي ساڳي بروهي ٻولي ڳالهائيندي بہ پنهنجين ٻولين جا الڳ نالا وٺندا آهن.

ڪرد بہ بروهي ڳالهائيندا آهن ۽ ان کي ڪردش چوندا آهن. اهو سچ پچ تہ ڪمال آهي تہ ڪرد ۽ بروهي ساڳي قومۀ ساڳيا ماڻهو آهن پر هڪڙا پاڻ کي بروهي سڏائين ۽ ٻيا پاڻ کي ڪرد سڏائين جيتوڻيڪ ٻولي ساڳي ڳالهائين.

مان جسماني ۽ ذهني طرح اپاهج ٿيندو پيو وڃان. مون ۾ سگهه ناهي تہ مان بحث مباحثو ڪريان. جي مون ٿورو عقل ڪان ڪم ورتو هجي تہ ها تہ اڄ مان مظهر الحق صديقي صاحب کي مڃائي ويو هجان ها تہ موهن جي دڙي جي اسڪرپٽ پڙهڻ لاءِ ڪا ڪاميٽي جوڙي ان کي پارٽ وغيره وجهڻ جا اختيار ڏئي پر اها ڪاميٽي اهڙي نہ هُجي، جنهن سنڌي ٽائپ رائيٽر ٺهرايو هو، اهو اسڪرپٽ وارو ڪم آرڪيالاجي وارن جي وس کان ٻاهر آهي.

مون پنهنجو گهڻو وقت اجايو وڃايو، پئسا بہ وڃايم ۽ سنڌي کي انگريزي اکرن ۾ لکڻ جي ڪوشش ۾ مغز ماري بہ ڪيم. ڇا ٿيو؟ ڪجهہ بہ نہ فقط مظهر لغاري ۽ تسليم زنئور سمجهي ويا تہ منهنجي جوڙيل اسڪرپٽ ۾ ڪيترو دم خم آهي. تواريخ تي بہ مون پنهنجو ڪافي وقت وڃايو، هاڻ مون توبهہ ڪئي آهي، ڪو بہ نئون ڪم ڪرڻو ناهي. چرچي ۽ مذاح کان پري ڀڄبو، پر منهنجا نصيب ڪجهہ اهڙا آهن جو ڪا بہ ڳالهہ ڪندو آهيان يا لکندو آهيان تہ بحث ڇڙيو پئي ۽ اها ڳالهہ منهنجي ڳلي پئجيو وڃي. مان ڳالهہ ڪري پڇتائيندو آهيان ۽ ماٺ منهنجي فطرت ۾ ئي ڪانهي، وڏا خوش قسمت آهن، اُهي جن جي فطرت ۾ ٽڪائي ناهي.

# عجيب ڏاريو

شهرن جي گهما گهميءَ کان پري ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ ۾ جنهن ۾ سک، چين ۽ ماٺ جو واسو هو، هڪڙي ننڍڙي گهر ۾ هڪڙا زال مڙس رهندا هئا. هڪڙي ڏينهن در جي ڪڙڪي تي ڏٺائون ته هڪڙو ڏاريو پنيءَ تي ڪا ڳري ڳوڻ ڪنيو بيٺو آهي، جنهن چيو ته منهنجي هي ڳوڻ رکو جا مان ڳوٺ ۾ پنهنجو ڪم ڪار لاهي اچي ڪٽي ويندس. زال ۽ مڙس چيو ته ڀلي رکي وڃ. ڏاريو اها ڳوڻ گهر ۾ رکي هليو ويو، اهو ڏاريو ان ڏينهن نه وريو ۽ ٻئي ڏينهن به نه آيو، سڄو هفتو نه آيو ۽ پوءِ سڄو مهينو نه آيو، اها ڳوڻ گهر ۾ اتي ئي رهي جتي اهو ڏاريو رکي ويو هو، پر هو پاڻ سڄو سال نه آيو، ائين ٻيو سال به گذري ويو.

هڪڙي ڏينهن زال مڙس صلاح ڪئي ته ڏسجي ته ان ڳوڻ ۾ ڇا آهي، ڳوڻ کولي جو ڏٺائون ته ان ڪي سونن سڪن سان ڀريل ڏٺائون، گهبرائجي ڳوڻ بند ڪري فڪر ۾ پئجي ويا، وقت ويو گذرندو، پر اهو ڏاريو نه وريو.

سخت غربت کان مجبور ٿي هڪڙي ڏينهن زال مڙس پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته ڳوڻ مان فقط هڪڙو سونو سڪو ڪڍي وڪڻي پنهنجو ڏکيو وقت گذارجي ۽ هٿ کلڻ تي اهو سونو سڪو وٺي موٽائي ڳوڻ ۾ رکجي. سو هنن ڳوڻ مان هڪڙو سونو سڪو ڪڍي وڪڻي ڇڏيو ۽ سندن غريب گهر ۾ خوشحالي اچي وئي، اها هئي شروعات، ڪجهه وقت ڪانپوءِ هنن ٻيو سڪو ڪڍي وڪيو ۽ پوءِ ٽيون سڪو وڪيائون، پهرين ته زال مڙس پاڻ سکيا ۽ آسودا ٿيا، پوءِ جيئن جيئن ٻيا سڪا وڪڻندا ويا، تيئن تيئن ڳوٺ به سکيو سهنجو ٿي ننڍڙو شهر ٿي ويو ۽ سونن سڪن جي دولت جي ريل ڇيل ڪري ڳوٺ وڏو شهر ٿيندو ويو ۽ سهڻي ماحول ۾ سمائجي ويو، زال مڙس

هوريان هوريان سڪا وڪڻندا ويا ۽ پاڻ وڏا ماڻهو ٿي ويا ۽ اهو ڳوٺ به وڏي گهما گهمي وارو وڏو ڪاروباري شهر ٿي ويو، اها سونن سڪن سان ستيل ڳوڻ وڏي هٿي ۽ اهو ڏاريو ڪڏهن نه وريو، اها آکاڻي آمريڪي ليکڪ مارڪ ٽئين جي لکيل آهي، جنهن جو نالو مسٽيريرس اسٽرينجر (Mysterious Stranger) آهي. اوهان جو خيال هوندو ته اها آکاڻي اڌوري لکيل آهي، پر ائين ڪونهي، اها اکاڻي مڪمل آکاڻي آهي، جنهن ۾ پڙهندڙن لاءِ پرولي آهي ته آخر اهو ڏاريو ڪير هو، جيڪو سونن سڪن سان پريل ڳوڻ ڇڏي پاڻ ڪڏهن نه موٽيو؟ ڇا اهو ڏاريو ڪو فرشتو هو، جنهن انهن غريب زال مڙس جي غربت ختم ڪري ڇڏي ۽ سڄي ڳوٺ جي ماڻهن کي سکيو سهنجو ڪري شهر گهما گهميءَ ۾ آڻي ڇڏيو؟ ڇا اهو شيطان هو، جنهن سونن سڪن سان ان ننڍڙي ڳوٺ جو سک چين ۽ امن امان، برباد ڪري انن کي شهري زندگي جي لالچ، حرص، حوس، چوري، چڪار، چالاڪين ۾ تبديل ڪري ڇڏيو؟ ڇا هو فرشتو هو، جنهن هن غريب زال مڙس جي قسمت بدلائي کين سکيو ۽ ڌنوان دولت مند ڪري ڇڏيو، يا هو شيطان هو جنهن هن سادن زال مڙسن کي حرص ۽ حوس جي ڄار ۾ ڦاسائي ڇڏيو؟

ظاهري طرح ها آکاڻي اڻپوري آهي، پر ”مارڪ ٽئين“ معمولي ليکڪ نه هو، هن کي وڏي ذات هئي، اها آکاڻي پاڻ پنهنجن سوالن جو جواب آهي. ”مارڪ ٽئين“ ٻڌائي ٿو ته ڏيکاري ٿو ته فرشتو ۽ شيطان ساڳئي سڪي جا به پاسا آهن. هڪڙي پاسي نقطه نظر کان ڏسبو ته اهو ڏاريو فرشتو نظر ايندو ۽ ٻئي نقطه نظر کان ڏسبو ته هو شيطان نظر ايندو. اوهان چوڏاري ڏسو هر هڪ ماڻهو ۽ هر هڪ ڪم فرشتي ۽ شيطان جي الڳ الڳ دائرن ۾ رکي سگهجي ٿو. ”مارڪ ٽئين“ جي آکاڻي ٿي ختم، پر مون کي احساس آهي ته مان هن ليک ۾ ”مارڪ ٽئين“ جو روح نه ڦوڪي سگهيو آهيان.

مون کي حيرت ٿي اهو ٻڌي ته سنڌ يونيورسٽي جي سوشل ورڪ ڊپارٽمينٽ جي رٽائرڊ پروفيسر سائين غلام رسول شاهه جي

ڇهن پنن مان ڪو بہ سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهي نہ ٿيل آهي. مون کي ياد آهي تہ سائين ڊاڪٽر الانا صاحب پنهنجي ٻار جي نوڪري جي درخواست تي هڪڙي نٽ ۾ اپائنٽمينٽ لکيو هو، شايد فائدا قانون ۾ وقت بدلجي ويا آهن. منهنجو ٻن ڪمرن جو گهر بلڪل فٽ پاٿ تي آهي ۽ بہ ڏاڪا جيڪي منهنجي در تائين اچن ٿا، سي ڪجهہ اهڙا آهن جو هر ڪنهن واٽهڙو جي هرو ڀرو بہ مرضي ٿيندي تہ منهنجو در وڄائي ۽ مان وينو بہ در وٽ هوندو آهيان، تنهن ڪري پاڙي ۾ ڪير ڪٿي رهندو آهي، بابت پڇڻ لاءِ هرڪو ڏاريو منهنجو در وڄائيندو آهي. اڳي مون لاءِ اهو ويل هو ۽ مان چتبو تي پوندو هوس، پر هاڻ مان ڪلي پوان ٿو جو مان ٻڌي نٿو سگهان، هاڻ سوال پڇندڙ بيوس ٿيو وڃن. شاباس هجي فيض کوسي کي جنهن منهن پوڙاڻ برداشت ڪري بہ مون کان ڪي ٽي اين لاءِ انٽرويو ورتو هو.

هڪڙي ڳالهہ مون کي سمجهہ ۾ نٿي اچي، مان سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ جنهن جو انٽرويو وٺبو آهي، تنهن کي ڇو پيسا نہ ڏبا آهن؟ جي هو اهڙو غير اهم آهي جو پيسا نہ لهي تہ هن جو انٽرويو ڇو ورتو ويندو آهي!؟ مان پنهنجي ڳالهہ تہ پيو ڪريان، مان تہ ڏهہ انٽرويو مفت ۾ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مان تہ واجهائيندو آهيان تہ ڪو مون کان انٽرويو وٺي، انٽرويو ڏيڻ ۾ فائدو هي آهي تہ لکڻ جي محنت نٿي ڪرڻي پوي، نقصان هي آهي تہ پيسا نٿا ملن.

هر ڪنهن کي فڪر آهي تہ ملڪ جو ڇا ٿيندو، بادشاهہ بہ گهڻو وقت حڪومت ڪري آخر بيزار ٿي چاهيندا آهن تہ ملڪ ختم ٿئي تہ سندن جند ڇٽي، اڳي معاملو سولو هو. ڪڏهن خلجي حملو ڪري ايندا هئا تہ ڪڏهن غوري حملو ڪري ايندا هئا. گهڻو اڳ آريا بہ ايتري گهٽائيءَ ۾ آيا جو سڄو هندستان هيٺ مٿي ٿي ويو. نادر شاهہ جي ڪاهہ تہ تاريخ جو سونهري حصو آهي، پر اڄوڪو زمانو مختلف آهي، هاڻي مانيٽا هوائي جهاز اچي بمباري ڪري هليا ويندا آهن ۽ ڪو بہ نادر شاهہ ظاهر نہ ٿيندو آهي. جيستائين پاڻ وٽ ڪالاباغ ڊيم جي ڊگڊگي هئي، وڄائڻ لاءِ تيستائين پاڻ کي فڪر نہ هو تہ ملڪ جو ڇا ٿيندو؟ هاڻ جڏهن اسان کان اها ڪالاباغ ڊيم

واري ڏگڏگي ڪسجي وئي آهي، ته اسان پريشان ٿي ويا آهيون ته ملڪ جو ڇا ٿيندو؟ پاڻ کي گهرجي ته وري ڪالاباغ ڊيم قسم جي ڪا ڏگڏگي وڄائي پنهنجي دل خوش ڪريون.

پر هن ملڪ جو آخر ڇا ٿيندو؟ انگريزيءَ ۾ ڪيلي کي چئبو آهي، بنانا ۽ بنانا ڪنٽري چئبو آهي اهڙي ملڪ کي جنهن جي حاڪميت ۾ پختگي نه هجي. هي ملڪ بنانا ڪنٽري ناهي، هنجي حاڪم جماعت تمام وڏيون قربانيون ڏيئي حاڪميت ۾ آئي آهي، ملڪ ۾ جيڪي به مسئلا آهن سي اڄڪلهه سڄي دنيا جا مسئلا آهن. سرحدن تي بندوقبازي ٿي رهي آهي، سا دراصل ڦڻاڪن جي راند آهي، چوڌاري جيڪي ملڪ آهن، تن سان تعلقات سٺا آهن، سو فڪر ڇا جو؟ اشفاق آذر جو سوال آهي ته ملڪ جاحاڪم ڇو پنهنجون ميٽنگون ملڪ کان ٻاهر ڪندا آهن، جواب آهي ته هي ملڪ بنانا ڪنٽري ناهي، صدر مشرف ڪا به ميٽنگ ملڪ کان ٻاهر نه ڪئي هئي، اشفاق کي اها ڄاڻ به ناهي ته ملڪ جو حاڪم ڪير آهن ۽ حاڪميت ڪٿي ۽ ڪنهن وٽ آهي. في الحال آئون سنئون سڌو پرويز مشرف جي پاسي آهيان.نالو ته مون کي ياد ڪونهي، پر ايجپٽ ۾ ڪو يهودي ڪلارڪ هو، جنهن فقط ڏهه شاهانه ڪهاڻيون لکيون هيون، جن مان هڪڙيءَ جو مطلب عجيب آهي، شهر جا سيئي ماڻهو فوج ۽ حاڪم سميت شهر خالي ڇڏي شهر کان ٻاهر اچي سامهون ڏسندي وحشين جي انتظار ۾ صبح سوير کان ويهن ٿا، ڏينهن ٽيجي ٿو وڃي پر هو وحشين جي اچڻ ۾ انتظار ۾ سامهون تڪيندا ٿا رهن ۽ بي چين ٿيندا ٿا وڃن. سج لهڻ وقت تائين هو نااميد ٿي ڳرن پيرن سان شهر ۾ موٽي ٿا وڃن. پوءِ شاعر ٿو پڇي ته وحشي ماڻهو جو نه آيا ته هاڻ انهيءَ شهر جي نجات ڪيئن ٿيندي؟ سو مان اوهان کان ٿو پڇان ته جي سرحدن تي اها ڦڻاڪي بازي بند ٿي وئي ته پوءِ پاڻ اخبار ڇو پڙهنداسين ۽ ٽي وي ڇو ڏسنداسين؟ فيض احمد فيض کان ڪنهن اخبار گهري، فيض ٻڌايس ته هو اخبار نه گهرائيندو آهي، نه اخبار پڙهندو آهي. هن ماڻهو حيران ٿي چيس ته اخبار ته ضرور پڙهڻ گهرجي، فيض احمد فيض ڪنڌ ڌوڻيندي چيو ته ها، ڪڏهن ڪڏهن ڏسي وٺڻ گهرجي.

# حليم دي گريٽ

گهنور خان جتوئي

مان بہ حليم صاحب جيان پا ڻ کي چوٽي جو بدنصيب سمجهندو آهيان. ڇو تہ مون جيڪو ڪجهہ حاصل ڪرڻ چاهيو آهي، اهو مون کي نہ مليو ۽ جيڪو مون نہ چاهيو سو وري سدائين منهنجي مٿي ۾ لڳو آهي. شايد حليم صاحب ۽ ان جهڙا ٻيا سمورا ڏڪاريل، تعصب ۽ جهالت جا شڪار ماڻهو خراب آهن يا تہ اسان جي ڪلچر ۾ ڪا وڏي خوفناڪ قسم جي گڙ ٻڙ آهي. جو اهڙن ذهين، محبت ڪندڙ، حساس دل رکندڙ ولين جو ڪو قدر ڪونهي. پيدا گير، ٺڳ، ڪوڙا ۽ منافق تمام گهڻو خوش آهن ۽ وتن ٿا پستيون هٽندا. اهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجي ڪرسي ۽ عهدي بچائڻ لاءِ گڏهہ کي ابو چون اهي سدائين خوش ۽ خوشحال هوندا آهن.

حليم بروهي صاحب گهڻو تڻو ڪل يوڳ واري حوالي سان سڄاتو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ چيو ويندو آهي تہ تمام گهڻو ڏڪويل ۽ واحيات روين جو شڪار ماڻهو ئي وڃي، مزاح جو سهارو وٺندو آهي، گهڻو ڪري گورڪي، لينن تي لکيل هڪ خاڪي ۾ لکيو آهي تہ ”جنهن ماڻهوءَ ۾ جيتري ڏاهپ هوندي آهي اهو اوترو ئي گهري ڏک جو شڪار هوندو آهي.“ خود لينن گورڪيءَ کي چيو تہ ”زندگيءَ ۾ جهيترو ڏک آهي اوترو ئي مزاح بہ آهي“ حليم بروهي صاحب جي مزاج ۾ هڪڙي ڳالهہ آهي تہ هو ڪلائي بہ ٿو ۽ سوچڻ تي مجبور بہ ڪري ٿو. بروهي صاحب جي مزاج ۾ جاسوسي کهاڻين پنيان هڪ تمام ذهين ۽ اهل دل

مفڪر ۽ سنجيده تواريخ نويس هميشہ موجود نظر اچي ٿو. هو چوندو آهي تہ ”مان فقط قدرت جي اڳيان جهڪيو هوندس ڪنهن بہ ماڻهوءَ اڳيان نہ.“ جيڪو قدرت جي قانون کي مجيدي بہ ڪڍهن ڪڍهن ان جي خلاف جلوس ڪيڻ جي دل ۽ جرئت رکي ٿو. بروهي صاحب چوندو آهي تہ ”بابا قدرت جو پائڻ تمام خطرناڪ هوندو آهي.“

بروهي صاحب سنڌ ۾ واحد سنجيده مفڪر آهي جيڪو چوي ٿو تہ سنڌ سِنڌ ڪرڻ ۽ سنڌي سنڌي ڪرڻ ۽ ان جي تسبيح پڙهڻ سان ڪجهہ ڪو نہ ٿيندو. جيستائين سنڌ ۾ رهندڙ سمورا ماڻهو اصل تاريخي حقيقتون نہ ٿا سمجهن. بروهي صاحب هوندي تہ تمام گهٽو لکيو آهي پر سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ساهت نالي حليم بروهي روبوز لکي هن اسان کي ٻڌايو تہ موجوده سنڌ ڪڏهن ۽ ڪيئن سنڌ سڏي وئي ۽ تاريخي .طرح اصل سنڌ ڪٿي هئي. موجوده سنڌ ۾ رهندڙ ماڻهو ڪهڙي نسل جا هئا، اهي ڪٿان ۽ ڪيئن آيا وغيره. موجوده سنڌ ۾ رهندڙ سنڌ جي اصلوڪن ماڻهن جون تاريخي ۽ تهذيبي طرح جيڪي بہ اهم ڏارائون آهن، انهن جو تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر ڇاهي؟ بروهي صاحب جي نقطہ نظر مطابق ”اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضيءَ جي اوڀرائي طرف، ڪڇ، ڪاٺيا واڙ، گجرات، مارواڙ ۽ راجستان وارين ايراضين جو اهو ثقافتي گهاٽو هو. جنهن مان پيهجي جيڪو اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضيءَ ۾ هلي ٿيو سو اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضيءَ جي اوڀرائي حصي جو اصلوڪو رهاڪو هو. اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضيءَ جي اولهندي طرف بلوچستان واري ايراضي اهو ثقافتي گهاٽو هو. جنهنء پيهجي جيڪو اڄوڪو سنڌ صوبي ۾ داخل ٿيو سو اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضي ۾ اولهندي حصي جو اصلوڪو رهاڪو هو، (بروهي، بلوچ) ۽ جيڪو انهن ٻنهي گهاٽن مان ڪنهن بہ هڪڙي گهاٽي مان بيٺل نہ هئڻ ڪري اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضيءَ ۾ سڌو آسمانمان ڪريو سو اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضيءَ جي اصلوڪين ٻولين

پيلڪي،ميگهاڙي، راجستاني، بروهي، بلوچي، ڪڇي، ڪانياواڙي، مارواڙي، گجراتي، سرائيڪي، ٻولين مان ڪا هڪڙي ٻولي ڳالهائڻ بدران اها عربي فارسي گاڏڙ واري ٻولي ڳالهائڻ لڳو، جنهن کي "فلاڻي جي سنڌي" ۽ "فلاڻي جي سنڌي" چئي زوري سنڌي ٻولي جو نالو ڏئي اڄوڪي سنڌ صوبي واري ايراضي جو اصلوڪين ٻولين مٿان مڙهيو ويو.

بروهي صاحب جون ڳالهيون صحيح آهن ۽ نه رڳو صحيح آهن پر هن انهن لاءِ منطق به ڏنو آهي، هڪڙو عجيب اتفاق ٿيو جو مون جهڙي ٻنهه واڙي ماڻهوءَ کي بروهي صاحب سان ڪنهن اخبار ۾ڪجهه وقت گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو، تنهن وقت بروهي صاحب تي الزامن ۽ تهمتن جي بارس ٿي رهي هئي، ڪيس يونيورسٽيءَ مان تڙي ڪڍڻ جا بندوبست ٿي رهيا هئا. ڪيس چريو، ڪريو، ڪافي ۽ ملهه هجڻ جا شاندار لقب ملي رهيا هئا، تنهن وقت توڙي جو مون بروهي صاحب کي گهٽو ڪو نه پڙهيو هو پر سندس رويو "زندگيءَ ڏانهن ۽ ڪم ڏانهن" مون کي تمام گهٽا وڻندا هئا ۽ مون انهن الزمان هٽندرن لاءِ ان وقت اسين جنهن اخبار ۾ ڪم ڪندا هئاسين، ۾ لکيو هو ته "اهي الزام هٽندڙ وچترائي عرف بي مغزائي جا بي تاج بادشاهه آهن" ۽ محمد حنيف جيڪو اڳي نيوز لائين رسالي ۾ ڪم ڪندو هو ۽ جيڪو اڄ ڪلهه B B C سان لاڳاپيل آهي تنهن بروهي صاحب لاءِ ڪنهن انگريزي اخبار ۾ لکيو هو.ته "Haleem is Sharrlessly a lojjecal person" پر بدقسمتي هن سنڌ ۾ ان جي اصلوڪن ماڻهن جي اها آهي ته انهن قلم، فڪر ۽ عمل ۾ اڳواٽي سدائين اهڙن "وچڙن" Midioerars منهن رت رهي آهي، جيڪي پنهنجي پيٽ ۽ ڪرسي بچائڻ لاءِ هر قسم جي علمي ۽ عملي ننگي، بيماني، منافقت، ڪوڙ، مڪ ۽ فريب ڪرڻ لاءِ تيار آهن. جن ۾نه علمي گر ۽ گهرائي آهي نه عملي جرئت ۽ اخلاق، اهي ماڻهو جن سنڌ سنڌي، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ساهت جي هوايل سان رڳو مکڻ جون ماڙيون ناهيون آهن. حليم صاحب جهڙي ننگي تلوار جي ڪات رکندڙ ذهانت ۽ حساس دل رکندڙ ولي جي ڳالهه ڪيئن تي

اپنائي سگهڻ جو خيال دل ۾ آڻي سگهيا، ڇو تہ چوندا آهن تہ جيڪڏهن ڪنهن نندي ٻار کي ننديڻ کان اهو يقين ڏيارجي تہ هي ڪائنات برف جي ٺهيل آهي تہ اهو ٻار وڏو ٿي بہ اها ڳالهہ ڪو نہ مڃيندو تہ هي دنيا ڪپهہ جي ٺهيل ڪانهي.

بروهي صاحب کي مٿي ذڪر ڪيل وچترو ذهن رکندر عالم سڳورن کان شڪايتون تمام گهٽيون آهن ۽ اهي جائز بہ آهن، بروهي صاحب چوندو آهي تہ هنن ٽي وي تي ڊراما لکڻ جو منهنجو رستو روڪيو، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجڻ جو رستو روڪيو، سنڌي ادب جي تاريخن ۾ منهنجو ذڪر خير ڪو ملندو، سنڌي عالم ۽ اديب منهنجو نال بہ اديب طور کڻڻ گناهہ ۽ ڪفر سمجهن ٿا.

مون کي محسوس ٿيندو آهي تہ بروهي صاحب پنهنجي سڄي زندگي ان علمي بدديانتي ۽ بد مذاقي خلاف وڙهندو رهيو آهي ۽ ان جي ويڙهہ اڃا جاري آهي ۽ ان جو ثبوت ڪاوش اخبار ۾ لکيل سندس ڪالم آهي. بروهي صاحب هار مونيم وڄائڻ ڄاڻي. ائسٽرو لاجي جو علم رکي ٿو. ٻولي جو گهرو اڀياس اٿس، ٻولي جي لپي Script ۽ ٽيڪن جي هجڻ ۽ نہ هجڻ جا نقصان ۽ فائدا ٻڌائي ٿو، تاريخ جنهن لاءِ بروهي صاحب تواريخ لفظ صحيح ٿو سمجهي، جو گهرو شعور رکي ٿو، جي شاعر، ناول نگر، ڪهاڻيڪار، ڪالم نويس، مزاج جي تيز ۽ ڀرپور حس رکندڙ، سنجيده مفڪر ۽ تخليقي ذهن رکندڙ آهي، بروهي صاحب نندڙن ٻارن کي پڙهائڻ کان وٺي اسان جهڙن وائڙن نوجوانن ۽ جوانن کي ڪلاڪن جا ڪلاڪ وقت ڏئي سمجهائيندورهندو آهي تہ زندگي ڏانهن واقعي زنده رويو ڪيئن هئڻ گهري، اصل حقيقتون ڪيئن آهن ۽ انهن کي ڪيئن بگاڙيو ويو آهي، ڪيئن هتي جي توايخ کي ڏنڊوڙي، توايخ نويس ريپ ڪيو آهي، ڪيئن هتي جي شاعرن، اديبن، مفڪرن، درويشن ۽ وليـن سان ناانصافي بلڪ ظلم ٿيو آهي ڪيئن انهن جي پيغام کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪيو ويو آهي، ڪيئن نندي ڪنڊ کي نفرت ۽ اگهاڙ نفرت جي

بنياد تي تڪرا تڪرا ڪيو ويو آهي ۽ ڪيئن نڳي جا ناهہ ناهيندڙ قابل احترام سمجهيا آهن. بروهي صاحب چوندو آهي تہ "Indus vallley civilization" سان اسان جو ڪو واسطو ڪونهي، انهيءَ ناليءِ پنجاب اسان جي ڳچي ۾ وڌو ويو آهي.

مان حليم بروهي صاحب جي چوڻ تي عمل اجا خبر ناهي چو نہ ڪري سگهيو آهيان. مونکي حليم صاحب چيو تہ تون هارمونيم وٺ تہ مان تو کي موسيقي سيکاريان. ٻيو چيائين هڪڙو وڏو رجسٽر وٺ جنهن ۾ پنهنجا احساس لکندو وڃ. ٽيون لارڊ بائرن جي شاعري پڙهڻ لاءِ چيائين. آسڪر وائيلڊ جي ڊرامن پڙهڻ لاءِ چيائين. اڄڪلهہ مان هن ڪان علم نجوم جو سبق وٺڻ شروع ڪيو آهي.

مان حليم صاحب کي پنهنجو هڪ پيارو دوست، پنهنجو بزرگ ۽ مهربان سمجهندو آهيان. اها پنهنجي وڏي خوش قسمتي سمجهندو آهيان يعني اهڙي ڏاهي،منطقي، حساس دل ماڻهوءَ سان رشتو ۽ نياز مندي هجي تہ دل کي هڪ ٽيڪو ملي ٿو. هن.واحيات منافقي واري، ڪوڙي دنيا ۾ رهڻ ۽ زنده رهن لاءِ جتي چوطرف وحشت، جهالت ۽ ڏوهہ آهي. جتي نااهلي ۽ بہ چاپڙائي آهي، جتي سواءِ چند دوستن جي دوست نما دشمن آهن. وچوڙا آهن، اڪيلائي آهي اتي اهڙي Exceptional Wisdom (يگانو فهم) رکندڙ، زندگي ڏانهن پرپوز روبو رکندڙ داناءُ انسان جي محبت ملڻ هڪ وڏي خوش قسمتي آهي.

مون کي ڪا خبر ناهي تہ ڪڏهن ۽ ڪيئن سنڌ جا ماڻهو پنهنجي اصلوڪن هيرن کي سڃاڻيندا ۽ انهن سان محبت ڪندا ۽ ڪڏهن ۽ ڪيئن اهي ڪوڙنهيرن ۽ ڪاغذي شينهن مان جند آجي ڪرائيندا. ڏوهہ ۽ سياست کي ڪڏهن الڳ سمجهندا، ڏوهاري سياستدانن جو حساب ڪتاب ڪڏهن ۽ ڪيئن ڪندا. علم، فڪر ۽ صحيح عمل ڏانهن ڪڏهن موٽندا. نفرت، تعصب ۽ تشدد جي پيامبرن ما ڪڏهن تاريخ ۽ ان مان صحيح سبق ڪڏهن سکندا. بروهي، بروچ، سما، ميگهواڙ، ڪولهي، ڀيل ۽ سومرا ڪڏهن ۽ ڪيئن سمجهندا تہ اهي تواريخي طرح اصل ۾ اڄوڪي سنڌ جا

اصل رهاڪو آهن. قومي غيرت، ٻڌي ڪڏهن سگهيا، پنهنجا صحيح اتحادي ڪڏهن ۽ ڪيئن ڳوليندا. بنا تياري، تربيت، علم ۽ فڪر جي پاٽيءَ ڪان اڳ ڪپڙا لاهڻ ڪڏهن ڇڏيندا. سرائيڪي، بلوچ ۽ سنڌي ٽڪنڊو ڇا تواريخي طرح آدرشي ڪو نه ٿيندو. ان سلسلي ۾ پنهنجون ترجيحون ڪڏهن مقرر ڪندا ڇو ته حليم صاحب چواڻي اهو وقت اچي ويو آهي.

مان جڏهن حليم بروهي صاحب سان ملندو آهيان ته هڪ هندي شعر منهنجي ذهن ۾ گونجندو رهندو آهي:

مو رکهه کو تم راج ديت هو
پندت پهرت بهکاري
گر دهرکي گت نياري،

Mun Uksar Babà je lay marhun khe ehrion galhiun kunde budho ho ta, Haleem humesha ubhti galh kundo aahe, " Mesal jet or te he panr musalman aahe aien musulmanun ge khilaf galhaindo aahe, Pakistani aahe aien Pakistan je khilaf hundo aahe sindhi aahe aien sindhian khan naraz ruhundo aahe, Hik ghar mein ruhende penhji zal san thahe na ruhundo aahe, Hin kare gharon kare manrhun baba je khilaf hunda hua.

Usal mein he baba je bhaenr jo turiko hundo ho, jeinh khe munfarid aien tumam khalis pyar chaeje ta bilkul sahi aahe, usin aam marhun judehen kenh khe bhainda aahiun ta hun je khamion khe durguzar kunda vinda aahiun, pur baba me he burdbari hui jo hu jenh khe bhainda hua, hun je defects khe point out kurunr ji himat rkhundo ho baba khe he purwa na hundi hui ta jin khe hu bhainda aahin hu hun khan kawarji winda ta hu akelo thi windo.

We known that all of us are imperfect no one is perfect in this world except God, but it doesn't mean that we should not try to improve. If we will not point out mistakes then how can we improve.

Asan kenh ji tarif kare hun je improvement ja chances khatum kure chudinda aahyun, jeko suhe na aahe, insaan hin dunia mein muranr ghari tain jeko kujh experience kare tho, hun san hu penhji personality khe polish kare tho hu janwar hundo aahe jeko jehro hin dunia mein aindo aahe, ohro he halyo windo aahe.

Baba sindh san aien sindien san pyar kunda hua, inhe kure hunun ji soch he hui ta sub sindhi united thi sindh je lay kum kun.

Hu muhajirn khe wisare chuden, cho ta sindhme haanr India khan ayel muhajir buchya e kon ahin. Aein sindh mein peda thiyanr wara subh sindhi aahin. Panr me aiko kyo aien sindh je lae kum keyo, uger provinces khe hunun ja huk na milenda ta he mulk kamzor thi windo Pakistan muzhub ji buniyad te thahyo wayo aahe, jien Israel muzhub je buniyad te thayo wayo aahe. Baki dunya ja subh mulk geographically thayel aahin.

Muselmanun mein beyan muzhabun je lay jeka nufrat aahe hu baba khe na warundi hui, hu muselmanun je khilaf kon hua , hu sumjhunda hua ta asanje muzhub mein subhni khan wadhik beyan muzhuben lay berdasht aahe, cha kanr ta eho he asanje Rasul Muhammad ( peace be upon him ) ji talim hui.

Sage tarike, ukser penhji zal te bhi tunkeed kunda hua. Munhji ummi khe khuber hui ta baba je banynr jo tariko aahe. Hin kare hu baba ji galhian khe dil te na wuthundi hui.

Baba khe khuber hui ta hu sindhi jeke sindh khan bahr, beyan mulkan me ruhanda aahin, ho sindhi sumjhunda aahin aien galhay be sughunda aahin. Per hu sindhi parhi aien likhi na tha sughun . hin kare baba English alphabates mein sindhi likhanr je huk me hunda hua. Jenh kare marhun sumjhyo ta haleem sindhi boli jo dushman thi peyo aahe uger ehri galh huje ha ta baba ja charei nathi sindhi na hujan ha.

Baba chahinada hua ta usan sari dunia ji galhyun budhun, lakin sochyon penhnje demag khan, penhje demag khe bund kare beyn je chunwanr te na hulon second world war khan poe jadhen ugrezun asan khe budhayo ta Hitler zalim aahe ta asan ungrezun ji galhian te akin kare warto, aien asan he wisare chudyo ta ungrez panr asan te ketro zulm kare chuko aahe. Ugar Hitler he kum na kya hujun ha jeke hun kya ta uju middle east me Israel jo zor aein zulm desan j layek hujay ha . ain America san mukablo kuranr na mumkin huje ha.

baba khe jeke manrhun sumjhunda hua, hu hunn khe tmam ghnro bhauda huwa. Per jin khe baba bhainda hua hu baba khe sumjhi na sughya, Allah jo shuker aahe ta aaon hunan maan ahyan jin baba khe piyar keyo.

I am very great full and was to say thanks to Nain Junejo who gave me the opportunity to explain my feelings about my dearest one.

Thank you very much Nain.

**SANA HAYYAT BROHI**

Baba chahinda hua ta aaon Baba ji
writtings published karayan. Cho ta maan
~~hiy~~ hinyer Pakistan mein na ahyon ain
Baba ji writtings khe chupraenr
chahyan thi. Hin kare Haleem Brohi
ji writtings chupraint ja huq ain
zabta Noor Junejo je hawale
kayan thi. Cho ta moon ke
yakeen aahe ta ho hi kum moon
khan behter kare sughun tha.

Sana Brohi: I am fortunate that I am
his daughter.

”الائي چوَ مون کي لڳندو آ تہ اها حليم بروهي جي بدقسمتي آ

جو هو پاڪستان ۾ ان سان گڏ سنڌ ۾ پيدا ٿيو نہ تہ اهو ماڻهو

اسٽيفن ليڪوڪ (Stephen Lea cock)، مارڪ ٽوئن (Mark Twain)

۽ وليم سيرياِن (William Syrian) جي ٽڪر جو ماڻهو آ جيڪو

اسان وٽ پيدا ٿيو. ان وٽ ڪو دوست ڪونهي، ڪو ٽولو ناهي،

اُهي جيڪي واهہ واهہ ڪندا آهن هڪ ٻئي جون تعريفون ڪندا آهن.

هوُ هڪڙو قلندر آهي، تنها بگهڙ جيان ۽ ياد رکو تہ

تنها بگهڙ وڏو خطرناڪ هوندو آهي“.

**امر جليل**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمَ- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙهي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)